# پکين جي پارليامينٽ

(پارسي ڪتاب "منطق الطير" جو سنڌي ترجمو)

خواجہ فريدالدين عطار رحہ

پروفيسر غلام حسين جلباڻي



روشني

# پکين جي پارليامينٽ

فريدالدين عطار رحہ جي ڪتاب ”منطق الطير“ جو سنڌي ترجمو


فريد الدين عطارؒ

غلام حسين جلباڻي



روشني پبليڪيشن

ڪنڊيارو

2007ع

Roshni Book No. 231

ڪتاب جو نالو: پکين جي پارليامينٽ
ليکڪ: خواجہ فريد الدين عطار رح
سنڌي ترجمو: غلام حسين جلباڻي
ڇاپو: ڇهون © روشني 2007ع
ڪمپوزڊ: حبيب قادر قريشي
روشني ڪمپوزرس اينڊ پرنٽرس،
حيدر چوڪ گاڏي کاتو حيدرآباد
ڇپيندڙ: فائين ڪميونيڪيشن، حيدرآباد
ڇپرائيندڙ: روشني پبليڪيشن، ڪنڊيارو سنڌ
قيمت: [illegible] رپيا


# PAKHIAYN JI PARLIAMENT

## (Parliament of the Birds)

**A Sindhi Translation of the Persion book "Montaq-ul-tir"**


Written by: **Khwaja Fareed-ul-din Attar**
Translated by: **Ghullam Hussain Jalbani**

Composed by: Habib Qadir Qureshi
Roshni Composers and Printer, Hyder Chowk, Hyderabad
Printed by: Fine Communication, Hyderabad, Sindh
Published: Roshni Publication, Kandiaro
Sixth Edition © Roshni 2007

## اسٽاڪسٽ

ڪانياواڙ اسٽور، اردو بازار ڪراچي
حسين عامر نيوز ايجنسي، مين بس اسٽاپ سجاول
رابيل ڪتاب گهر، لاڙڪاڻو
رهبر بڪ اڪيڊمي، رابعہ سينٽر، لاڙڪاڻو
نيشنل بوڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
نوراني بوڪ ڊيپو، بندر روڊ، لاڙڪاڻو
اشرف بڪ اسٽال، مسجد روڊ، نوابشاهہ
سليم نيوز ايجنسي، نيو بس اسٽينڊ، دادو
جنيد بوڪ ڊيپو، دادو
مرچو لال بوڪ ڊيپو، بدين
رحيم ڪتاب گهر، بدين
عزيز ڪتاب گهر، ٻراج روڊ، سکر
ڪتاب مرڪز فريئر روڊ، سکر
الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مرڪز، سکر
گل ڪتاب گهر، لکي در، شڪارپور
نيشنل بڪ اسٽال، پنج گلو چوڪ، خيرپور ميرس
تهذيب نيوز ايجنسي، پنج گلو، خيرپور
قاسمي لائبريري، اسپتال روڊ، ڪنڊيارو

# فهرست

# ٻه اکر

شيخ فريدالدين عطار رحمة الله عليه (وفات: 627هه مطابق 1230ع) هڪ عظيم صوفي بزرگ ۽ شاعر هو جنهن بابت "مثنوي معنوي" جو مؤلف مولانا جلال الدين رومي رح فرمائي ٿو ته:

عطار روح بود و سنائي دو چشم او
ما ازپس سنائي وعطار آمديم.

(يعني: فريد الدين عطار "روح" هو ۽ حڪيم سنائي جڻ اُن جون ٻه اکيون. اسان ته "سنائي" ۽ "عطار" کان پوءِ آياسين.)

هونئن ته شيخ فريد الدين عطار ڪيتريون تصنيفون جوڙيون، جن مان اڪثر نظم ۾ آهن، پر ڪيس جنهن ڪتاب شهرت ۽ عظمت جي چوٽيءَ تائين پهچايو، سو "منطق الطير" آهي، جنهن کي پاڻ "مقاماتِ طيور" جي نالي سان به موسوم ڪري ٿو.

فارسي علم ۽ ادب ۾ ڪيترائي ڪتاب تصوف بابت موجود آهن، پر انهن مان ٽي ڪتاب تصوف جا بهترين ڪتاب شمار ڪيا ويندا آهن، جن مان هڪ ڪتاب شيخ فريد الدين عطار رح جو "منطق الطير" آهي. باقي ٻه هيءَ آهن:

1. "حديقه الحقيقة و شريعة الطريقة"- حڪيم ابوالمجد مجدود بن آدم سنائي (وفات: 525هه).
2. "مثنوي معنوي"- مولانا جلال الدين رومي (وفات: 676هه).

"منطق الطير" ۾ خواجه فريد الدين عطار تمثيل طور پکين جي روپ ۾ انساني جذبن ۽ حقيقتن جو اظهار ڪيو آهي ۽ هڪ افساني جي شڪل ۾ انساني زندگيءَ جا عام واقعا (جن مان هُو گذري ٿو) بيان ڪيا آهن. "منطق الطير" ۾ ڪُل 4600 بيت آهن. ڪتاب جي مُنڍ جا اٽڪل 600 کن بيت، الله تعاليٰ جي واکاڻ، رسول الله ﷺ جن جي نعت، چئني خليفن سڳورن رضي الله عنهم جي مدح ۽ اهڙين بين واسطيدار ڳالهين تي مشتمل آهن، ان کان پوءِ اصل قصو شروع ٿئي ٿو ته جنهن

۾ ڏيکاريو ويو آهي، تہ پکي، گڏجي پنهنجي لاءِ ڪو بادشاهہ مقرر ڪرڻ جو سوچين ٿا. پوءِ هُدهُد (ڪاٺ ڪُٽو پکي) انهن جي رهنمائي ڪري ٿو.

”منطق الطير“ جا دنيا جي سيني سُڌريل ٻولين ۾ ترجما ۽ شرح اچي چڪا آهن. اردوءَ جا بہ ترجما: (1) ”ترانہ نُغير شرح منطق الطير“ از مولوي احمد حسن سواتي چهارباغي، (2) ”لسان الطير شرح منطق الطير“ از آغا محمد اشرف دهلوي، مشهور آهن.

ضرورت هئي تہ سنڌي ٻوليءَ ۾ ان جو ترجمو اچي. اها ضرورت اسان جي والد محترم جناب پروفيسر غلام حسين جلباڻي صاحب سال 1959ع ۾ پوري ڪئي، جنهن ”منطق الطير“ جي منڍ واري حصي (600 کن بيت) کي چڙي، پکين واري قصي کان ”پکين جي پارليامينٽ“ جي نالي سان نثري ترجمو ڪيو جيڪو تي ڀيرا سنڌي ادبي بورڊ طرفان (1962ع، 1968ع، ۽ 1979ع) ۾ شايع ٿيو هو.

عرصي ويهن سالن کان اُهو ترجمو مارڪيٽ ۾ موجود ڪونہ هو. ان دوران سنڌي ادبي بورڊ جي اختياريءَ وارن سان رابطو ڪيم، تہ جيئن ڪتاب جو چوٿون ايڊيشن پڌرو ٿئي، بورڊ وارن پنهنجي خرچ سان ڇاپڻ کان لاچاري ڏيکاري، هوڏانهن ”منطق الطير“ جا عاشق صادق وڏيڪ انتظار نہ ٿي ڪري سگهيا. انهيءَ ڪري مون ان بابت روشني پبليڪيشن جي مالڪ برادرم علي نواز گهانگهرو صاحب سان ڳالهايو ۽ ”پکين جي پارليامينٽ“ جي نئين ڇاپي ڇاپڻ جي اجازت روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو کي ڏنم، جيئن انهيءَ ڪتاب کي نئين سر ڪمپوز ڪري سهڻي سرورق سان جلدئي اشاعت هيٺ آڻي، تصوف جي اُجارن جي اُڃ اُجهائي. پڙهندڙن کي گذارش آهي تہ ڪتاب پڙهي اسان جي والد محترم کي ضرور ياد ڪن، ۽ سندن لاءِ مغفرت جي دُعا گُهرن. الله پاڪ کين بلند درجات عنايت ڪري، آمين

دعائن جو طلبگار

**پروفيسر عطاء الله خان جلباڻي**

شعبہ عربي

سنڌ يونيورسٽي، ڄامشورو، سنڌ

26 فيبروري 2003ع

# ديباچو

خواجہ فريدالدين عطار رحہ جو ڪتاب "منطق الطير" فارسي ادب ۾ تصوف تي مشهور مثنوي آهي. ان جا ڪن ٻولين ۾ ترجما بہ موجود آهن.

تصوف جي راهہ ۾ هيءُ هڪ روشن قنديل آهي ۽ عطار جي اندر جو آئينو آهي. زهد ۽ تقويٰ جي بيان سان ڀريل "منطق الطير" دل ۽ خيالن جي پاڪيزگيءَ لاءِ هڪ ڪسوٽي آهي. نفس ۽ شيطان جي دوکيبازين کي سڃاڻڻ لاءِ هڪ اکين آڏو لکيل دفتر آهي. خوش فهمي ۽ خوش اعتقاديءَ جي مرض لاءِ هڪ لاجواب نسخو آهي. مطلب تہ بيمار دلين لاءِ هڪ اڪسير ۽ روح لاءِ هڪ معجون ۽ دائمي رهاڻ آهي.

پکين جي تمثيل ۾ خواجہ عطار رحہ سالڪ جي پنهنجي مالڪ جي وصال لاءِ سفر ۽ ان جي دشوارين جو لفظن ۾ نقش چٽيو آهي.

تقريبن ٽي سال اڳ هيءُ ڪتاب سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري سنڌي ادبي بورڊ کي شايع ڪرڻ لاءِ پيش ڪيو ويو هو. مان بورڊ جو شڪرگذار آهيان، جنهن ڪتاب کي منظور ڪري شايع ڪيو آهي.

"منطق الطير" جيئن تہ يونيورسٽي ۽ ڪاليج جي نصاب ۾ آهي، تنهن ڪري ان جو سنڌي ترجمو سنڌي شاگردن لاءِ ڏاڍو ڪارائتو ثابت ٿيندو. علاوه ان جي هن ڪتاب ۾ عام جي فائدي ۽ دلچسپيءَ جو بہ جهجهو سامان موجود آهي. صوفي مزاج وارن لاءِ تہ هيءُ هڪ وچايل وٿ آهي ۽ حڪمت ۽ دانائيءَ جي کاڻ جو هڪ بيْ بها لعل آهي. عطار جو فلسفو مقبول عام و خاص آهي.

ترجمي جي عبارت نهايت سليس ۽ سلوٽي آهي ۽ هن قصي کي جنهن پيرائي ۾ پيش ڪيو ويو آهي. سو ڏاڍو دلڪش ۽ موهيندڙ آهي. "پکين جي پارليامينٽ" اصل ڪتاب جو اختصار آهي، جنهن ۾ معنيٰ ۽ مفهوم کي شگفتہ عبارت ۾ پيش ڪرڻ کي لفظي ترجمي کان زياده اهميت ڏني ويئي آهي.

مان پنهنجي محترم دوست ڊاڪٽر قاضي نبي بخش صاحب صدر شعبهء فارسي سنڌ يونيورسٽيءَ جو گهڻو ٿورائتو آهيان، جنهن تڪليف وٺي هن ساري ترجمي کي نظر مان ڪڍيو ۽ ان ۾ ٿيل غلطين کي درست ڪيو. و آخر دعوانا ان الحمدلله رب العالمين.

20 نومبر 1962ع
حيدرآباد، سنڌ

غلام حسين جلباڻي
صدر شعبہ عربي،
سنڌ يونيورسٽي

# شيخ فريدالدين عطار

شيخ فريد الدين عطار نيشاپور جي قريب ڪدڪن ڳوٺ ۾، شعبان مهيني ۾، سن 513 هجري مطابق 1119 عيسوي جي ڄائو. سندس اصلي نالو محمد بن ابراهيم هو ۽ فريدالدين محض هڪ تعظيمي لقب هوس. ڪجهه وقت لاءِ هو پنهنجي پيءُ جو پسارڪو (عطر فروشيءَ) جو ڌنڌو ڪندو رهيو، جنهن سبب هو عطار سڏجڻ لڳو ۽ جنهن ڪي هن بعد ۾ پنهنجو شاعراڻو لقب ڪري اختيار ڪيو.

هيءَ هڪ تسليم شده حقيقت آهي، ته هو ان زماني جي طب کان چڱيءَ طرح واقف هو ۽ انهيءَ علم ۾ شيخ مجدالدين بغدادي سندس استاد هو جو سلطان محمد خوارزم شاهه جو خاص طبيب هو. شيخ هر روز پنهنجي پسارڪي دڪان (دارو خانه) ۾ بيمارن جو علاج پاڻ ڪندو هو ۽ انهن مان گهڻن کي دوا بالڪل مفت ڏيندو هو. پنهنجي ڪتاب خسرونامه ۾ فرمائي ٿو:

بدارو خانه پانصد شخص بودند،
که در هر روز نبضم مينمودند.

شيخ عطار پنهنجي پسارڪي ڌنڌي وقت به طريقت جي راهه تي گامزن ۽ حقيقت جي روشنيءَ تي روان ۽ دوان هو. جيئن جو هو پاڻ چوي ٿو ته مون "مصيبت نامه" ۽ "الاهي نامه" ٻئي پنهنجي دڪان تي لکيا:

مصيبت نامه کاند وه جهانست،
الاهي نامه کاسرار عيانست،
بدارو خانه کردم هر دو آغاز
چگويم زود رستم زين و آن باز.

هڪڙي ڏينهن هو جيئن پنهنجي دوستن سان گڏ پنهنجي سينگاريل دڪان تي وينو هو تيئن هڪ درويش، پينو فقير جي لباس ۾ وٽس لنگهي آيو. عطار هن کي ڪجهه خير ڏنو ۽ هو اهو وٺي ويندو رهيو ۽ ٿورڙي دير مس گذري ته هو وري واپس موٽي اچي، سندس دڪان کي

گهڻي انتظار ۽ غم سان ڏسڻ لڳو ۽ هن هڪڙو ڏگهو ساهہ کڻي روئي ڏنو. عطار هن جي ان روش کان خفي ٿي وري بہ ڪجهہ خيرات ڏيئي، ڪيس موٽي وڃڻ لاءِ چيو. حقيقت ۾ درويش جو هن دنيا جي بي ثباتي ۽ انساني زندگيءَ جي بيبقائيءَ تي روئي رهيو هو تنهن ڳالهہ کي عطار سمجهي نہ سگهيو. اُن تي درويش چيس تہ مون کي هن دنيا ۾ سواءِ هنن ڦاٽل ڪپڙن جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي، جو کڻي مون کي وڏيڪ رهڻ لاءِ هرڪائي، ۽ اهو ئي تہ سبب آهي جو مان موت لاءِ هر وقت تيار ۽ تڪڙو آهيان. اڙي عطار، مان تہ تنهنجي حال تي افسوس ڪائي رهيو آهيان، ڇالاءِ جو ڏسان ٿو تہ توکي هن فاني دنيا جون لذتون ڇڏڻ ڏاڍو ڏکيون ٿيون لڳن.

نوجوان دڪاندار ان درويش جي نصيحت کان ايترو تہ متاثر ٿيو جو ان کي جواب ۾ چيائين تہ دنيا کي درويشن جيان، سواءِ ڪنهن رنج جي ڇڏڻ لاءِ بالڪل تيار آهيان. ائين چئي هن هڪدم دنيا جي ڌنڌن کي خيرباد ڪندي پنهنجي دڪان کي لٽڻ لاءِ عام اجازت ڏني. اهو شخص جو ڪنهن وقت لکاپتي هو تنهن وٽ هينئر هڪ دمڙي بہ ڪا نہ رهي. هو پوءِ ان درويش سان ملي ويو جو هن کي شيخ الشيوخ رڪن الدين وٽ وٺي آيو جنهن کيس روحاني حقيقتن جي علم کان آگاهہ ڪيو.

ان کانپوءِ هو صوفي فلسفي جي اڀياس ڪرڻ ۾ گهڻو مشغول ٿي ويو ۽ عارفن ۽ سالڪن جا ڪيترائي ڪتاب نظر مان ڪڍي، هوشيار ۽ پڙ ٿي نڪتو ۽ هن وڏن صوفين جي صحبت ۾ رهي ڪافي فائدو پرايو. سندس نثر خواه نظم ۾ ايترو تہ اثر آهي،جو ٻئي ڪنهن بہ بزرگ جي ڪلامَ ۾ نظر نٿو اچي ۽ انهيءَ ڪري ارباب حل و عقد سندس ڪلام کي "تازيانہ اهل سلوڪ" جو نالو ڏنو آهي. مولانا جلال الدين رومي رحہ ان کي "حقيقت" جو منهن ۽ سنائيءَ کي ان منهن جون ٻہ اکيون سڏيو آهي ۽ چوي ٿو تہ مان انهن ٻنهي جو پيرو سندن نقش تي هلي رهيو آهيان:

عطار روي بود و سنائي دو چشم او.
ما ازپئي سنائي و عطار ميرويم.

عطار پنهنجي ساري ڄمار عبادت، غور ۽ فڪر ۾ صرف ڪئي ۽ هو في الواقع هڪ مڪمل صوفي هو. هن صوفي استاد جون چوٽيون، قول ۽ اقوال، اشعار نصيحتون ۽ اخلاقي گفتا گڏ ڪيا ۽ انهيءَ ڪم ۾ هن پورا ٽيتاليهہ (39) سال صرف ڪيا.

هو سلطان سنجر جي زماني ۾ رهندو هو جنهن جو زمانو ادب ۽ حڪمت جي لحاظ کان گهڻو روشن هو. گهميو ٻه گهڻو ئي هو ۽ مصر، شام، هندستان ۽ ترڪستان مان ٿي واپس پنهنجي ڳوٺ اچي، زندگي جا باقي ڏينهن گذارڻ لڳو ۽ آخر ۾ سن 627 هجري مطابق 123 عيسوي جڏهن سندس عمر 114 ورهيه هئي. شادياخ[1] ڳوٺ ۾ تاتارين جي هٿان شهيد ٿي ويو جن نيشاپور ۾ عام قتل و غارت ڪئي هئي!

دنيا ۾ ان جي مرغوبات کي ترڪ ڪري شيخ، حج تي روانو ٿيو ۽ اتان موٽڻ بعد سخت زهد واري زندگي بسر ڪرڻ لڳو ۽ تصوف متعلق ڪتابن لکڻ ۾ پاڻ کي رنيائي ڇڏيائين. انهن مان ڪي نثر ۾ آهن، جن مان "تذڪرته اولياء"[2] نهايت ئي عمدي ۽ قيمتي تصنيف آهي. سندس گهڻا ڪتاب نظم ۾ آهن، جن مان "پندنامه"[3] ۽ "منطق الطير" سيني کان زياده مشهور آهن. پهريون مڪتبن ۾ ۽ يونيورسٽين ۾ عام طور تي پڙهايا وڃن ٿا. پهرين ڪتاب جو تعلق جيتوڻيڪ اخلاقيات سان آهي مگر ڏاڍو وندرائيندڙ ۽ ڪارآمد نصيحتن سان ڀريل آهي.

منطق الطير هڪ تمثيلي نظم آهي ۽ منجهس 4600 بيت آهن. ساروئي ڪتاب دلچسپ ڳالهين سان پر آهي، جنهن ۾ صوفين جي زندگي ۽ سندن عقيدن جو مڪمل جائزو ورتو ويو آهي. هي ڪتاب سنين ۽ شيعن وٽ عام مقبول آهي، ۽ منجهس ڪيترين جڳهن تي اخلاقي ڪهاڻين ۽ پاڪيزه خيالن جو اظهار ڪيل آهي. آخر ۾ ستن وادين جو ذڪر آهي، جن مان پکين (سالڪن ۽ صوفين) کي پار لنگهي پنهنجي بادشاهه سيمرغ (الله تعاليٰ) ڏانهن وڃڻو پوي ٿو.

نظم جو قصي وارو حصو بيت نمبر 596 کان پکين جي ميڙ سان شروع ٿئي ٿو جن مان تيرهن قسمن جي پکين کي نکيڙي الڳ الڳ بيان ڪيو ويو آهي. مصنف جي خيال موجب پکي، جمهوري نظام کان تنگ اچي، هڪ بادشاهه لاءِ ٻي تاب ٿي پيا. هد هد جنهن حضرت سليمان عليه السلام جي بيابيان ۾ رهنمائي ڪئي هئي ۽ هن حقيقت کان پوريءَ طرح باخبر هو ته هڪ بادشاهه ۾ ڪهڙين لياقتن جو هئڻ

---

(1) شادياخ. نيشاپور جي جنوب مشرق ۾ هڪڙو شهر آهي.

(2) ۽ (3) عطار جا هيءُ ٻئي ڪتاب ادارو سنڌيءَ زبان ۾ ڇپرائي چڪو آهي.

ضروري آهي. تنهن کي پکين عرض ڪيو ته هو انهيءَ ڏس ۾ سندن رهنمائي ڪري ۽ ٻڌائي ته هو ڪنهن کي پنهنجو بادشاهه منتخب ڪن.

هد هد انهن کي مشورو ڏنو ته ”سيمرغ“ کي پنهنجو بادشاهه مقرر ڪن جو ڪوهه قاف جبل ۾ رهي ٿو. پر جيئن ته اواڏانهن ويندڙ رستو گهڻو ڏکيو ۽ پرخطر هو تنهن ڪري ڪيترن پکين اوڏانهن وڃڻ کان معذرت ڏيکاري. انهن مان ڪي ٿورا روانا ٿيا ۽ جڏهن سيمرغ جي دربار وٽ اچي پهتا. تڏهن انهن جو تعداد ٻه گهٽجي وڃي ٽيهه بيٺو. هي سفر سَٺيل. پَرِيڳل. ٻکيا ۽ اُڃيا نيٺ وڃي پنهنجي بادشاهه سيمرغ جي دربار اندر باريابي حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيا. پر اتي پهچي جو ڪٿي ڏسن ته مار هو سندس حاضريءَ ۾ پنهنجيون ذاتيون ئي وڃائي ويٺا آهن ۽ اهي خود سيمرغ آهن ۽ هو خود هي ٽيهه پکي ۽ انهيءَ کي ڳولي لهڻ ۾ هنن پاڻ کي ڳولي لڌو آهي.

هن رنگين پيرائي ۾ شاعر، انساني روح جي تلاش جو نقشو چٽيو آهي، جڏهن اهو الوهيت ۾ محو ٿي وڃي ٿو.

نظم ۾ سندس ٻيا ڪتاب هي آهن: (1) الاهي نامه (2) اسرار نامه، (3) مصيبت نامه (4) بلبل نامه (5) مختار نامه (6) گل و هرمز وغيره. شيخ عطار ”خسرو نامه“ ۾ پنهنجي بعض مثنوين جو نالو وٺي فرمائي ٿو:

مصيبت نامه زاد رهروان است
الهي نامه گنج خسروان است
جهان معرفت اسرار نامه است
بهشت اهل دل مختار نامه است.
مقامات طيور[1] ماچنان است
ڪه مرغ عشق را معراج جان است

شيخ فريدالدين هڪ عظيم مصنف هو. فقط سندس شعر 120000 بيتن تي مشتمل آهي. چون ٿا ته سندس ڪتابن جو تعداد قرآن پاڪ جي سورتن مطابق 114 هو ۽ جيتوڻيڪ هي بيان مبالغي کان خالي نه آهي، ته به هن حقيقت جو هڪ پڌرو ثبوت ضرور آهي ته سندس تصنيفن جو تعداد جهجهو هو.

(1) مقامات طيور مان مراد ”منطق الطير“ آهي.

# پکين جو ميڙ

ڳالهه ڪندا آهن ته هڪڙي دفعي ساري جهان جا پکي، ظاهر خواه لڪل، اچي هڪ هنڌ گڏ ٿيا ۽ مڙئي صلاح ڪرڻ لڳا ته هن وقت دنيا ۾ ڪو به شهر بادشاهه کان خالي ڪونهي. خبر نه آهي ته ڇو اسان جوئي هڪ اهڙو ملڪ وڃي رهيو آهي، جنهن ۾ بادشاهه آهيُ ئي ڪونه. اسين هينئر بادشاهه بغير وڌيڪ پنهنجي بادشاهه جي ڳولا ڪريون. ڇاڪاڻ ته بادشاهه کانسواءِ ملڪي ڪاروبار ساروئي ڏانوان ڏول ٿيو وڃي. بس پوءِ سڀيئي هڪ هنڌ ملي پنهنجي بادشاهه جي ڳولا ۾ لڳي ويا.

## هد هد جي تقرير ۽ سيمرغ جي تعريف

هد هد، جنهن جي جسم تي (ڳچيءَ ۾) طريقت جو چوغو پيل ۽ مٿي تي حقيقت جو تاج رکيل هو ۽ جو گهڻو ڏاهو ۽ (رستي جو) واقفڪار هو ۽ هر چڱائيءَ ۽ مٺائيءَ کان خوب باخبر هو تنهن پنهنجي غمگين دل ۽ بيقراريءَ سان سندن وچ ۾ اچي، کين مخاطب ٿي چوڻ لڳو.

”اي پرندو! هن ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته مان خدائي دربار جو قاصد ۽ غيب جو ڄاڻو آهيان. ان جي دربار جي مون کي پوري خبر آهي ۽ مان پيدائشي رازدان آهيان. ڀلا جنهن جي چهنب ۾ بسم الله هجي ته پوءِ هو رازن جو ڄاڻندڙ ڪيئن نه هوندو؟[1] مان ڏکن ۽ ڏولاون ۾ ڏينهن گذاريان ٿو. مون سان ڪنهن جو سروڪار ڪونهي: نه مخلوق سان منهنجو ڪو تعلق ۽ نه وري مخلوق جو مون سان ڪو واسطو. آءٌ پنهنجي بادشاهه عشق ۾ ايترو ته گرفتار آهيان جو دنيا جي ڪا خبر ئي

---

(1) هدهد جي چهنب عربيءَ جي حرف ”ب“ وانگر آهي جو بسم الله جو پهريون حرف آهي ۽ هن جو آواز به قريب قريب بسم الله جهڙو آهي.

ڪانهيم (جو سپاهين کان بالڪل بي پرواهہ آهيان). مان پنهنجي فهم ۽ فراست سان پاڻيءَ طرف رهنمائي ڪريان ٿو [1] (پاڻي ڏيکاريان ٿو) ۽ ان کانسواءِ بيا بہ ڪئين راز رکان ٿو!

توهان خود خيال ڪريو تہ جنهن حضرت سليمان عليه السلام سان گفتگو ڪئي سو سندس ساري لشڪر کان وڌيڪ مرتبي وارو نہ هوندو؟ ڏسو تہ جڏهن ڪڏهن ڪو بہ ان جي ملڪ مان گم ٿي ٿيو تڏهن هن ان جي ڪا پڇا ئي ڪا نہ ٿي ڪئي، ليڪن جڏهن مان سندس ملڪ کان هڪ گهڙي غائب رهيس، تڏهن منهنجي ڳولا لاءِ هر طرف متلاشي روانا ڪيائين. هن جو مون بغير گهڙي بہ صبر نہ ڪرڻ ئي مون لاءِ وڏي فخر جي ڳالهہ آهي. مان ان جو خط کڻي واپس جواب وٺي آيس ۽ اهڙيءَ طرح ان جو همراز بہ بڻيس. سچ پڇ جنهن کي پيغمبر چاهيندو هجي، تنهن جي سِر تي ڇٽ خوب سونهي ٿو. جنهن جو ذڪر خود خدا تعاليٰ (قرآن شرف ۾) پلائيءَ سان ڪيو تنهن جي پرواز جي دنيا جي ويجهو ڪهڙو پکي وجي سگهي ٿو!

مون ڪيترائي سال درياءَ ۽ خشڪيءَ جو سفر ڪيو آهي، نهايت گهڻو گهميو ڦريو آهيان ۽ ڪيتريون ئي واديون پهاڙ ۽ برپٽ جهاڳيان آهن ۽ حضرت سليمان عليه السلام جي فوج ڪشيءَ وقت، ساريءَ دنيا جو چڪر لڳايو اٿم، نہ فقط ايترو پر مان خود حضرت سليمان عليه السلام سان سفر ۾ گڏ رهيو آهيان، ۽ پوري جهان کي ماپي ورتو اٿم.

انهيءَ ۾ تہ ڪو شڪ ئي ڪونهي تہ مان پنهنجي بادشاهہ کي چڱيءَ پر ڄاڻان ٿو ليڪن اڪيلو وڃي نٿو سگهان، جو ايتري قوت ڪا نہ اٿم. جيڪڏهن توهين سڀ مون سان گڏجي هلندا تہ يقينن انهيءَ جي درگاهہ کي هلي رسندؤ. توهان پنهنجي خوديءَ کان پاڻ کي آزاد ڪريو. آخرڪار شبهات جي جار ۾ ڪيترو ڦاٿل رهندا؟ جنهن بہ پنهنجو ناتو اُن سان جوڙيو تنهن جي جان خودبخود خوديءَ کان آزاد ٿي ويئي ۽ پنهنجي محبوب جي راهہ ۾ هو نيڪيءَ ۽ بديءَ کان آزاد بہ ٿي ويو (بي ميارو ٿي پيو). توهان پنهنجيون جانيون قربان ڪريو ۽

---

[1] هد هد لاءِ هيءُ مشهور آهي تہ ان کي هيءَ خبر پوي ٿي تہ فلاڻي يا فلاڻي هنڌ پاڻي زمين جي سطح کان ڪيترو هيٺ آهي.

انهيءَ جي رستي تي قدم رکو ۽ سندس عشق ۾ تمتار ٿي (نچندا) هلي سندس درگاهه آڏو سِرُ جهڪايو.

بيشڪ اسان جو هڪ بادشاهه آهي، جو ڪوهه قاف جبل جي پنينا رهي ٿو. انهيءَ جو نالو سيمرغ آهي، ۽ اهو سيني پکين جو سردار آهي. هو اسان کي بلڪل ويجهو آهي، مگر افسوس جو اسين ڪانئس گهڻو پري پئجي ويا آهيون. ان جو آکيرو هڪ وڏي ۽ اونچي وڻ تي آهي ۽ سندس نالو بہ سڀ ڪنهن زبان تي اچي نٿو سگهي (جنهن جي وصف کان زبان گنگي آهي). هو هزار پردن اندر ڍڪيل آهي ۽ سندس مقام، روشني ۽ اوندهيءَ کان ازحد مٿي آهي. ٻنهي جهانن ۾ اهڙو ڪو آهي ئي ڪونہ، جو ان جو ديدار ڪري سگهي. هو هڪ بيپرواهہ بادشاهہ آهي ۽ پنهنجي ڪمال عزت ۾ محو آهي. سندس رهائش تائين ڪنهن جي رسائي تي نہ ٿي سگهي ۽ نہ وري علم ۽ عقل کي ئي اتي ڪو گذر اهي. نہ اسان ان تائين پهچي سگهون ٿا ۽ نہ وري ان کانسواءِ رهي ئي سگهون ٿا(ان بغير نهايت پريشان ٿا رهون). اڪيچار مخلوق مٿس ديواني ۽ عاشق آهي.

هاڻي جڏهن ان جي وصف بيان ڪرڻ کان خود پاڪ روح بہ عاجز آهن، تڏهن يلا عقل کي ان جي سمجهڻ جي ڪهڙي طاقت؟ عقل ۽ روح واقعي پريشان ۽ حيران آهن ۽ ٻنهي اکين هوندي بہ انڌا ۽ بي نور آهن. نہ ڪنهن ڏاهي ئي ان جو ڪمال ڏٺو ۽ نہ وري ڪنهن بينائي ان جو جمال پسيو. سندس ڪمال جي ادراڪ ۾ دنيا کي ڪا واٽ ئي نہ هٿ آئي ۽ نہ وري ڏاهپ (عقل) ۽ بينائيءَ کي، (جي ان در پئي رهيا) ڪو پروئي پيو.

جيڪڏهن تون (ان جي) جمال ۽ ڪمال کي ادراڪ ڪرڻ لاءِ، ڪٺي ساري مخلوق ڪني بہ ڪرين، تہ بہ ان جو سجو غور ۽ فڪر هڪ مٺ خيال برابر آهي. هر خيال هن راهہ کي ڪيئن طئي ڪري هڪ مٺ خيال برابر آهي. هر خيال هن راهہ کي ڪيئن طئہ ڪري سگهي ٿو؟ تون مڇيءَ کان چنڊ کي ڪيئن ٿو پڪڙي سگهين؟ (يعني تہ تون بلڪل هيناهينءَ ۾ پيو آهين، سو ان بلنديءَ کي ڪيئن ٿو پهچي سگهين؟). هن هنڌ هزارين مٿا هڪ ڪينهوڙي مثل آهن ۽ هتي شور ۽

غل ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه آهي ئي ڪونه. گهٽائي بحر ۽ بر هن رستي ۾ حائل آهن ۽ تنهنجو هي گمان تہ رستو ڇوٽو آهي بلڪل بيجا آهي. هن رستي کي طئہ ڪرڻ لاءِ نهايت دلير دل هئڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ هڪ تہ رستو ڏکيو آهي ۽ ٻيو تہ اڳيان سمنڊ گهڻو اونهو ۽ گوڙيلو (موجزن) آهي. مناسب آهي تہ اسين اوڏانهن حيرانيءَ ۽ سرگردانيءَ جي حالت ۾ وڃون، ۽ ان جي راهہ ۾ روئندا ۽ ڪلندا هلون. جيڪڏهن ان جو ڪو ڏس پتو پئجي ويو تہ بهتر. ٻيءَ حالت ۾ ان بغير حياتي گذارڻ بيشرمي (۽ معيوب) آهي."

اي انسان! تون جيڪڏهن صحيح معنيٰ ۾ عاشق آهين، تہ هيءَ جان قربان ڪر. محبوب ڪانسواءِ هيءَ جان ڪهڙي ڪم جي! هن رستي ۾ غير معمولي جوانمردي درڪار آهي ۽ هن درگاهہ ۾ جان صدقو ڪرڻ جُڳائي. مجاهدن وانگر پنهنجي جان کان هٿ ڌوئڻ گهرجي تہ جيئن ڪارآمد سپاهي سڏجي سگهجي. محبوب ڪانسواءِ هن جان جو ڪو ملهہ ئي ڪونهي، تنهن ڪري بهادرن جيان پنهنجي پياري جان قربان ڪر. سچ پچ جي تون بهادرن جيان پنهنجي جان قربان ڪندين تہ ياد رک تہ تنهنجو محبوب بہ تنهنجي مٿان گهور ويندو ۽ جڏهن تون پنهنجي جان محبوب تان فدا ڪندين، تڏهن پوءِ ڪيتريون ئي جانيون توکي ان جي موٽ ۾ ملي وينديون.

## سيمرغ جي خبر جي پڌرائي

هاڻي مان توهان کي پنهنجي بادشاهہ سيمرغ بابت ڪجهہ مثال طور ٻڌايان ٿو. هيءَ هڪ عجيب ڳالهہ آهي، جنهن کي ڪَن لائي ٻڌو:

هڪ دفعي جڏهن شروع شروع ۾، سيمرغ آڌيءَ رات جو چين ملڪ مٿان پرواز ڪري رهيو هو تڏهن اوچتو سندس پَرن مان هڪ پَر ڪري پيو، جنهن سڀني هن ملڪ ۾ شور ۽ غل مچي ويو. هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي خيال موجب ان (پر) جو نقشو چٽيو جنهن ڪنهن ان کي ڏٺو تنهن ان جو الڳ الڳ خاڪو ورتو. هي پر اڃا تائين چين جي عجائب خاني ۾ موجود آهي. اهو ئي تہ سبب آهي جو حديث شريف ۾ آيل آهي تہ "علم جي تلاش ڪريو پوءِ کڻي اهو (پري) چين ۾ ڇو نہ

هجي.“ جيڪڏهن ان پر جو نقش ظاهر نہ ٿئي ها تہ هي سارو هل هنگامو جهان ۾ هجي ئي نہ ها. سڀيئي جانيون ان جي پر جو نقش آهن. ان جي وصف جو نہ منڍ آهي نہ ڇيڙو. مناسب ائين آهي تہ زياده ڳالهہ ٻولهہ نہ ڪريون ۽ مقصد جي ڪڍ پئون. اوهان مان جيڪي همت پريا ٻلوان آهن. سي هن رستي تي هلڻ جي تياري ڪن ۽ پنهنجا قدم ان تي رکن.

هد هد جي هن دلپذير تقرير مٿن ڏاڍو اثر ڪيو ايتريقدر جو هو سڀيئي پنهنجي بادشاهہ کي ڏسڻ لاءِ بيقرار ٿي پيا. انهيءَ جي شوق سندن دلين کي ڦٿي وڌو ۽ انهن مان هر هڪ انتهائي بي صبريءَ جو مظاهرو ڪرڻ لڳو. رستي تي هلڻ جو پڪو پهہ ڪري اڳتي وڌيا. ان جا عاشق ۽ پنهنجين جانين جا ويري ٿي پيا. پر ڇاڪاڻ تہ سندن بادشاهہ سيمرغ ڏانهن ويندڙ رستو ڏورانهون ۽ ڏور ۽ تڪليف سان ڀرپور هو. تنهن ڪري هرهڪ اوڏانهن وڃڻ کان دل هٽڻ ۽ تڪليف محسوس ڪرڻ لڳو جيتوڻيڪ رستي طئي ڪرڻ جي قابليت تہ سڀني ۾ هئي، مگر تنهن هوندي بہ هرهڪ جدا جدا (ڪو نہ ڪو) عذر پيش ڪرڻ لڳو.

اي انسان! تون پنهنجي جان کي جلاءِ ۽ اندر جي پڪيءَ کي انهيءَ ڪم ۾ لاءِ. تہ جيئن الله تعاليٰ توکي سچي ۽ دائمي خوشي عطا ڪري.

## پکين جا عذر پيش ڪرڻ ۽ هد هد جا جواب ڏيڻ

### بلبل جو عذر

اول اول عاشق بلبل آئي: جا پنهنجي ڪمال ۽ عشق ۾ مدهوش هئي،، ۽ جنهن جي هر آواز ۾ هڪ خاص معنيٰ رکيل هئي، ۽ هر معنيٰ اندر رازن جو جهان ڀريل (سمايل) هو. معنائن جي رازن متعلق نعرو ٿي هنيائين ۽ پنهنجي ڪلام سان سڀني پکين جون زبانون بند ٿي ڪيائين. اٿي چوڻ لڳي تہ مون تي عشق جا اسرار ختم ٿيا. مان ساري رات عشق جي ڳالهہ پئي اوريان. هتي حضرت دائود عليه السلام مثل ڪو تجربيڪار ۽ جاڻو ڪو نہ آهي تہ جيئن عشق جو زبور مان ان کي ڪولي ٻڌايان. بينسري جو آواز خود منهنجي گفتار آهي ۽ چنگ جو باريڪ سر بہ منهنجي ئي بيقراريءَ جي فرياد کان آهي. باغ ۽ باغيچا

بہ منهنجي ڪري ئي شور ۽ غل سان ڀريل آهن. ۽ عاشقن جي دلين ۾ جوش ۽ تاب بہ مون ئي پيدا ڪيو آهي، مان هر گهڙيءَ نئين لات لنوان ٿي، ۽ هر پلڪ نئون ۽ نرالو آواز ۽ سر ڪڍان ٿي. جڏهن عشق مون تي غلبو پائي ٿو تڏهن درياءَ مثل منهنجي دل ڇوليون هڻي ٿي. جنهن بہ منهنجي جوش ڪي ڏٺو سو پاڻ کي جهلي نہ سگهيو ۽ اختيار سندس هٿان ويندو رهيو. ٻڌندڙ جيتوڻيڪ هوشيار بہ هو مگر تنهن هوندي بہ بيتاب ۽ مست ٿي پيو. جڏهن سارو سال اهڙو ڪو نہ ٿي ڏسان، جنهن سان پنهنجو راز سليان، تڏهن ماٺ ٿي رهان ۽ ڪنهن کي بہ پنهنجو منجهہ نہ ٿي ڏيان. وري جڏهن منهنجو محبوب بهار پنهنجي مشڪ جي خوشبوءِ سان دنيا کي معطر ڪندو ۽ پريندو آهي، تڏهن مان خوشيءَ وچان ان سان مشغول ٿي وڃان ٿي ۽ پنهنجون مشڪلاتون سندس روبرو حل ڪريان ٿي. هو جڏهن وري گم ٿي ويندو آهي، تڏهن هيءَ شوريده بلبل (يعني مان) بہ گهٽ ٻوليندي آهي. اهو ئي تہ سبب آهي جو دنيا ۾ منهنجي راز کان ڪو بہ واقف ٿي نٿو سگهي. ها، بلبل (منهنجي) جي راز کي گل خوب ڄاڻي ٿو. مان گل جي عشق ۾ ايترو تہ گرفتار ۽ گم آهيان، جو پنهنجي وجود جي ئي ڪا ڪل ڪانهيم. گل جي عشق جو سودا مون لاءِ (منهنجي سر ۾) ڪافي آهي، ۽ منهنجو مطلوب خوشنما گل منهنجي لاءِ بس آهي. ويچاري بلبل سيمرغ جو تاب ڪٿي ٿي جهلي سگهي؟ انَ لاءِ گل جو عشق ئي گهڻو آهي. ڀلا جڏهن منهنجي محبوب ۾ سوين (سئو) پن آهن، تڏهن منهنجي سامان جي ڪا ڪمي؟ گل جڏهن هڪ محبوب وانگر ظاهر ٿيندو (مکڙيءَ کان ٻاهر ڪرندو) آهي، تڏهن اهو خوشيءَ کان منهنجي اڳيان مشڪندو آهي. سچ پچ جڏهن هو پردي (مکڙي) جي اندران نڪري ٻاهر ايندو آهي، تڏهن منهنجي منهن کي ڏسي مشڪي پوندو آهي. تون پاڻ ڄاڻ تہ بلبل هڪ رات (لاءِ) بہ اهڙي مشڪندڙ لب جي عشق کان ڪٿي ٿي صبر ڪري سگهي! ٻيلي مون کان هي ڪشالا ڪڍيا ڪو نہ ٿيندا. سيمرغ تائين پهچڻ مون نبل ۽ هيڻيءَ جو ڪم نہ آهي. مان گل ۾ ئي فنا آهيان ۽ ٻيو ڪجهہ نہ ٿي ڄاڻان:

## هد هد جو بلبل کي جواب

اڙي ظاهري صورت ۾ اڙيل بلبل! هن کان زياده عشق ۾ ناز ۽ فخر نہ ڪر. ڏسين نٿي تہ گل جي ڇهري تنهنجي اڳيان ڪيترا نہ اکيچار ڪندا وڃايا آهن ۽ پنهنجو ڪم سڀئون ڪري، تنهنجو ڪم اونڌو ڪيو اٿس. گل ڪيترو بہ حسين ۽ جميل ڇو نہ هجي، مگر ان جو هي حسن ۽ جمال هڪ هفتي جو مهمان آهي (۽ پوءِ ويندو رهندو). ياد رک تہ ان شيءِ جو عشق زوال پذير آهي، تنهن کان ڪاملن کي رنج ۽ ملال رسي ٿو. گل جي ڪلمڪ ڪيترو بہ ڪٽي توکي پاڻ ڏانهن ڇڪي، مگر تڏهن بہ اها سدائين توکي ڏکن ۽ دردن ۾ رکندي (روج ۽ راڙي ۾ مبتلا ڪندي). گل کي ڇڏي ڏي، ڇا لاءِ جو هو هر نوبهار ۾ توتي کِلي (ٺٺولي ڪري) ٿو مگر تون بيشرم آهين ۽ سمجهين نٿي. جيڪڏهن توکي اکين ۾ واقعي شرم هجي ها تہ ان ڏانهن ڪاوڙ ۽ غصي ڪانسواءِ نہ نهارين ها، مگر تو وانگر جو بيشرم هوندو، تنهن کي ان ڳالهہ جو ڪٿي لحاظ ٿيندو. تنهن ڪري توکي لائق آهي تہ تون بي بقا شيءِ کي ترڪ ڪري لازوال عشق جي طالب ٿين. اجهو مان توکي هڪ ڪهاڻي ٻڌايان ٿو جنهن کي تون خيال ڏيئي ٻڌ ۽ هنئين سان هنداءِ!

## ڪهاڻي

هڪڙي بادشاهہ کي هڪ چنڊ جهڙي ڌيءَ هئي، جا دل سان چاهيندڙ عاشقن سان پريل دنيا رکندي هئي. (ساري دنيا مٿس مست هئي). ان جي نيم خواب اک، سدائين مست رهندي هئي، تنهنڪري فتنو تہ هميشه بيدار هوندو هو (يعني هر وقت فتنو برپا هو). سندس ڳل ڪافور جيان سفيد، ۽ سندس وار مشڪ مثل ڪارا هئا ۽ ان جي چپن کان نهايت چمڪيدار لعل جا چپ بہ خشڪ هئا. (سرخ شراب سان تر ٿيل چپن جي ڪري لعل پٿر بہ خشڪ يعني شرمسار هو). جيڪڏهن ان جي جمال جو ڪو ذرو ظاهر ٿي پوي ها تہ عقل بہ پنهنجي بي عقلي کان بدنام هجي ها ۽ جيڪڏهن ڪنڊ ان جي چپن جي ذائقي کي سڃاڻي ها تہ شرم کان ڳري وڃي ها.

اتفاق سان وات تي هڪ فقير جي نظر ان چمڪندڙ چنڊ تي

پئجي ويئي. هن غريب کي هٿ ۾ فقط هڪ ماني هئي. جنهن تي ٻوڙ به پيل ڪونه هو (يعني ڏاڍو مسڪين هو). جڏهن سندس نظر ان چنڊ جي منهن تي پئي، تڏهن ماني سندس هٿ مان ڪِري وڃي پَٽ تي پئي ۽ هوءَ سندس اڳيان باهه جيان مٿس مشڪندي ۽ کلندي هلي ويئي. فقير جڏهن ان کي (پاڻ تي) ائين کلندو ڏٺو. تڏهن پاڻ پنهنجي خون ۾ غرق ٿي ويو. ويچارو فقط اڌ ماني ۽ اڌ جان جو مالڪ هو (گهڻو ڪمزور هو) ۽ انهن ٻنهي کان هڪڙيءَ گهڙيءَ ۾ پاڪ (خالي) ٿي ويو. نه رات جو آرام هوس ۽ نه ڏينهن جو سڪون. روح ۾ اندر جي سوز کان ٻڙڪ به ٻاهر نٿي ڪڍيائين. جڏهن انهيءَ شهزادي جو مشڪڻ ياد ڪندو هو. تڏهن بهار جي ڪڪر جيان اکين مان نار وهائيندو هو. مطلب ته غريب ستن سالن تائين ان جي عشق ۾ ڦيٿون کائيندو رهيو ۽ انهيءَ جي گهٽيءَ ۾ ڪتن سان گڏ گذر ڪندو رهيو. عشق آهي مشڪ سو پلا ڪٿي ٿو لڪي. نينگريءَ جي سيني ٻانهين ۽ غلامن کي انهيءَ ڳالهه جيْ خبر پئجي ويئي، جن گڏجي هي اردو ڪيو ته انهيءَ فقير جي سر کي شمع وانگر ڪاٽي ڇڏجي. رحمدل نينگريءَ ڳجهه ڳوهه ۾ ان کي پاڻ وٽ گهرائي سمجهايو: تو جهڙي بينوا جو مون جهڙي شهزاديءَ سان ڪيئن ٿو ميلاپ ٿي سگهي؟ تون هي خيال ڇڏي ڏي. منهنجا خادم توکي ختم ڪرڻ گهرن ٿا. لهذا پجي جان ڇڏاءِ ۽ منهنجي در تي وڌيڪ نه ترس ۽ بس هليو وڃ. فقير جواب ۾ عرض ڪيو ته مان ته انهيءَ ڏينهن کان ئي پنهنجي جان تان هٿ ڌوئي ڇڏيو آهي، جنهن ڏينهن کان توکي ڏٺسي موهجي پيس. مون جهڙي بيقرار (۽ پريشان حال) جون هزار جانيون تو تان هر وقت قربان. جڏهن مونکي تنهنجا غلام بي گناهه قتل ڪندا، تڏهن مهرباني ڪري منهنجي هڪڙي سوال جو جواب ته ڏي جنهن وقت تو منهنجو سر رائگان قلم پئي ڪيو. تنهن وقت ڪهڙيءَ ڳالهه سببان تون مون تي پي کلين؟ نينگري وراڻي ڏني: مون توکي نهايت ئي بي سمجهه ۽ نادان ڏٺو ۽ انهيءَ ڪري ئي توتي پي کليس. تو تي کلڻ (ٺٺول ڪرڻ) روا آهي. ليڪن تنهنجي روبرو کلڻ (محبت جو اظهار ڪرڻ) صحيح نه آهي. ائين چئي هوءَ دونهي مثل سندس آڏو ويندي رهي ۽ جو ڪجهه هو سو حقيقت ۾ ڪجهه به نه هو.

## طوطيءَ جو عذر

ان ڪانپوءِ طوطيءَ پنهنجي سونهري طوق، ۽ پنهنجي مني وات ۽ زردي مائل لباس ۾ ملبوس ٿي ٻاهر آئي. سندس دٻدٻي ۽ شان اڳيان باز به هڪ مڇر مثل هو ۽ هر طرف ساوڪ ئي ساوڪ ڇانئجي ويئي هئي. پنهنجي گفتگو ۾ مٺا ٻول ٻوليندي ۽ خوشي ۽ لذت وچان پرهه ڦٽي ڏيڪاريندي اچي چوڻ لڳي: ڏسو مون جهڙيءَ لاءِ هر پٿر دل، ڪس ۽ ناڪس لوهي پڃرو بنائي ٿو جنهن قيد خاني ۾ مان گهڙي ويئي آهيان ۽ آبِ حيات جي آرزوءَ ۾ ٻري ويئي آهيان. پکين جي مان خضر آهيان ۽ انهيءَ ڪري ئي سبزپوش آهيان ته جيئن آبحيات پي سگهان. سيمرغ جي پَرَ جو تاب مان ڪٿي ٿي جهلي سگهان! مون لاءِ آبِ حيات جي چشمي جو هڪ ڍڪ ئي ڪافي آهي. آبِ حيات جي راهه ۾ مون مستن جيان جان ڏني آهي (سر رکيو آهي) ۽ انهيءَ ئي جي ڳولا ۾ هر جڳهه وڃان ٿي. ڇاڪاڻ ته منهنجي وجود کي آبِ حيات سان نسبت آهي (منهنجو وجود آبحيات سببان آهي). انهيءَ ڪري عبادت ۾ مون کي بادشاهي حاصل آهي.

## هد هد جو جواب

اي حقيقي دولت کان محروم طوطي، جوانمرد اهو هرگز نه آهي، جو محبوب مٿان قربان نه وڃي ۽ سر جو سانگو ڪري. تنهنجي جان تڏهن ئي ڪارآمد ٿيندي، جڏهن ڪا ساعت دوست جي (ملڻ جي) قابل ٿيندي. تون پنهنجي جان (جي دوستيءَ) لاءِ آبِ حيات چاهين ٿي، سچ پچ تو ۾ مغز نه آهي، پر کل آهي (بي عقل آهين). جڏهن تون پنهنجي جان محبوب مٿان قربان ڪندينءَ، تڏهن ئي تون صحيح معنيٰ ۾ عاشق سڏبينءَ، ۽ محبوب جي راهه ۾ جوانمردن جيان جان گهوربندڙن مان ٿيندينءَ. سڪندر ڪيترين نه تڪليفون ۽ مشڪلاتون برداشت ڪيون، مگر تنهن هوندي به هو آب حيات جي شوق ۾ مري ويو. جيڪڏهن سختيءَ سهڻ ۾ تون مون وانگر تيڻ چاهين ٿي، ته پوءِ توکي پنهنجي جان سان هن راهه ۾ ڪيڏڻ گهرجي. بيجا خواهش ۽ حرص کي ڇڏي ڏي ته جيئن ڪنهن جي (هٿ جي) محتاج نه ٿين، جڏهن ڏسين

ٿي تہ ان جي تلاش تولاءِ لازمي ۽ ضروري آهي، تڏهن پوءِ دنيا ۾ تو جهڙي ٻي ڪا ذليل ڪانهي. تنهنجي عمر اَجائي گذري ويئي ۽ تنهنجي زندگيءَ جو قافلو پيچيدگين ۾ اڙجي ويو. ڏاهي ٿي، ڪو سبق سک ۽ هي ڳالهہ ٻڌ:

## هڪ ديواني جي ڳالهہ

هڪڙي وڏي مرتبي واري ديواني کي حضرت خضر عليه السلام چيو تہ: هيءُ مناسب آهي: تون منهنجو يار ٿي رهين. ان جواب ۾ چيو تہ: سائين منهنجو ڪم تو کان ٿي نہ سگهندو. تو ڪافي عرصي تائين آبِ حيات پيتو آهي تہ جيئن گهڻي عمر ماڻين. منهنجي حالت وري ان جي بالڪل برعڪس آهي. مان تہ چاهيان ٿو تہ جان کان جدا هجان، ڇالاءِ جو محبوب بغير، جان جو ڪو فائدو؟ تون جان جي حفاظت ۾ لڳل آهين ۽ مان پنهنجي جان کان ئي تنگ. بهتر ائين آهي تہ جيئن پکي ڦندي کان پري رهن ٿا، تيئن اسين بہ هڪ ٻئي کان پري رهون.

## مور جو عذر

ان بعد خوبصورت مور آيو جنهن جي هر هڪ پَرَ تي سوَ نہ بلڪ هزار نقش هئا ۽ جنهن ڪنوار وانگر پنهنجو جلوو پئي ڏيکاريو. چوڻ لڳو: جنهن وقت غيبي نقاش منهنجو نقش پئي ورتو، تنهن وقت سندس هٿن جون آڱريون وڏجي ويون. مان جيتوڻيڪ پکين جو جبرائيل آهيان، ليڪن تقدير جي طرفان مون کي هڪ برو واقعو پيش آيو. ڳالهہ هيءَ آهي تہ انهيءَ يار (نانگ) جي سنگت مون کي خون ۾ اُڇلايو ۽ عدن بهشت مان ڪڍي، ٻاهر ڦٽو ڪيو. اتفاق سان هو (ڪمينو) منهنجو يار بڻجي ويو، تان جو مان اتان تڙجي ٻاهر (آيس ۽ ) اچي خواريءَ ۾ پيس. هاڻي جڏهن قدرت منهنجي جلوي جي جڳهہ بدلائي، تڏهن منهنجو ئي پير مون لاءِ قيد بڻجي ويو. ارادو تہ هي اٿم تہ ڪو رهبر رهنمائي ڪري، هن اونداهيءَ مان ڪڍي آڻي بهشت پهچائي. مان اهو تہ پکي نہ آهيان (مون ۾ ايتري قابليت نہ آهي) جو اڪيلي سر بادشاهہ تائين پهچي وڃان. مون لاءِ تہ دربان تائين پهچڻ ئي ڪافي

آهي. پلا ٻڌاءِ تہ سيمرغ کي منهنجي ڪهڙي پرواهہ ؟ مون لاءِ تہ يار! فردوس اعلي آرام گاهہ بس آهي. دنيا ۾ جيڪڏهن ڪا تمنا اٿم تہ اها تہ وري موتي بهشت وڃان (دنيا ۾ هن ڪانسواءِ ٻيو ڪو ڪم نہ اٿم تہ بهشت وري مون کي جاءِ ڏئي).

## هد هد جو جواب

اڙي مور! ٻيلي تون رستي کان گهڻو گمراهہ آهين. جنهن شخص کي بادشاهہ جي گهر جي گهرج آهي، تنهن کي جڳائي تہ ان جي ويجهو وڃي، ڇالاءِ جو بادشاهہ جو گهر ان بهشت کان گهڻو ڀلو آهي. نفس جو گهر تہ هڪ حوس سان ڀريل بهشت آهي (بهشت جي تمنا بہ هڪ نفسانيت آهي) ۽ دل جو گهر صِدق ۽ سچائي جي جاءِ آهي، تنهن ڪري تون نفس پرستي ڇڏي، سچائيءَ جي راهہ اختيار ڪر. حضرت حق هڪ وڏو بادشاهہ آهي، جنهن جي مقابلي ۾ بهشت هڪ ننڍو ڦڙو آهي، جنهن وٽ درياءَ آهي، تنهن جي آڏو هڪ ڦڙي جي ڪهڙي وقعت؟ جو ڪجهہ درياءَ کان سواءِ آهي، اهو سڀ خام خيال ۽ سودا آهي. جڏهن دريا تائين رسائي ٿي سگهي ٿي، تڏهن پوءِ ماڪ طرف ڇو ڊوڙجي؟ (درياءَ کي ڇڏي هڪڙي قطري جو پوئلڳ ٿيڻ ڪيتري نہ حماقت آهي). پلا جو ماڻهو پنهنجو راز خود سج سان سلي سگهي ٿو سو هڪ ذري سان ڪيئن گذر ڪندو؟ اهو جو ڪُل ٿيو تنهنجو جز سان ڪهڙو واسطو؟ ۽ اهو جو جان ٿيو تنهنجو عضوي سان ڪهڙو تعلق؟ جيڪڏهن تون ڪامل شخص آهين تہ ڪل کي ڏس، ڪل جي طلب ڪر، ڪل رهہ ۽ ڪل ٿي ۽ ڪل اختيار ڪر. هاڻي مان نصيحت خاطر توکي هڪ آکاڻي ٻڌايان ٿو.

## استاد ۽ شاگرد جي آکاڻي

هڪ دفعي ڪنهن شاگرد پنهنجي استاد کان سوال پڇيو تہ، حضرت آدم عليہ السلام بهشت کان ٻاهر ڇو تڙيو (ڪڍيو) ويو. استاد ٻڌايس تہ حضرت آدم عليہ السلام وڏي شان وارو هو ۽ جڏهن بهشت ۾ داخل ٿيو (سر جهڪايو) تڏهن هڪڙو غيبي آواز آيس تہ خبردار توکي

بهشت هر طرح سان بند ڪيو (ڦاسائي ڇڏيو) آهي. ۽ جو شخص هنن ٻنهي جهانن ۾ اسان کانسواءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ آڏو سر جهڪائيندو سو اسان جي نزديڪ ڪمينو ۽ هيچ هوندو. اسان ان جو صفايو ڪري ڇڏينداسون. پوءِ ڪٿي هو ڪهڙو به ڊنگ ڇو نه هجي. ڇالاءِ جو دوست کان سواءِ ڪنهن ٻئي وٽ هٿ ٽنگڻ روا نه آهي. محبوب جي اڳيان هزار جانيون ڇا آهن؟ ان بغير هيءَ جان ڪهڙي ڪم جي؟ جو ڪوئي حقيقي محبوب کي ڇڏي ڪنهن ٻيءَ شيءَ طرف لاڙو ڪندو ۽ ساڻس لنوَ لائيندو ته اهو رسوا ۽ برباد ڪيو ويندو. پوءِ ڪٿي حضرت آدم عليه السلام ئي ڇو نه هجي؟ ڇا توکي هيءَ سڌ نه آهي ته بهشت وارن جي حق ۾ هيءَ خبر آئي آهي ته ٻهرين شيءِ جا انهن کي (کائڻ ڪاڻ) ڏني ويندي سا جگر هوندو. ڇاڪاڻ ته اهل جنت راز جا لائق نه هئا (هوندا). تنهن ڪري هو نئين سر جگر کائڻ شروع ڪندا.

## بدڪ جو عذر

بدڪ نهايت صفائيءَ ۽ پاڪائيءَ سان اچي اجري ٿي. سفيد (بهترين) لباس پهري. پاڻيءَ کان ٻاهر آئي ۽ مجمعي اندر اچي چوڻ لڳي ته. ياڻيان ٿي ته ٻنهي جهانن ۾ مون کان زياده پاڪيزه ۽ شان وارو بيو ڪونهي. مان هر گهڙيءَ تازو غسل ڪريان ٿي ۽ پنهنجو مصلو پاڻيءَ تي وڇايان ٿي. مون وانگر ڪو به پاڻيءَ تي بيهي نٿو سگهي. منهنجي ڪرامتن ۾ اجابه ڪو شڪ؟ مان پنهنجي پاڪائيءَ سبب پکين ۾ زاهد (شمار) آهيان. ۽ منهنجو ڪپڙو ۽ جان هميشه پاڪ رهن ٿا. پاڻيءَ بغير هن دنيا ۾ رهي نٿي سگهان. جو منهنجو اصلي وطن پاڻي ئي رهيو آهي. مان جيتوڻيڪ پنهنجي دل ۾ ساري دنيا جو غم رکان ٿي. مگر تنهن هوندي به ان کي دل تان ڌوئي ڇڏيو اٿم. ڇالاءِ جو پاڻي مون وٽ هر وقت موجود آهي. منهنجي ندي پاڻيءَ سان هميشه ڀري رهي ٿي. سو خشڪيءَ ۾ پنهنجو ڪم ڀلا ڪيئن ڪري سگهنديس؟ جڏهن منهنجو ڪم ئي پاڻيءَ سان آهي. تڏهن پوءِ ان کان ڪناره ڪشي ڪرڻ سراسر ناداني آهي. ڏسو نٿا ته دنيا ۾ سڀ شيءِ جو جياپو پاڻي (سبب) آهي. پوءِ پاڻيءَ کان مان ڪيئن هٿ ڌوئان؟ جيڪڏهن

مان سيمرغ تائين پهچي نٿي سگهان تہ پوءِ اهو ڪو ضروري ڪونهي تہ مان ان خاطر وٽان واديون طئہ ڪندي؟ جنهنجو ڪامل قبلو پاڻي آهي، اهو سيمرغ وٽ پنهنجي مراد ڪٿي ٿو ماڻي سگهي؟ پلا جنهن جي جان کي هڪ چڻنگ ئي جلائي ٿي ڇڏي، سا باهہ جي درياءَ مان (جو سيمرغ جي راهہ ۾ واقع آهي) ڪٿي ٿي لنگهي سگهي؟

## هد هد جو جواب

اڙي ڳهيلي بدڪ. تون تہ پاڻيءَ ۾ ئي مگن آهين. مگر پاڻي تہ تنهنجي چوڌاري ٽپي رهيو آهي ۽ تنهنجي خوبي تہ ان اندر زائل ٿي ويئي آهي ۽ ان جي هڪڙي قطري ئي تنهنجي رونق مٽائي ڇڏي آهي، پاڻي تہ ان شخص لاءِ آهي، جنهن جو منهن ميرو آهي. تو جيڪڏهن اڃان بہ پنهنجو منهن نہ ڌوتو آهي تہ پوءِ پاڻيءَ جي تلاش ڪر. آخر ڪيترو وقت صاف پاڻيءَ جيان هر گندي جو منهن ڏسندي رهندينءَ؟ چڱو هيءَ ڳالهہ جا مان سلي رهيو آهيان، تنهن کي ڌيان ڏيئي ٻڌ.

## هڪ ديواني جي ڳالهہ

هڪڙي ماڻهوءَ، هڪ ديواني کان پڇيو: هي ٻئي جهان پنهنجي هيٺرن سارن خيالن سان آخر آهن ڪهڙي شيءِ؟ هن جواب ۾ چيو: هي ٻئي جهان، مٿاهون ۽ هيٺاهون، هڪ پاڻيءَ جو ڦڙو آهن ۽ بس. شروعات ۾ بہ هيءُ سڀ پاڻيءَ جو ڦڙو هو (جو ظاهر ٿيو) ۽ هاڻي بہ هن سنسار ۾ هي سمورو نقش ونگار بہ محض اهو هڪ ڦڙو آهي ۽ نہ وڌيڪ ڪا ٻي شيءِ مگر قابل غور ڳالهہ هيءَ آهي تہ هر اها بنا (جاءِ) جا پاڻيءَ تي ڪڙي (ٺاهي) ڪئي ويندي سا لازمن برباد ٿيندي، پوءِ ڪٽي اها لوهي ئي ڇو نہ هجي. لوهہ کان تہ ڪا بہ شيءِ زياده مضبوط ڪانهي، مگر اهو بہ پاڻيءَ اندر فنا ٿي وڃي ٿو. جنهن شيءِ جو بنياد پاڻيءَ تي هوندو سا هڪ خواب مثل آهي، پوءِ پلي ساري لوهي ئي ڇو نہ هجي. پاڻيءَ کي تہ جيئن معلوم آهي تہ ڪو جٽاءُ يا پائداري آهيئي ڪا نہ. تنهن ڪري ڪو بہ بنياد مٿس مستحڪم ٿي (بيهي) نہ ٿو سگهي، مگر افسوس جو ماڻهو هن حقيقت کي سمجهن ئي ڪو نہ ٿا.

## چڪور جو عذر

چڪور کي بہ صبر نہ آيو سو بہ سرڪشيءَ ۽ سرمستيءَ ۾ خوشيءَ وچان ٽلندو، پنهنجي ڪاڻ کان ٻاهر آيو. سندس ڇهنب ڳاڙهي، پوشاڪ ڳارڙهي ۽ اکيون خون کان جوش زن هيون. ڪنهن مهل پهاڙ جي چوٽين تي پئي اڏاٽو تہ ڪنهن مهل انهن جي چوڏاري ڦيريون پئي ڪاڏائين. اچڻ سان چوڻ لڳو: مان ڪاٽين اندر گهٽو گهميو آهيان ۽ ڪيترن ئي موتين مٿان پهتو آهيان. جبلن جي وچ ۾ چوٽيءَ تي رهائش ڪئي اٿم. ۽ جيترو ٿي سگهيم تيترو موتين جي پئي حفاظت ڪيم. موتيءَ جي عشق منهنجي دل ۾ باهہ لڳائي ڇڏي آهي ۽ سچ پچ تہ منهنجي لاءِ هيءَ باهہ نهايت ئي سنو ڦل آهي(ان کان وڌيڪ مون کي ڪجھ بہ نہ گهرجي). انهيءَ جي گرمي جڏهن پنهنجو ڳاٽ اوچو ڪري ٿي، تڏهن پٿرين کي منهنجي دل ۾ خون بنائي ڇڏي ٿي. هيءُ ان جو ڪهڙو نہ عجيب اثر آهي جو پٿر بہ بنا دير خون بڻجيو وڃي. مان پٿر ۽ باهہ جي وچ ۾ پيو آهيان، بيڪار هڪ طرف تہ پريشان بئي طرف. گرمي ۽ تپش ۾ پٿريون ڪائي دل (کي) باهہ سان پريان ٿو![1]

اي منهنجا ساٿيو توهان پنهنجون اکيون بہ تہ کوليو ۽ منهنجي ڪاڏي ۽ آرام (ننڊ) کي بہ تہ ڏسو سڄو وقت پٿرن تي پيو آهيان، ۽ پٿر ئي ڪائيندو رهان ٿو مون سان جنگ (جهيڙو) ڪرڻ اجائي آهي. موتين جي عشق مون کي پهاڙ سان سلهاڙي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ ڪري ئي منهنجي دل زخمن سان چور چور آهي. جو شخص موتين کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ سان پيار رکي ٿو تنهنجي سلطنت جلدي وينديهلي. باقي موتين جي بادشاهي تہ سدائين پائيدار آهي، جو ان جي جان هر وقت پهاڙ سان ڳنڍيل آهي (رهي ٿي). مان پهاڙن جي ڪسوٽي آهيان ۽ موتين جي ڳولا ۾ هميشہ سرگردان. گهڙي پلڪ بہ ان جي چوٽين بغير رهي نٿو سگهان. اتي هميشہ موتي رهن ٿا. تنهن ڪري مان انهن جي تلاش ۾ لڳو رهان ٿو.

حقيقت هيءَ آهي تہ مون موتيءَ مثل ڪو جوهر ڏٺو ئي ڪونهي ۽

---

[1] چڪور جو کاڌو پٿريون ۽ مٽي آهي.

نہ وري موتيءَ کان زياده قيمتي ڪنهن ٻئي جوهر کي ڏٺو اٿم. سيمرغ جو رستو ڏاڍو ڏکيو آهي، هوڏانهن منهنجي حالت هيءَ آهي جو منهنجا پير سدائين پٿر تي پيا آهن تہ موتي اندر ۾. مان اطمينان سان ان کي ڪٿي ٿو پهچي سگهان! جڏهن منهنجو هٿ مٿي تي ۽ پير مٿيءَ ۾ آهن؟ باهہ وانگر پٿر کان منهن هرگز نہ موڙيندس، يا مرندس يا هٿ ۾ موتي آڻيندس. منهنجي لاءِ چڱو آهي تہ (موتي پيدا ڪريان) منهنجا موتي نڪري نروار ٿين. ڇالاءِ جو جنهن وٽ موتي (جوهر) نہ آهن سو آدمي ڪهڙي ڪم جو؟

## هد هد جو جواب

اڙي ڇريا ڇڪور، تنهنجو رنگ برابر جوهر جهڙو خوشنما آهي، ليڪن آخرڪار هي اڻ واجبي عذر ۽ بهاني بازی ڪيستائين؟ منهنجي تہ دعا آهي تہ شال تنهنجي ڇهنب جگر جي خون سان پُر هجي ۽ تون هڪ بي بنياد (بيفائدو) پٿر ٿيو پيو رهين. موتي بہ آخر هڪ رنگ چڙهيل (ملمع ڪيل) پٿر آهي ۽ نہ ڪا ٻي شيءِ. افسوس جو تون پٿر جي عشق ۾ اهڙو ڪنور (سخت) دل ٿيو آهين. جيڪڏهن سندس رنگ لهي وڃي تہ هو ساڳيو پٿر جو پٿر وڃي رهندو. اهو شخص واقعي بي بنياد آهي، جو رنگ جي فڪر ۾ گرفتار آهي. حقيقي شخص نہ رنگ جو طالب آهي ۽ نہ پٿر جو خواهشمند. تون جيڪڏهن ههڙيءَ طرح پٿر ۽ جوهر ۾ اٽڪيو رهندين تہ پوءِ تنهنجو اتان نڪرڻ محال آهي. هاڻي مان توکي هڪ حڪايت ٻڌايان ٿو جنهن ۾ سمجهہ وارن لاءِ سوائي نصيحت آهي.

## حضرت سليمان عليه السلام جي منڊيءَ جي حڪايت

ڪنهن بہ موتيءَ کي اهڙي سرداري حاصل نہ هئي، جهڙي حضرت سليمان عليه السلام کي پنهنجي منڊيءَ سبب هئي. انهيءَ ڪري ئي کيس ايتري عزت حاصل ٿي، حالانڪ اها هئي هڪ رتيءَ جيترو پٿر مس. ان (منڊي) ۾ اها خاصيت رکيل هئي، جو جڏهن بہ حضرت سليمان عليه السلام (اها) پائيندو هو تڏهن ساري دنيا سندس حڪم

آڏو جهڪي پوندي هئي ۽ ان جي ڪري ئي سندس ملڪ ايترو وڏيو ۽ سندس اطاعت هيٺ آيو. حضرت سليمان عليه السلام جو شاميانو به چاليهه فرسنگ هو جنهن کي هوا سندس حڪم سان اُڏائي ڪٺي وينندي هئي. ان ايڏيءَ ساري عظمت جو بنياد به هڪ اڌ رتيءَ پٿر تي هو. مطلب ته هي ساري عظمت ۽ بزرگي کيس ان منڊيءَ سبب مليل هئي، جالاءِ جو منجهس اسم اعظم اُڪريل هو.

حضرت سليمان عليه السلام هي حالت ڏسي چوڻ لڳو: "جڏهن هڪ مالڪ ۽ هي سارو ڪاروبار، هن قدر ننڍي پٿر سبب دائم ۽ قائم آهي تڏهن مان ڇو چاهيان ته (دين ۽ دنيا ۾) ڪو شخص اهڙي ملڪ ۾ ڦاسي. بس پوءِ هٿ ڪٺي چوڻ لڳو: "اي منهنجا مولي! مون عبرت جي اکين سان هن بادشاهيءَ جي آفتن کي ظاهر ظهور ڏٺو آهي. برابر آخرت جي مقابلي ۾ هيءَ گهٽي گهٽ آهي، ته به هن بعد، اي پروردگار! هي بادشاهي ڪڏهن به ڪنهن کي نه ڏج. پنهنجي لشڪر ۽ بادشاهيءَ سان منهنجو هينئر ڪو سروڪار نه رهيو آهي ۽ هاڻي چليون پٽڻ ۽ گودڙين ناهڻ جو ئي ڌنڌو اختيار ڪريان ٿو جو ڏسان ٿو ته منهنجي ڀلائي انهيءَ ۾ آهي".

اها حقيقت آهي ته حضرت سليمان عليه السلام ان موتي سببان ئي شاهه ٿيو ليڪن اهو ساڳيو موتي ئي ته هو جنهن سندس رستي روڪ ڪئي ۽ جنهن ڪري ئي هو باقي پيغمبرن کان پنج سئو سال پوءِ عدن بهشت داخل ٿيندو. (هن ۾ ان حديث ڏانهن اشارو آهي، جنهن ۾ چيل آهي ته غريب، شاهوڪارن کان پنج سئو سال اڳ ۾ بهشت ۾ داخل ٿيندا)![1] ڀلا تون ان ڳالهه تي ته غور ڪري ڏس ته جنهن حضرت سليمان عليه السلام جهڙي پيغمبر سان اهڙو برتاءُ ڪيو سو تو جهڙي نڪمي کي ڪهڙي وقعت ڏيندو؟ جڏهن موتي هڪ پٿر آهي تڏهن خوامخواه پاڻ کي ايتري تڪليف ۾ به نه وجهه ۽ محبوب جي منهن مبارڪ کان سواءِ ٻئي طرف وڃڻ جي نه ڪر.

اڙي موتيءَ جا طالب! (بي سمجهه انسان)، موتيءَ کي خيال مان ئي

---

(1) حضرت سليمان عليه السلام پيغمبر هجڻ سان گڏ هو هڪ دنياوي بادشاهه به هو. جنهنڪري بهشت ۾ ٻين پيغمبرن کان گهڻو پوءِ داخل ٿيندو.

ڪيڏي ڇڏي (موتيءَ جو خيال ڇڏي ڏي). تون هميشه جوهريءَ (موتين جو صانع ۽ مالڪ) جي تلاش ۾ رهه (يعني مخلوق کي ڇڏي خالق جي طرف راغب ٿي) جنهن ۾ ئي تنهنجي دائمي زندگي ۽ لازوال سعادت آهي.

## هما پکيءَ جو عذر

بعد ۾ سايو بخشيندڙ هما ميڙ ۾ آيو. جنهن جو پاڇو بادشاهن لاءِ سرمايو آهي ۽ چاڪاڻ ته هو وڏيءَ همت وارو آهي. تنهن ڪري ئي نهايت مبارڪ ۽ ڀاڳ وارو آهي. هو ڪيس مخاطب ٿي چوڻ لڳو: اي درياءَ ۽ خشڪيءَ جا پکي، ياد رکو مان ٻين وانگر نه آهيان. منهنجي همت گهڻو بلند آهي. تنهن ڪري باقي مخلوق کان مون گوشه نشيني اختيار ڪئي آهي. مون لاءِ بادشاهه (جي هٿ) کان هڪ مليل ڪوني باقي دنيا کان از حد ڪافي آهي. مان پنهنجي نفس جي ڪتي کي ذليل ۽ خوار رکان ٿو. انهيءَ ڪري فريدون ۽ جم کي عزت مون کان نصيب ٿي. سيئي بادشاهه منهنجي (پاڇي جا) پاليل آهن. هر لالچي منهنجي درجي کي ڪئي ٿو رسي سگهي؟ مان پنهنجي نفس جي ڪتي کي هڏا کارائيندو رهان ٿو ۽ انهيءَ ڪري پنهنجي روح کي ان کان امن ۾ رکان ٿو. نفس کي هميشه هڏن کارائڻ سان ئي منهنجي جان هن مرتبي کي پهتي آهي. ڀلا جنهن جي پَر جي پاڇي کان هڪ ادنيٰ شخص بادشاهه ٿئي، تنهن جي حڪم کان منهن ڇو موڙيو وڃي؟ سيني کي ان جي پاڇي هيٺ اچڻ گهرجي ته جيئن ان مان ڪو ذرو ڪين نصيب ٿئي. سيمرغ جهڙو ڏاڍو مڙس منهنجو ساٿي ڪئي ٿو ٿي سگهي! ٻيلي يار، منهنجو ته سڀ ڪم عقلمندي تي مبني آهي (منهنجي عقل جي تقاضا اها آهي ته سيمرغ جي درپيو نه رهان).

## هد هد جو جواب

اڙي دوکي ۾ آيل (غرور جا قيدي) هُما، پاڇي کي پري ڪر ۽ هن کان زياده پاڻ تي فخر نه ڪر. هينئر (هن زماني ۾) تو ۾ ڪنهن کي بادشاه بنائڻ جي طاقت نه رهي آهي، تون پاڻ ڪتي جي طرح هڏن تي ڪريو پيو آهين. هاءِ افسوس! جيڪڏهن تون بادشاهه کي تخت تي

ويهارين ها، ۽ خود کي هڏن کان آزاد ڪرين ها! مون مڃيو ته اڄ دنيا جا سڀيئي بادشاهه تنهنجي پاڇي مان پيدا ٿين ٿا. ليڪن سياڻ (قيامت جي ڏينهن) هو يقينن مصيبتن ۾ گرفتار هوندا ۽ پنهنجي بادشاهيءَ کان ڪنهن عرصي تائين پوئتي پيل رهندا. جيڪڏهن ڪو بادشاهه تنهنجي پاڇي کي نه ڏسي ها ته مان توکي هڪ قصو ٻڌايان، ٿي سگهي ٿو ته. تون ان مان سبق پرائين.

## سلطان محمود جو قصو

هڪڙو شخص جو ڏاڍو ڏاهو، پرهيزگار ۽ نيڪ هو. تنهن هڪ دفعي سلطان محمود (غزنويءَ) کي خواب ۾ ڏٺو. کانئس پڇيائين: اي نيڪ بخت شاهه! تنهنجو هن وقت ڪهڙو حال آهي؟ سلطان جواب ڏنو: ٻيلي، خاموش رهه! منهنجي جان جو خون نه وهاءِ، دم نه هڻ ۽ اٿي! هيءَ بادشاهيءَ جي جڳهه ڪٿي آهي؟ منهنجي بادشاهي محض خود پسنديءَ ۽ هڪ غلط گمان هو. هڪ مٺ خاڪ مان ڇا بادشاهي ڪڙي ٿي سگهي ٿي؟ منهنجي بادشاهيءَ جو درد هڪ وهم ۽ گمان آهي، بادشاهيءَ جو لائق اهو الله تعاليٰ آهي ۽ بس. اهو جو جهانن جو مالڪ آهي، سوئي سلطنت ۽ بادشاهيءَ جو سزاوار آهي. جڏهن مون هتي اچي پنهنجي عاجزي ۽ پريشاني (حيراني) ڏٺي، تڏهن پنهنجي بادشاهيءَ کان ازحد شرم آيم (جو منهنجي بادشاهي هن بادشاهيءَ اڳيان تِڇ آهي). جيڪڏهن تون مون کي سڏڻ چاهين ته پريشان بغير نه سڏينم. صحيح حاڪم اهو ئي آهي، مون کي حاڪم جي نالي سان نه پڪار. سلطنت ويندي رهي ۽ بادشاهيءَ کي هوا اُڏائي ويئي. فقط اهو شخص خوش ۽ سعيد آهي جو هن جهان کان آزاد ٿي مئو.

محمود کي، بندي جي نالي سان سڏ ۽ نه بادشاهه جي نالي سان. وڃ ۽ منهنجا سلام وڃي مسعود کي پهچاءِ ۽ چوينس ته اي منهنجا پٽ، جيڪڏهن تون به ڪا خبر ۽ سمجهه رکين ٿو ته پنهنجي پيءُ جي حال مان ڪو سبق پراءِ. ڪاش، دنيا ۾ جيتري زندگي هئي، محمود اهو سارو وقت ان ۾ ڪورو پڇائيندو رهي ها! ڪهڙو نه چڱو ٿئي ها جيڪڏهن محمود هن جهان اندر ڪوري پڇائڻ ۾ ئي مشغول رهي ها، ته جيئن هو

هن اوڙاهہ (آخرت جي مصيبتن) ۾ ڪرڻ کان بچي پوي ها! سڀ عزت ۽ حڪومت (اصلي عزت ۽ حڪومت جي مقابلي ۾) چند ڪان ويندي مڇيءَ تائين ڪجهہ بہ نہ آهي. بادشاهي انهيءَ لاءِ آهي ۽ مان تہ آرام تڏهن لهان ها، جڏهن خود دنيا ۾ هڪ پينو هجان ها. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي ها جيڪڏهن مان سئو ڪوهن ۾ پيو هجان ها. ڪو رتبو نہ هجيم ها، هڪ بيڪاري هجان ها ۽ نہ بادشاهہ! مون کي تہ ڪا گهڙي بہ ڇوٽڪارو ڪونهي، مون کان هڪ هڪ جَوَ جو حساب گهرن ٿا. شال انهيءَ هما جا پر ۽ ٻُج سڪي ۽ سڙي وڃن. جنهن مون کي پنهنجي پاڇي هيٺ جاءِ ڏني (۽ مان بادشاهہ ٿيس ۽ ان ڪري حساب ڪتاب جي سختيءَ ۾ اچي پيس).[1]

## باز جو عذر

جڏهن هنن پکين پنهنجا عذر ڏيئي پورا ڪيا، تڏهن باز بہ اچي ان ميڙ ۾ داخل ٿيو ۽ حقيقت جا راز کولڻ لڳو. پنهنجي سرداريءَ جي ٻتاڪ ۽ تاجداريءَ تي ڏاڍ هڻندي چوڻ لڳو: سلي بادشاهہ جي هٿ جي شوق (باز اڪثر بادشاهہ جي هٿن ۾ رهندو آهي) ڪري، باقي مخلوق کان اک ٻوٽي ڇڏي آهي ۽ پنهنجي تابعداري ۽ عاجزيءَ ۾ هيءَ اميد رکي آهي تہ منهنجو پير، بادشاهہ جي هٿ تائين پهچي وڃي. مان پاڻ کي ادب جي گهٽي تربيت ڏني آهي ۽ رياضت ڪندڙن وانگر خوب رياضت ڪئي اٿم. ۽ اهو ان ڪري تہ جيڪڏهن ڪنهن ڏينهن تقدير (ڪارڪنان قضا و قدر) مون کي پنهنجي بادشاهہ وٽ آڻي پهچائي، تہ مان ان وقت شاهي خدمت جي رسمن کان پورو واقفڪار هجان. مان سيمرغ کي خواب ۾ ڪيئن ڏسان ۽ ڇو ان طرف اجايو ڊوڙان؟ مون کي پنهنجي بادشاهہ جي هٿ کان هڪ لقمو ئي ڪافي آهي، ۽ هن جهان ۾ هيءَ جاءِ (سندس دربار) ئي بس آهي مون وٽ مسافريءَ جو ذريعو ڪو نہ آهي. انهيءَ ڪري ئي

---

[1] حديث شريف ۾ آيل آهي تہ قيامت ڏينهن، مالدار حساب ڪتاب جي سختي ڏسي چوندا تہ بهتر هو جيڪڏهن دنيا ۾ اسان جو جسم ڪئنچين سان ڪتريو وڃي ها! (يعني تہ نهايت ڏکن ۽ تڪليفن ۾ هجون ها).

بادشاهه جي هٿ تي سربلندي ڪريان ٿو. جو به شخص بادشاهه وٽ لائق ثابت ٿئي ٿو ته پوءِ ان جي هر ڳالهه مڃي وڃي ٿي. مان به جيڪڏهن وٽس لائق بنجي وڃان ته اهو بهتر آهي. جو وتان گمنام واديون لتاڙيندو. برابر مان اها اميد رکان ٿو ته ان جي سامهون سندس مل ۾ خوشيءَ جي زندگي گذاريان. تنهن ڪري ڪڏهن ان جي انتظار ۾ رهان ٿو ۽ ڪڏهن ان جي شوق ۾ شڪار ڪريان ٿو. پلا هاڻي تون ئي ڪٿي ٻڌاءِ هد هد ته هن حالت کي ڏسي ڇڏڻ ۾ به ڪا عقلمندي آهي؟

## هد هد جو جواب

اڙي اٻوجهه باز. تون ته مجاز ۾ اڙيل. حقيقت کان گهڻو دور ۽ صورت ۾ ئي گرفتار آهين. جڪڏهن ملڪ ۾ بادشاهه جو ڪو ثاني هجي ته. پوءِ ان کي بادشاهي ڪٿي ٿي سونهين؟ بادشاهيءَ جي لائق سيمرغ جي بيو ڪو نه آهي. ڇالاءِ جو ان جي بادشاهيءَ جو ڪو نِرُ ئي ڪونهي. اهو شخص بادشاهه نٿو بڻجي. ڪنهن (هر) ملڪ ۾ ڪنهن حقيقت (سمجهه) کان سواءِ ئي پنهنجو پاڻ کي ڪٿي ٿو بادشاهه بڻائي. بادشاهه ته اهو ٿئي ٿو جنهن جو ڪو نظير نه هجي ۽ جو سواءِ وفا ۽ رحم جي بيو ڪجهه نه ڪندو هجي. تون اهڙي حاڪم جي طلب ۾ رهه. جو سدائين وفادار ۽ رحيم آهي. باقي دنيا جو بادشاهه ڪٿي هڪ وقت وفاداري ڪري ٿو. ته وري ٻئي وقت ظلم به ڪري ٿو. ۽ جو به دنيا جي بادشاهه جي زياده ويجهو ٿئي ٿو ته. ان جو معاملو نهايت ئي نازڪ ٿي پوي ٿو. هو سدائين بادشاهه کان ڊپ ۾ رهي ٿو ۽ سندس جان هر وقت (هميشه) خطري ۾ رهي ٿي. دنيا جو بادشاهه ڇاڪاڻ ته باهه مثل آهي، جا تو کي ساڙيندي ورم نه ڪندي. تنهن ڪري تون ان کان پرڀي پري ٿيءُ. جو ان کان پري ٿين ۾ ئي چڱائي آهي. انهيءَ ڪري ئي بادشاهن کان دور رهڻو پوي ٿو. ڇالاءِ جو انهن جي اڳيان پلا ڪو ٻيهي به سگهي ٿو؟ تنهن ڪري توکي جڳائي ته تون به هٽي وڃ. چڱو. هاڻي هيءَ ڳالهه ڪن لائي ٻڌ:

## بادشاھ جي ڳالھ

هڪ دفعي هڪڙو بادشاھ پنهنجي خوبصورت غلام تي اهڙو تہ عاشق ٿي پيو جو ان بغير هڪڙي گهڙي بہ ڪيس آرام نہ ٿي آيو، ٻين غلامن جي ڀيٽ ۾ هن کي زياده سينگاريل ۽ هميشه پنهنجي اکين آڏو رکندو هو. ان بادشاھ جي البت اها عادت هوندي هئي، جو هو پنهنجي محل ۾ ان غلام جي مٿي تي هڪ صوف رکي، ان کي چٽيندو هو. ڪنهن ناواقف ان غلام کان پڇيو تہ آخر ڪهڙو سبب آهي، جو تنهنجو منهن پيلو ۽ زرد ٿي ويو آهي؟ تنهنجي تہ بادشاھ وٽ گهڻي عزت ۽ هلندي آهي، ان هوندي بہ تنهنجي زرديءَ جو سبب ڪهڙو؟ غلام جواب ۾ چيو بادشاھ منهنجي مٿي تي صوف رکندو آهي، پوءِ جيڪڏهن ان جي تير کان مون کي نقصان پهتو تہ هو چوندو تہ منهنجو ڪو غلام هو ئي ڪو نہ ۽ مان ان کي ڄاڻندو سڃاڻندو ئي نہ هوس. پر جيڪڏهن سندس تير منهنجي مٿي تي رکيل صوف کي ڪٽي چٽي وجهي، تہ هر ڪوئي چوندو تہ اها بادشاھ سلامت جي بخت جي نشاني آهي. انهيءَ غم ۽ فڪر ڪري ئي منهنجو اندر ڪاڙل آهي، جو منهنجي جان هميشہ خطري ۾ رهي ٿي ( وري ان جو عيوض ڪجھ بہ نہ).

## ٻگھ جو عذر

جڏهن ٻين پکين چئي بس ڪيو تڏهن ٻگھ پنهنجو وارو ورتو ۽ اچي چوڻ لڳو تہ اڙي منهنجا خير خواھ پکي! توهان کي معلوم آهي تہ منهنجي رهائش هميشه درياءَ جو ڪنارو آهي، جتي مان خاموشيءَ ۾ حياتيءَ جا ڏينهن گذاريان ٿو ايترو تہ ڪم آزار آهيان، جو ڪو بہ مون کان رنجيده نہ آهي ۽ هميشه هن ڪناري تي غمگين ۽ درد مند ٿيو ويٺو آهيان، ۽ پاڻيءَ جي آرزوءَ ۾ پنهنجي دل کي خون سان ڀيو ٿو پريان ۽ پنهنجو غم پاڻ ئي کائيندو رهان ٿو. جڏهن مان درياءَ وارن مان ئي نہ آهيان، تڏهن عجب جي ڳالھ آهي جو ان (درياءَ) جي ڪنڌيءَ تي پياسو رهان ٿو. درياءَ جيتوڻيڪ سئو دفعا جوش ۾ اچي ٿو تہ بہ مان هڪڙو ڍڪ بہ پي نٿو سگهان ۽ وري جيڪڏهن ان مان هڪڙو قطرو بہ گهٽ ٿي پوي ٿو تہ منهنجي دل غيرت جي باھ کان جلي ڪباب ٿي وڃي ٿي. مون

جهڙي لاءِ درياءَ جو عشق ئي ڪافي آهي، ۽ سندس سودائي بس. مان هڪ گهڙي بہ ان جي غم کان سواءِ ٻيو ڪجهہ نٿو چاهيان. سيمرغ وڏي شيءِ آهي. مان ان جو ڪٿي ٿو تاب جهلي سگهان! الله پناهہ ڏئي! ڀلا اهو جنهن جو بنياد ئي پاڻيءَ تي ٻڌل آهي (اصل ئيي پاڻيءَ جو قطرو آهي) سو سيمرغ جو وصل ڪٿي ٿو ماڻي سگهي؟

## هد هد جو جواب

اڙي يار ٻڌهہ، تون تہ درياءَ کان ئي ناواقف آهين. ان ۾ تہ واڳون ۽ ٻيا ڪيترائي خوفناڪ جانور رهن ٿا. سندس پاڻي ڪڏهن ڪڙو تہ ڪڏهن ڪارو آهي، ۽ هو ڪنهن وقت ماٺو آهي تہ ڪنهن وقت موجزن. مطلب تہ هو ڪڏهن بہ هڪ حالت ۾ نہ ٿو رهي. ڪيترائي بزرگ ماڻهو ٻيڙيءَ سوار سندس ڪُن ۾ اچي ٻڏي مُئا. جيڪڏهن ڪو بہ ٽوٻي وانگر ان ۾ وڃي ٿو تہ هر وقت جان جي خوف کان پنهنجي دم جو خيال رکي ٿو. ۽ جيڪڏهن ڪو ان جي اونهائيءَ سان دم هڻي ٿو تہ بلڪل ختم ٿي وڃي ٿو. اهو جو ڪنهن سان وفادار نہ آهي، تنهن ۾ ياريءَ جي اميد رکڻ بہ عبث آهي! جيڪڏهن تون بہ درياءَ مان نڪري ڪناري تي نہ ايندين تہ آخرڪار منجهس ٻڏي مرندين. اهو خود پنهنجي محبوب (الله تعاليٰ) جي عشق ۾ گوڙ ۽ شور مچائي ٿو. ڪڏهن موجون هڻي ٿو تہ ڪڏهن ڪڙڪا ڪري ٿو. جڏهن ان کي ئي پنهنجي مقصد ۾ ناڪاميءَ سبب آرام نہ آهي، تہ پوءِ توکي ان کان ڪهڙو دلي آرام حاصل ٿيندو؟ درياءُ خود ان (الله تعاليٰ) جي گهٽيءَ جو محض هڪ چشمو(هڪ نالي) آهي. خبر نہ آهي ڇو تون ان اصل درياءَ کي ڇڏي، هن حقير چشمي تي راضي ٿيو وينو آهين؟ هاڻي مان توکي هڪ ڳالهہ ٻڌايان ٿو جا تون خيال ڏيئي ٻڌ:

## هڪ ماڻهوءَ جي ڳالهہ

هڪڙو ڏاهو درياءَ (سمنڊ) ۾ گهڙي، ڪانئس پڇڻ لڳو تہ، آخر تنهنجو رنگ نيرو ڇو آهي، ۽ تو ماتمي لباس آخر ڇو پهريو آهي؟ ۽ جڏهن تو ۾ باهہ آهي ئي ڪانہ، تہ پوءِ ايترو جوش ڇا جو؟ درياءَ جواب

ڏنس: حقيقت هيءَ آهي تہ مان پنهنجي دوست جي جدائي سبب ڏاڍو پريشان آهيان، ۽ چاڪاڻ تہ درد ۾ نيلو لباس پهريو اٿم. مان خشڪ لب ۽ بيخبر نہ آهيان. ليڪن ان جي عشق جي باھ کان ئي جوش ۾ آهيان. جيڪڏهن مون کي ان جي ڪوثر (فيض) مان هڪڙو قطرو ملي وڃي تہ پوءِ سدائين سندس در تي پيو رهندس. ورنہ مون جهڙا هزارين خشڪ لب هر روز شب سندس راھ ۾ مرندا رهن ٿا.

## چبري جو عذر

چبرو چرئي وانگر اچي چوڻ لڳو: مون تہ ويراني پسند ڪئي آهي. ويرانيءَ ۾ پيدا ٿيو آهيان، تنهن ڪري عاجز آهيان: ۽ سواءِ ڪنهن شراب پيئڻ جي ويرانيءَ ڏانهن هليو وڃان ٿو. مون جيتوڻيڪ سوين آباد بستيون ڏٺيون آهن، مگر انهن سيني کي مخالف ۽ ڏکويل ڏٺم. جو شخص دليءَ طرح ويهڻ چاهي تہ ان کي مستن وانگر ويرانيءَ طرف وڃڻ گهرجي. مان غم ۾ هن ڪري وڃي ويراني وسائي آهي، جو خزانو گهڻو ڪري ويراني ۾ ئي هوندو آهي. خزاني جي عشق ئي مون کي ويرانيءَ طرف راھ ڏيکاري آهي، ان جي (حاصل ڪرڻ) لاءِ سواءِ ويرانيءَ (ويران جاين) جي مون لاءِ ٻيو ڪو رستو ئي نہ آهي (هو). مان سيني ماڻهن کان پنهنجي زندگي غم ۾ گذارين ٿو تہ جيئن پنهنجو خزانو سواءِ ڪنهن طلسم جي هٿ ڪريان. جيڪڏهن منهنجو پير خزاني ۾ هليو وڃي ها تہ پوءِ منهنجي هيءَ چري دل آزاد ٿي پوي ها. سيمرغ جو عشق هڪ افسانو آهي. ان جو عاشق ٿيڻ سڀ جو ڪم نہ آهي. ٻيلي، مان ان جو سچو عاشق نہ آهيان، مون کي تہ خزاني ۽ ويرانيءَ جو عشق گهرجي ۽ بس.

## هد هد جو جواب

خزاني جي عشق ۾ گرفتار چبرا! مون مڃيو تہ. توکي خزانو هٿ اچي ويو. ليڪن تون ان خزاني تي پاڻ کي مُئل سمجھ، ۽ پنهنجي گذري ويل عمر کي اجائي ۽ بيثمري شمار ڪر. خزاني ۽ مال جو عشق ٻہ ڪفر جو هڪ حصو آهي ۽ اهو جو سون جو بت بنائي ٿو سو آذر

آهي.[1] زر پرستي سچ پچ ڪفر مان آهي. تون آخر سامري قوم منجهان تہ ڪونهين؟[2] ۽ هي پڻ ٻڌي ڇڏ تہ. جنهن بہ ماڻهوءَ جي دل. مال جي محبت ۾ اٽڪي پوي ٿي، تنهن جي صورت قيامت جي ڏينهن ڦري ٻي ٿي ويندي. اهو ان ڏينهن ڪُئي جي صورت وٺندو ۽ پوءِ ارمان ڪان هر گهڙيءَ پيو ڦيٿون ڪائيندو. مگر ان ڏينهن. هي ارمان ۽ افسوس ڪيس ڪهڙو ڪم ڏيندو؟ هاڻي مان توکي هڪڙو قصو ٻڌايان ٿو:

## هڪڙي مئل جو قصو

هڪڙو نادان. ناٿي جو هڪ دبو رکندو هو پر جڏهن مري ويو تڏهن دبو تہ پنيان رهجي ويو. هڪ سال ڪان پوءِ سندس پٽ ڪيس خواب ۾ ڏٺو تہ ان جي شڪل ڪُئي جهڙي آهي ۽ سندس اکين مان آب وهي رهيو آهي، ۽ جنهن هنڌ هن ان ناڻي کي لڪائي رکيو هو. تنهن چوڌاري ڪُئي وانگر پئي ڦريو (۽ تڪڙو آيو ويو ٿي). سندس پٽ جو چوڻ آهي تہ مون جڏهن ڪانئس پڇيو تہ تون هن هنڌ ڪهڙي ڪم سان آيو آهين، ۽ اصل ڳالهہ ڇا آهي؟ تہ جواب ڏنائين: مون هن هنڌ ناڻو لڪائي رکيو هو ۽ منهنجي مرضي نہ آهي تہ ڪو ماڻهو ان جي ويجهو وڃي. وري جڏهن ڪانئس پڇيائين تہ آخر تنهنجي ڪُئي جهڙي شڪل ڇو ٿي آهي؟ تڏهن جواب ۾ چيائين: جنهن بہ ماڻهوءَ کي زر جي لالچ هوندي، تنهنجي صررت ڦري اهڙي ٿيندي. اي منهنجا فرزند! تون (مون کي ڏسي) منهنجي حال مان سبق سک. ۽ مال (زر) کي اڇلائي ڦٽو ڪر.

## ڪنياڻيءَ جو عذر

آخر ۾. ڪنياڻي اچي چوڻ لڳي: مان گهڻو حيران ۽ پريشان آهيان. ڏاڍي غمزده، هيڻي ۽ ٻُکي آهيان. منهنجي پرن ۾ ڪِوِل جيتري بہ طاقت ڪانهي، ۽ جڏهن تہ مون کي نہ پر آهن ۽ نہ پير ۽ نہ وري ڪا ٻي اهڙي شيءِ، تڏهن مان سيمرغ جهڙي سردار جي ويجهو ڪٿي ٿي وڃي

---

(1) حضرت ابراهيم عليہ السلام جي والد جو نالو.

(2) حضرت موسيٰ عليہ السلام جي زماني ۾ بني اسرائيل جي هڪ وڏي شخص جو نالو آهي. جنهن هڪ گابو بنائي ان جي پوڄا جو بنياد وڌو.

سگهان؟ مون جهڙي نبل ۽ هيٺيءَ جي هت جاءِ نہ آهي. دنيا ۾ ان جا عاشق گهڻا ئي آهن. مون جهڙيءَ جو ان سان وصال محال آهي. هاڻي مان جڏهن ان جو وصال ماڻي ئي نٿي سگهان، تڏهن هڪ محال شيءِ جي لاري لڳي بہ نٿي سگهان، پر جيڪڏهن ڪٿي مان ان جي درگاهہ طرف رخ ڪريان بہ، تہ بہ نتيجو هي نڪرندو جو يا تہ مان راهہ ۾ مري ويندس يا سڙي ويندس.ان هنڌ پهچڻ لاءِ مان اهڙي مضبوط ۽ قوي آهيان ئي ڪانہ. تنهنڪري مان پنهنجي يوسف کي، جنهن کي کوهہ ۾ وجائي ويني آهيان، پئي ٿي ڳوليان. ٿي سگهي ٿو دنيا ۾ وري ان کي ڳولي لهان. جيڪڏهن خوشقسمتيءَ سان مان پنهنجي يوسف کي کوهہ ۾ ڳولي لڌو تہ پوءِ ان سان گڏ مڇيءَ کان چنڊ (زمين کان آسمان) تائين پئي پرواز ڪنديس.

## هد هد جو جواب

هد هد کان، هي ٻڌو نہ سنو سو چوڻ لڳيس: اي ڪتياڻي! ڪمزوريءَ جو اجايو عذر آڏو نہ آڻ. مان تنهنجي مڪر ۽ فريب کي خوب ڄاڻان ٿو قدم اڳتي وڌاءِ ۽ خوف خطري کي جاءِ نہ ڏي. جيڪڏهن پيا بہ ان راهہ ۾ جلي فنا ٿين تہ پوءِ تون بہ جلي فنا ٿي وڃ. تون جيڪڏهن في الواقع يعقوب جي مثال آهين تہ ياد رک تہ. قضا ۽ قدر تنهنجو ميلاپ يوسف سان ڪڏهن نہ ڪندا. غيرت جي باهہ سدائين پڙڪندي رهي ٿي، تنهن ڪري هن جهان تي (لاءِ) يوسف جو عشق حرام آهي. اجهو مان توکي هڪ عجيب قصو ٻڌايان ٿو:

## حضرت يعقوب عليه السلام جو قصو

چا، توهان ڳالهہ نہ ٻڌي آهي تہ جڏهن يوسف عليه السلام پنهنجي پيءُ کان جدا ٿي ويو هو تڏهن اُن جي جدائيءَ کان سندس پيءُ يعقوب عليه السلام اکين کان انڌو ٿي پيو هو ۽ سندس اکين مان خون جو سمنڊ موجون هڻي رهيو هو ۽ هر گهڙيءَ ۽ هر پلڪ يوسف جو نالو سندس زبان تي هو. ملڪ جبرائيل، فورن آسمان کان آيو ۽ اچي چيائينس: هن کان پوءِ جيڪڏهن وري بہ يوسف جو نالو پنهنجي زبان

تي آڻيندين تہ اسان تنهنجو نالو رسولن ۽ نبين جي دفتر مان خارج ڪري (ميٽي) ڇڏينداسون. انهيءَ فرمان اچڻ شرط پنهنجي پٽ جو نالو زبان تي آڻڻ وساري ڇڏيائين. جيتوڻيڪ يوسف عليه السلام جو نالو سندس ساڻي هو، مگر جان جي خوف کان ان جو نالو دل ئي دل ۾ وٺندو هو. هڪ رات پٽ کي خواب ۾ ڏٺائين ۽ مرضي ٿيس تہ ان کي پاڻ ڏانهن سڏي وٺي، مگر خدائي حڪم ياد اچي ويس، سو هڪدم خاموش رهجي ويو. البت بيڪسيءَ ۽ حيرانيءَ سبب هڪ دردناڪ دانهن نڪري ويس. اجا خواب مان سجاڳ (مس) ٿيو تہ جبرائيل بہ اچي سندس اڳيان حاضر ٿيو چيائينس تہ: الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ، تو جيتوڻيڪ يوسف جو نالو زبان سان نہ ورتو ليڪن خواب جي دوران تو هڪ آهہ پري ورتي ۽ مان خوب ڄاڻان ٿو تہ انهيءَ آهہ پرڻ مان تنهنجو مطلب ڇا هو. حقيقت ۾ تو توبهہ کي پڃي ورتو هاڻي پڇتائڻ مان ڪهڙو فائدو؟ اڙي ڪتياڻي، عقل هن عشق جي راهہ ۾ ديوانو ٿي پوندو آهي. تون ذرا خيال ڪري ڏس تہ عشق بازي ۾ اسان جو ڇا حال آهي. (اسان رڳو ڳالهيون ڪري ڄاڻون) اهڙيءَ طرح ٻين بہ ڪيترن پکين اَنڌا منڌا عذر پيش ڪيا.

## پکين جو گڏجي سوال ڪرڻ

بس پوءِ سيئي پکي مڙي اچي هد هد کي چوڻ لڳا: تون اسان سيني کان رهنمائيءَ ۽ سرداريءَ ۾ گوءِ کٽي ويو آهين. پلا هاڻي تون کٽي ٻڌاءِ تہ، اسين، جنهن صورت ۾ نهايت ڪمزور ۽ هيڻا آهيون. تڏهن سيمرغ جهڙي بادشاهہ تائين ڪهڙيءَ طرح پهچي سگهون ٿا؟ آخر ان عالي بادشاهہ جي اسان سان ڪهڙي نسبت آهي؟ اها ڳالهہ بہ اسان کي کولي سمجهاءِ ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن اسان ۽ ان جي وچ ۾ ڪا نسبت هجي ها، تہ اسان مان هر هڪ ضرور ان ڏانهن راغب ٿئي ها (ليڪن ائين آهي ڪونہ). هو تہ حضرت سليمان عليه السلام جهڙو زبردست بادشاهہ آهي ۽ هيڏانهن اسين آهيون مسڪين ڪِوليون.ان حالت ۾ اسان جو پاڻ ۾ ميلاپ ڪيئن ٿي سگهي ٿو! بادشاهي ماڻڻ ۽ ڪرڻ، پينو فقير جو ڪم نہ آهي، بيلي، هيءُ ڪم اسان جي طاقت کان ٻاهر آهي!

## هد هد جو جواب

اي پرندو! ياد رکو تہ بي همت ۽ بزدلن کي عشق سونهين ئي نٿو. توهان آخر ڪيترو وقت بي همتيءَ جو مظاهرو ڪندا رهندا. جنهن شخص کي عشق جي حقيقت معلوم ٿي، سو تہ جهٽ خوشيءَ وچان ان ۾ ٽپي پيو.

توکي معلوم هئڻ گهرجي تہ جڏهن سيمرغ پردي اندران پنهنجو چمڪندڙ منهن ظاهر ڪيو تڏهن سندس هزارين پاڇا زمين تي چائنجي ويا. هي پرندا ۽ جاندار جي تون هن جهان ۾ ڏسين ٿو سي سڀ ان جي پاڇي کان ئي وجود ۾ آيا آهن. انهن جون صورتون گويا ان جو پاڇو آهن، تنهن ڪري تون هاڻي ان ڏانهن پنهنجي نسبت کي درست ڪر ۽ هن راز کي فاش نہ ڪر.

جيڪڏهن توکي معلوم ٿئي تہ تون ڪنهن جو پاڇو آهين، تہ تون يقينن پاڻ کان ئي بيپرواهہ ٿي ويندين، پوءِ ڪٿي تون زنده ئي چو نہ هجين. جيڪڏهن ڪو بہ پکي يا جانور پيدا نہ ٿئي تہ ان جو مطلب هيءُ ٿئي ها، تہ سيمرغ کي پاڇو آهي ئي ڪونہ، حالانڪہ اسان ان جي پاڇي جو نتيجو آهيون. ازانسواءِ جيڪڏهن سيمرغ پوءِ پوشيده (لڪي) ٿي وڃي ها تہ جهان ۾ ان جو پاڇو بہ نہ هجي ها(يعني اسان جو وجود بہ نہ هجي ها). جڏهن ڪا بہ شيءِ هن دنيا ۾ ظاهر ٿيندي آهي، تڏهن اول ان شيءِ جو خاڪو عالم مثال[1] ۾ چٽيو ويندو آهي، تو اجا تائين ان (سيمرغ) کي ڏٺو نہ آهي ۽ ان جو سبب هي آهي، جو تنهنجي دل آئيني مثل صاف ۽ روشن نہ آهي. جڏهن هن جي حسن ۽ جمال کي ڏسڻ جي ڪو بہ طاقت نٿو رکي، ۽ نہ وري ان کانسواءِ صبر ئي ڪري سگهي ٿو تڏهن پنهنجي ڪمال لطف (مهرباني) کان هڪ آئينو بنايائين، ۽ اهو آئينو آهي تنهنجي دل. تون دل ۾ نهار تہ جيئن ان جو ديدار پسي سگهين. هاڻي مان توکي هڪ حڪايت ٻڌايان ٿو.

---

(1) عالم مثال اهو جهان آهي، جنهن ۾ هن جهان ۾ پيدا ٿيندڙ شيون پهريائين پيدا ٿينديون آهن.

## هڪ خوبصورت بادشاهه جي آئيني بنائڻ جي حڪايت

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙو بادشاهه هو جو اهڙو ته حسين ۽ جميل هو، جو جهڙس ٻيو ڪو هوئي ڪو نه. ساري دنيا ۾ ان جي حسن جي هاڪ هئي ۽ هر هڪ مٿس عاشق ۽ مفتون هو. فردوس بهشت سندس منهن مبارڪ جو هڪ مختصر نمونو هو. مطلب ته ساري دنيا سندس رازن سان پري پئي هئي ۽ ڪنهن دلڪش ۽ خوبصورت شيءِ کي ڏسڻ سان سندس ديدار جو ڪجهه پتو پيو ٿي. هو جڏهن رنگارنگي چادر پائي، گهوڙي تي سوار ٿي، ٻاهر نڪرندو هو، تڏهن جو به ڏانهس نهاريندو هو، يا سندس نالو زبان تي آڻيندو هو ته ان جو اک ڇنڀ ۾ خاتمو ٿي ويندو هو. مگر ان جي باوجود هزارين آهي، سندس عشق ۾ هر روز مرندا هئا. حقيقت هيءَ آهي ته اهڙي محبوب ۽ دلربا جي عشق ۾ مرڻ، هزار عمرين ماڻڻ کان بهتر آهي. نه ڪنهن کي ان بغير گهڙي پلڪ صبر ٿي آيو ۽ نه وري هو ان جو تاب ئي جهلي ٿي سگهيو. ۽ هر وقت روئندو ۽ رڙندو ٿي رهيو. اها ته ڪليل حقيقت آهي ته جيڪڏهن ڪو ان جي ڏسڻ جو تاب جهلي سگهي ها ته هو پنهنجو منهن بالڪل ڪولي ڏيکاري ها.

هاڻي جڏهن نه ته ڪو ان کي ڏسي ٿي سگهيو ۽ نه ان کانسواءِ رهي ٿي سگهيو تڏهن هن (بادشاهه) هڪڙو آئينو گهرايو ۽ پنهنجي صورت جي عڪس سان ان کي روشن ڪرايائين، ته جيئن عاشق، ان معرفت کيس ڏسي سگهن. تون جيڪڏهن واقعي دوست جو منهن ڏسڻ چاهين ٿو ته، پوءِ ان کي پنهنجي دل ۾ ڳول، جڏهن تو ان کي ڳولي لڌو تڏهن هر چيز عرش کان ويندي فرش تائين، تنهنجي اڳيان کلي ظاهر ٿي پوندي. هي پڪي، جيترا به تون ڏسين ٿو سي سڀيئي ان سيمرغ جو پاڇوآهن ۽ سندس پاڇو ڪو کانئس جدا نه آهي، تنهن ڪري تون پاڇي کي ڇڏي، خود سيمرغ جي تلاش ڪر. ڇا لاءِ جو جيڪڏهن تون پاڻ کي پاڇي ۾ ئي گم ڪندين، ته پوءِ تو کي سيمرغ هٿ نه ايندو.

## سلطان محمود ۽ اياز جو قصو

اياز (جنهن سوا سلطان محمود جي هڪ گهڙي به نه سرندي هئي)

هڪ ڏينهن بيمار ٿي پيو جڏهن سلطان کي ان جي بيماريءَ جي خبر پئي، تڏهن فورن پنهنجي نوڪر کي گهرائي چيائين: تون اياز جي طرف هوا ٿي اڏام، ۽ رستي تي ڪنهن ڏانهن بہ نہ نهار ۽ جلدي پهچي وڃي چوينس تہ بادشاهہ تنهنجي بيماريءَ جو ٻڌي، خود بيمار ٿي پيو آهي، ۽ چوي ٿو تہ جيتوڻيڪ منهنجو ظاهر توکان پري ۽ الڳ آهي، ليڪن منهنجو باطن تنهنجي بالڪل ويجهو ۽ تو سان گڏ آهي. اهو تاڪيدي فرمان ٻڌي، قاصد تہ بنا ڪنهن دير جي جلدئي اياز وٽ پهچي ويو، ليڪن ان جي حيرت جي حد ئي نہ رهي، جڏهن ڏٺائين تہ بادشاهہ تي اڳيئي وٽس وينو آهي! ويچاري کي پنهنجي جان جي خوف اچي ورايو ۽ ڏڪندي سلطان کي عرض ڪيائين: مون جلدي اچڻ ۾ ڪا ڪسر باقي نہ ڇڏي آهي. خبر نہ آهي تہ سائين جن ڪيئن اڳ پهچي ويا! سلطان کيس معاف ڪندي چيو: تنهنجو ڪو قصور ڪونهي، مون جهڙي جلدبازي توکان ٿي ئي نہ سگهندي، مون جو هي ڏگهو رستو اک ڇنڀ ۾ طئہ ڪيو آهي، ان جو سبب هي هو جو مان اياز جي منهن لاءِ بيتاب هوس ۽ مونکي هڪ گهڙي بہ ان بغير آرام نہ ٿي آيو.

حقيقت هيءَ آهي تہ مان ڳجهہ ڳوهہ ۾ وٽس هر گهڙيءَ اچان ۽ وڃان ٿو جنهن کان باقي دنيا بيخبر آهي. منهنجي دل تہ هن سان ڳنڍيل آهي، ظاهري طور تہ مان ان جي حال کان هر وقت واقف آهيان. مان جيتوڻيڪ هي راز (تہ منهنجي اياز سان گهري دلبستگي آهي) دنيا وارن کان لڪايان بہ ٿو ليڪن اندروني طور تہ منهنجي جان ان سان ڳنڍيرجيان ڳنڍي پيئي آهي. تون هي رمز سمجهي ڇڏ. اسان هڪ ٻئي کان الڳ ٿي ئي نٿا سگهون.

## سيمرغ کي ملڻ لاءِ پکين جي بيتابي ۽ هد هد کان سندن سوال

جڏهن پکين هد هد جون هي ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن اهي سڀيئي پنهنجي مشفق ۽ مهربان بادشاهہ جي ڳولڻ لاءِ هٿ پير هڻڻ لڳا. پنهنجي مالڪ سيمرغ سان جا کين نسبت هئي، تنهن کي هاڻي سمجهي ويا، تنهن ڪري ان ڏانهن وڃڻ لاءِ گهڻو راغب ۽ بيچين ٿي

پيا. سيني اوڏانهن وڃڻ لاءِ ڪٺي سندرو ٻڌو ۽ ملي اچي پنهنجي استاد ۽ واقفڪار هد هد کان ان ڏانهن ويندڙ رستي جي پڇا ڳاڇا ڪرڻ لڳا، ۽ کيس چوڻ لڳا: جيئن ته اسين گهڻو ڪمزور ۽ هيڻان آهيون. تنهن ڪري پنهنجي عالي مرتبي بادشاهه تائين پهچڻ اسان کي نهايت ئي محال نظر ٿو اچي. هاڻي تون ڪا اسان جي واهر ڪر، ورنه اسان جو حال ڪونهي.

## هد هد جو جواب

اي پرندو! اول اول هيءَ ڳالهه اوهان کي ياد رکڻ گهرجي، ته جو شخص عاشق ٿيڻ ۽ عشق جو دم هڻڻ گهري، تنهن کي سڀ کان پهريائين پنهنجي جان تان هٿ کڻڻ گهرجي ۽ جڏهن هو پنهنجي جان قربان ڪندو، تڏهن ئي وڃي پنهنجو مقصد ماڻيندو.

اي انسان، تنهنجي جان ئي تنهنجي آڏو رڪاوٽ بڻي بيٺي آهي، تون انجي قرباني ڏي ۽ پوءِ پنهنجي محبوب جي ديدار جي چاهه رک. ۽ جيڪڏهن تنهنجي مسلماني توکي ائين ڪرڻ کان روڪي، ۽ ڪو ڪٺي توتي ڪفر جو الزام هڻي ته، تون اهڙي مسلمان ۽ اهڙي الزام جي پرواهه نه ڪر. ڇالاءِ جو عشق مسلمانيءَ ۽ ڪفر کان گهڻو بلند ۽ اعليٰ شيءِ آهي (مگر افسوس جو ماڻهو ان کي سمجهن ئي نه ٿا). عشق ڪمائڻ ڪا ٻاراڻي راند ڪانهي، هتي ته ڪيترين ئي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻو ٿو پوي، ۽ پنهنجي جان جي بازي لڳائڻي ٿي پوي.

عشق اندر ۾ هڪڙو (سوز ۽ ) درد پيدا ڪري ٿو. ۽ هي درد عاشق کي هر وقت تڙپائيندو رهي ٿو ليڪن هن درد ۾ جيڪو ميناج آهي، تنهن جو ته ڪو مثال ئي ڪونهي. فرشتن کي عشق برابر آهي، مگر هو درد جي نعمت کان محروم آهن. انهيءَ ناياب نعمت سان فقط انسان کي نوازيو ويو آهي. جو شخص عشق ۾ پختو ۽ ثابت قدم رهيو، اهو ڪفر ۽ اسلام جي جهيڙي کان بچي ويو.

عشق جي راهه وٺڻ، هڪ بهادر ۽ مستقل مزاج جو ڪم آهي. هاڻي اوهان کي به جڳائي ٿو ته، بهادرن جيان ان راهه ۾ گهڙي پئو ۽ ڊڄو نه. ڪفر ۽ ايمان کان اڳي لنگهي هلو پلا ڪيستائين ڊڄندؤ؟ ۽

باراٽا خيال ۽ انداز چڙهي ڏيو. توهان شاهين تي نڪرو. شير مردن وانگر مهم کي منهن ڏيو. جي توهان کي اوچتو سوين ڏکايون منهن ۾ اچن ته بي پرواهه ناهي، جڏهن توهان ان رستي تي آهيو (شڪار اوهان جي اڳيان آهي). مثال خاطر مان اوهان کي هڪ آکاڻي به ٻڌايان ٿو.

## شيخ صنعان جي آکاڻي

شيخ صنعان پنهنجي زماني جو وڏو بزرگ ۽ ڪامل شخص هو. پنجاهه سال مڪي شريف ۾ رهيو ۽ سندس هزارين مريد هئا. شب خيز زاهد ۽ عابد ۽ سارو وقت رياضت ۽ عبادت ۾ صرف ڪندو هو. مطلب ته هو سراپا عمل ۽ عبادت جو مجسمو هو. حقائق جي معنائن کان خوب واقف ۽ ڪرامتن سان پريل ۽ بيمارن لاءِ هڪ شفا هو.

هڪڙيءَ رات خواب ۾ ڏٺائين ته، سندس منزل هتان (مڪي مان) منتقل ٿي، روم هلي ويئي آهي ۽ هو هڪ بت جي آڏو سر جهڪايو بيٺو آهي. جڏهن خواب مان سجاڳ ٿيو تڏهن پنهنجي مريدن کي سڏي چيائين: هينئر اسان کي روم هلي، هن خواب جي تعبير معلوم ڪرڻي آهي. رستي ۾ جيتوڻيڪ گهڻيون گهاٽيون ۽ پيچرا آهن، ليڪن جو سر تان سانگو لاهي اڳتي وڌيو سو ڪامياب ويو ۽ جو پٺتي رهيو تنهنجي دنيا ۽ آخرت ٻئي برباد.

جڏهن هو مريدن سان اچي روم پهتو، تڏهن اوتوئي اوچتو سندس نظر هڪ عاليشان محل تي وڃي پيئي، جنهن جي چوٽيءَ تي هڪ خوبصورت عيسائي ڇوڪري ويٺي هئي. سندس حسن ۽ تاب اڳيان سج ۽ چنڊ ٻنهي پٺي شرمايو ۽ سندس ڪارن زلفن، ڏسندڙن کي ڳنڍ ٻڌي تي چڙهي ۽ سندس ابروئن عاشقن جي دلين ۾ گهرا گهاءُ ڪري تي چڙيا. هوءَ سچ پچ هڪ فتنو هئي ۽ جنهن ڏانهس اک کڻي تي نهاريو. سو پنهنجي جان کان ٻي جان تي پئي ويو. سندس ڳل سونهن ۽ سوپيان کان ائين پئي چمڪيا جڻڪ ڪا باهه ٻري رهي هئي ۽ سندس جادوءَ پريون اکيون عاشقن جو ناحق خون وهائي رهيون هيون.

جنهن وقت ان نازنين پنهنجي منهن تان پردو هٽايو تنهن وقت شيخ کي عشق جي باهه وڪوڙي ويئي، جيتوڻيڪ هن پاڻ کي بچائڻ

جي ڪوشش گهڻي ڪئي، مگر معاملو سندس هٿان ويندو رهيو. هو بي اختيار ٿي سندس آڏو ڪري پيو ۽ هن ايمان جي عيوض خوشيءَ سان عيسائيت ۽ بت پرستي خريد ڪئي ۽ آخرت کي وڪڻي بدنامي سر تي کنئي. عشق جي غلبي سبب هو پنهنجي دل ۽ جان کان آزاد ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو: جڏهن ايمان ئي هليو ويو، تڏهن هاڻي دل جي ڪهڙي ڳالهه؟ عيسائڻ جو عشق مشڪل آهي.

جڏهن مردن پنهنجي مرشد جو هي حال ڏٺو تڏهن گهڻو پريشان ۽ حيران ٿي ويا. کيس نصيحت ڪرڻ ۽ سمجهائڻ لڳا. مگر وربو ڪي ڪين. هو اٽلو انهن جي نصيحت خلاف ڪم ڪرڻ لڳو. ڀلا ڪڏهن ديوانو بہ ڪنهن جي نصيحت قبول ڪندو آهي؟ اهو سارو ڏينهن عشق جي چوٽ کان ڦيٿون کائيندو رهيو. مگر جڏهن رات آئي، تڏهن سندس درد ۽ الم ۾ بي انتها اضافو اچي ويو. درد ڀري دل جي رات ڀلا ڪٿي ٿي ڪٽي! گهڙيون ئي آهون ۽ دانهون ڪندو رهيو ۽ خدا کي ان رات جي خاتمي لاءِ ٻاڏائيندو رهيو. ويچاري غريب جي رات. رات نہ هئي، گويا قيامت سان ڳنڍيل هئي. بهرحال هو ويچارو عشق جي سودا ۾ پاڻ کي جلائي پنهنجو عقل ۽ هوش وڃائي ويٺو. سندس سيئي عضوا بيوس ٿي ڪم ڪرڻ کان جواب ڏيئي ويا. عشق جي درد ان کي اهڙي تہ چاشني چکائي جو سندس صبر، سمجهہ ۽ يار مطلب تہ سڀ ڪجهہ کائنس موڪلائي ويو. عشق سان جنهن جو پلؤ پيو، تنهن جي حالت اهڙي ئي ٿيندي آهي، مگر نادانن ان کي ٻاراڻي راند ڪٿي سمجهيو آهي.

## مريدن جي شيخ کي نصيحت

سيئي مريد گڏجي پنهنجي مرشد کي سمجهائڻ لڳا: تون هي اجايا خيال ۽ هي مشرڪانہ حرڪتون ڇڏي، پنهنجي ڏٽيءَ ڏانهن رجوع ڪر ۽ روزي نماز ۽ تسبيح پڙهڻ کي لڳي وڃ. هر هڪ مريد، علحده علحده طور کيس سمجهائڻ لڳو مگر هو باز نہ آيو. جڏهن ڪنهن مريد نماز پڙهڻ لاءِ ٿي چيس، تڏهن جواب پئي ڏنائين: منهنجي نماز هن محبوب جي ابروئن (جي محراب) ۾ آهي ۽ صحيح

نماز هيءَ آهي. جڏهن هڪڙي ٻيئي تلقين ڪندي، ڪيس چيو: توهان کي شيطان خبيث صحيح راهه کان گمراهه ڪري وڌو آهي. تڏهن جواب ۾ چيائين، هھڙي گمراهي ئي سڀ کان بهتر آهي. شيطان ته هي نهايت عمدو ڪم ڪري رهيو آهي. مگر ان کي سمجهڻ وارا ٿورا آهن. وري جڏهن ڪنهن شرم، عزت ۽ ننگ ناموس جو طعنو ٿي هنيس، تڏهن ان کي صاف ٿي ٻڌايائين، ته اسان عشق جي پٿر سان اهڙي عزت ۽ ناموس کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو آهي.

جڏهن ڪنهن ڪعبي ڏانهن موٽي هلڻ ۽ خدا تعاليٰ کان معافي ونڻ لاءِ ٿي چيس، ته جواب ٿي ڏنائين ته مون لاءِ گرجا ئي بس آهي، ان جي چانئٺ تي سر جهڪائي معافي وٺندس، مان هتي ئي مست آهيان (ڪعبي وڃڻ جو ڪهڙو ضرور). وري جڏهن ڪنهن دوزخ جو ڊپ ۽ بهشت ڏانهن رغبت ٿي ڏياريس ته چيائين ٿي: دوزخ منهنجي عشق جي آهه اڳيان سرد آهي، باقي بهشت، سو هن محبوب جي منهن کان وڌيڪ ڪا ٻي شيءِ ته ناهي. وري جڏهن ڪنهن ڪفر جو طعنو ٿي هنيس، تڏهن جواب ٿي ڏنائين ته، مون ته جاٽي واٽي دين ۽ ايمان وڪٽي، ڪفر خريد ڪيو آهي.

آخر جڏهن مڙنئي زور لائي بس ڪيا ۽ سندن سڀ ڪوششون رائگان ويون، تڏهن هو به مجبور ٿي سندس غمخواري ڪرڻ لڳا. رات ته ڏکي سکي ويئي گذري ۽ ٻئي ڏينهن صبوح جو هو سڌو محبوب جي گهٽيءَ ۾ وڃي ڪتن سان گڏ رهڻ لڳو. سندس چنڊ جهڙو منهن به ڏوڙ ۽ تپش سبب ڦري ڪاراتجي ويو. هڪ مهينو سانده سندس اها ئي حالت رهي، ان جي چانئٺ تي پيو رهيو ۽ ان جي گهٽيءَ جي مٽي سندس بسترو هئي.

جڏهن هن ان جي گهٽيءَ جي پچر نه ڇڏي، تڏهن هوءَ ڇوڪري به هن جي مٿس عاشق ٿيڻ کان واقف ٿي ويئي. تجاهل عارفانه طور اچي ڪانئس پريشانيءَ جو حال پڇڻ لڳي ۽ کيس چوڻ لڳي: زاهد لوڪ ته ڪڏهن به عيسائين جي گهٽين ۾ نه ويهندا آهن. شيخ جواب ۾ چيس: منهنجي هيءَ حالت تو کان ٿي آهي، توئي ته منهنجي دل تي ڌاڙو هنيو آهي، هاڻي يا ته منهنجي دل مون کي موٽائي ڏي يا مون سان موافقت

ڪر. ڪجهہ منهنجي حال تي رحم ڪاءُ. ۽ ناز ۽ نخري کي ڇڏي ڏي. مون سڀ ڪجهہ تو لاءِ قربان ڪري ڇڏيو آهي. منهنجو جياپو هينئر تنهنجي مرضيءَ تي آڌاريل آهي، ڇا لاءِ جو مون پنهنجي جان تنهنجي عشق سان سبي ڇڏي آهي، تنهنجي ياد ۾ هنجون هاريان ٿو ۽ تو کان سواءِ منهنجو هيءُ ئي حال رهندو.

حقيقت هيءَ آهي تہ جو ڪجهہ مون تو ۾ ڏٺو آهي، سو ٻئي ڪنهن ڏٺو ئي نہ آهي. ورنہ ان جي حالت بہ مون وانگر هجي ها. چوندا آهن تہ ”لڳي هجيئي تي ڪل پويئي.“ هاڻي وڌيڪ نہ ڏکوئينم ۽ پنهنجي وصل سان نوازيم تہ. جيئن منهنجا اڳيان (شان ۽ شڪت وارا) ڏينهن وري موٽي اچن.

ڇوڪريءَ جواب ۾ چيو: تون اڃا عشق جي راهہ ۾ ڪچو آهين، اجائي لباڙ نہ هڻ ۽ وڃي پنهنجي موت جو سامان تيار ڪر. تون هينئر پوڙهو ٿي ويو آهين ۽ اڃا تڏا ساهہ ڪڍين ٿو تنهن ڪري تون عشق ڪمائي نٿو سگهين.

شيخ وراڻي ڏنس: توکي جيڪي وڻي سو تون چوندي رهہ. مون وٽ تہ تنهنجي عشق کان سواءِ ٻي ڳالهہ ئي ڪانهي. عشق تہ جوان ۽ پوڙهي ٻنهي تي هڪجهڙو اثر ڪري ٿو.

ڇوڪريءَ ورائي چيس: ”ڀلا جيڪڏهن تون عشق ۾ سچو آهين تہ پوءِ توکي پنهنجي دين اسلام کان بالڪل هٿ ڪڍڻو پوندو ڇالاءِ جو اهو شخص جو پنهنجي محبوب جي همرنگ (هم مذهب) نہ آهي، تنهن جو عشق سواءِ نالي جي ٻيو ڪجهہ نہ آهي، ۽ جيڪڏهن تون سچ پچ جوانمرد آهين تہ پوءِ توکي چار شيون اختيار ڪرڻ گهرجن. (1) بت جي آڏو سجدو ڪر. (2) قرآن کي باهہ ڏيئي جلائي ڇڏ. (3) شراب پي ۽ (4) ايمان کان اکيون ٻوٽي ڇڏ.

شيخ جواب ۾ چيو: مون شراب نوشي خوشيءَ سان اختيار ڪئي، باقي ٻين ٽن شين سان منهنجو واسطو ئي ڪونهي. هي ٻڌي ڇوڪريءَ چيس: ها. هاڻي تون اٿي ڪڙو تي ۽ خوب شراب پي جوش ڪاءُ.

## شيخ جو ڇوڪريءَ سان گڏجي گرجا وڃڻ

شيخ جڏهن شراب ۾ الوٽ ٿي ويو تڏهن عيسائي اچي هن کي پنهنجي گرجا ۾ ڪٺي ويا (جتي پهچنديئي هن پنهنجي گودڙيءَ کي جلائي زنار ٻڌو). شيخ، جو ڪنهن وقت قرآن جو استاد ۽ ڪيترن ديني ڪتابن جو ياد حافظ هو تنهن اهو سڀ ان عيسائي ڇوڪريءَ جي اڳيان فراموش ڪري ڇڏيو. جڏهن خوب مستيءَ ۾ آيو تڏهن ڇوڪريءَ کي ڳل لائڻ جي خواهش ڪرڻ لڳو ليڪن ان چيس ته، تون هن ڪم جي اجا لائق نه آهين. جيڪڏهن تون سچو عاشق ٿيڻ گهرين ٿو ته پوريءَ طرح سان ڪافر بڻجي، منهنجي مذهب جي پيروي ڪر، ٻيءَ حالت ۾ هتان هليو وڃ.

شراب ڇاڪاڻ ته ڪهنو هو، تنهن ڪري شيخ کي مدهوش ڪري ڇڏيائين. شيخ جو عشق به پختو هو ۽ علاوه ان جي سندس معشوقه به اڳيان حاضر هئي. لهذا ان جي اها ڳالهه مڃيائين. ڇوڪريءَ پوءِ دلداريءَ ڏيندي چيس: هاڻي تون عشق ۾ واقعي ثابت قدم نڪتو آهين. تون پلين آرام سان زندگي گذار هينئر تون بيشڪ منهنجو مڙس آهين ۽ منهنجي لائق آهين (مون سان گويا ملي چڪو آهين).

ليڪن شيخ محض هن جي ان چوڻ تي راضي نه ٿيو ۽ ڪائنس وصل جي حقيقي طلب ڪرڻ لڳو. ڪيس عرض ڪيائين ته، آخر هن وصل لاءِ باقي ڪهڙي چيز وڃي رهي آهي ته جيئن مان اها پوري ڪريان. مون ته شراب پيئڻ به اختيار ڪيو بت پرستيءَ به ڪئي ۽ ٻيون به ڪيتريون ئي مصيبتون سر تي سنم. ڪنهن وقت ته مان خدا تعاليٰ جي رازن جو هڪ موجون ماريندڙ درياءَ هوس، ليڪن هڪ ڏينهن اوچتو ئي عشق جو تير لڳي ويم، جنهن مون کي زخمي ڪري وڌو. بهرحال جو ڪجهه ٿيڻو هو سو ٿي ويو. مون جو به ڪجهه ڪيو آهي سو سڀ تنهنجي وصل ماڻڻ لاءِ ئي ڪيو اٿم. وصل ۾ جيتري قدر دير پوي ٿي، مان تيتري قدر جلي رهيو آهيان. هاڻي تون پنهنجو انجام پورو ڪر ۽ وڌيڪ نه مار.

ڇوڪري، جا امتحان وٺڻ ۾ اجان ڪا سخت هئي، تنهن ورائي چيس: تون سچو ۽ ڪنگال آهين، منهنجي مهر، سون ۽ چاندي آهي،

تون هاڻي وچي انهيءَ جو ڪو انتظام ڪر. وصال جي ڳالهہ پوءِ.

ويچاري شيخ جواب ۾ چيس: مون وٽ تہ جيڪي ڪجهہ هو سو سارو ئي تنهنجي مٿان گهور ڪري ڇڏيم. باقي جان وچي رهي آهي، سا بہ هر وقت حاضر آهي. مان تو کان سواءِ هڪ گهڙي بہ جي نٿو سگهان. تو سان منهنجو دوزخ بہ بهشت آهي ۽ تو بغير بهشت بہ دوزخ.

جڏهن ڇوڪريءَ شيخ کي عشق ۾ غير متزلزل ڏٺو. تڏهن چيائين تہ توکي اڃان هڪڙو ڪم ڪرڻو آهي. هاڻي تون وڃي هڪ سال لاءِ منهنجي سوئرن جي سنڀال ڪر. غريب شيخ. جو ڪنهن زماني ۾ ڪعبي جو شيخ ۽ وڏو پير هو. سو انهيءَ حڪم جي پيروي ڪندي هڪ سال ساندهہ سندس سوئرن کي چاريندو رهيو. تڏهن مس وڃي محبوب وٽ مقبول ٿيو.

جيڪڏهن عميق نظر سان ڏٺو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ هر انسان جي اندر ۾ سوين سوئر موجود آهن. جن تي ڪڙي نگراني ڪرڻ جي ضرورت آهي. اهو انسان جو پنهنجي اندر جي سوئرن کان واقف نہ آهي سو هن راهہ ۾ اڃا نئون آهي. مؤمن مرد کي گهرجي تہ هن راهہ ۾ قدم رکڻ کان اڳ انهن سوئرن جو خاتمو آڻي.

## مريدن جو پنهنجي شيخ جي معاملي ۾ حيران ٿي ڪعبي واپس وڃڻ

مريد. پنهنجي مرشد جي هيءَ حالت ڏسي ازحد پريشان ٿي، سندس دوستيءَ تان هٿ کڻي ويا. انهن ۾ هڪڙو شيخ جو گهرو دوست بہ هو. جنهن پڻ شيخ کي گهڻو سمجهايو ۽ کانئس پڇڻ لڳو: تون اسان اڳيان اها حقيقت تہ کولي پڌري ڪر جنهن سبب تو پنهنجو ههڙو حال ڪيو آهي تہ جيئن اسين بہ تنهنجي پيروي ڪندي عيسائي بنجي وڃون ۽ زنار کڻي ٻڌون؟

شيخ انهن کي چيو: توهان پلي جيڏانهن چاهيو تيڏانهن هليا وڃو. مان عيسائي ڇوڪريءَ جي عشق ۾ گرفتار آهيان ۽ منهنجو ٽڪاڻو گرجا آهي. توهان جو ان شيءِ سان واسطو نہ پيو آهي ورنہ توهان منهنجي غم ۾ مون سان شريڪ رهو ها. هاڻي توهان تي اهو

فرض آهي تہ. جيڪڏهن ماڻهو منهنجي متعلق اوهان کان ڪٿي احوال پڇن تہ توهان انهن کي منهنجي بيڪسيءَ ۽ عاجزيءَ جو بالڪل صحيح حال ٻڌائجو. ائين چئي هو پنهنجي مريدن کان منهن موڙي، سوئرن کي چارڻ لاءِ روانو ٿي ويو ۽ سندس مريد. آخرڪار روئندا ۽ پٽيندا ڪعبي موٽي آيا.

ڪعبي ۾ شيخ جو هڪڙو گهرو (دل گهريو) مريد رهندو هو. جو پڻ ڪامل بزرگ هو. شيخ جي روانگيءَ وقت هو موجود ڪو نہ هو. تنهن ڪري هاڻي موٽڻ بعد شيخ جي جاءِ خالي ڏسي، سندس مريدن کان ان بابت پڙ لڳو. جن کيس سموري خبر ذري پرزي ٻڌائي.

جڏهن بزرگ مريد هيءَ سموري ڳالهہ ٻڌي، تڏهن تعب کان سندس منهن پيلو ٿي ويو ۽ اچي روئڻ ۾ چٽڪيو. ٻين مريدن کي چيائين: توهان دوستيءَ ۾ بالڪل بيوفا ۽ منافق آهيو. سچو دوست اهو آهي جو ڏکئي وقت ڪم اچي. اوهان تي پنهنجي شيخ جي پيروي ڪرڻ (يعني تہ انهيءَ وانگر عيسائي بڻجي وڃڻ) لازم هو. توهان جو ڪجهہ ڪيو آهي، سو وفاداريءَ جي سراسر خلاف آهي. ڇا توهان کي خبر نہ آهي تہ عشق جو بنياد ئي بدناميءَ تي آهي؟

مريدن ٻڌايس تہ اسان سيئي سندس تقليد ڪرڻ لاءِ تيار هئاسون، مگر اسان کي موٽائڻ ئي مناسب سمجهيائين. جڏهن اسان جي دوستيءَ مان ڪو فائدو نظر نہ آيس تڏهن تہ اسان کي جلدي واپس ڪيائين.

ان بعد، ان مريد کين چيو: جيڪڏهن توهان اصل حقيقت کان واقف هجو ها تہ سيپيئي هٿ ڪٺي خدا تعاليٰ کي ٻاڏايو ها ۽ هن کي آخر اوهان تي ڪهل اچي وڃي ها ۽ اوهان جو شيخ اوهان کي موٽائي ڏئي ها.

مريد جي هيءَ ڳالهہ ٻڌي، شرمساريءَ کان ڪو بہ ڪنڌ مٿي ڪٽي نہ سگهيو. مگر هينئر ڇا ٿي سگهيو ٿي! ان ڪامل مريد کين وري سمجهايو: جڏهن هاڻي ڪم اچي سر تي پيو آهي، تڏهن بنا دير اٿڻ گهرجي، الله تعاليٰ جي در التجائون ڪرڻ گهرجن ۽ اسان سيني کي جلدي تيار ٿي، پنهنجي شيخ وٽ پهچڻ گهرجي.

## مريدن جو شيخ ڏانهن واپس ورڻ

سيئي مريد عرب ڇڏي روم روانا ٿيا. پورا چاليهه ڏينهن سفر ۾ رهيا ۽ وچ ۾ نه کاڌو نه پيتو ۽ نه ننڊ ۽ نه آرام هون. ساروئي وقت خدا تعاليٰ جي در آهه ۽ زاري ڪندا ۽ پنهنجي مرشد لاءِ شفاعت گهرندا رهيا. آخرڪار انهن ۾ جيڪو وڏيڪ پاڪ دل هو تنهنجي دعا وجي اثر ڪيو ۽ پرهه ڦٽيءَ مهل هن حضرت محمد ﷺ جن جي ننڊ ۾ زيارت ڪئي. جنهن کيس دلداري ڏني ته اسان توهان جي شيخ کي بند مان آزاد ڪرايو آهي ۽ اهو تنهنجي عاليٰ همت جو ئي نتيجو آهي.

هو پوءِ خوشيءَ ۾ مدهوش ڊوڙندو آيو ۽ اچي پنهنجي ساٿين کي هيءَ خوشخبري ٻڌايائين ۽ بعد ۾ سيئي گڏجي اچي پنهنجي شيخ جي هنڌ سهڙيا (پهتا). ڏٺائون ته هو باوجود بيقراريءَ جي خوش هو نه وٽس ناقوس هو ۽ زنار نه ڪفر جي توبي ۽ نه ڪا عيسائيت. مطلب ته ڪفر جي هر داغ کان صاف ۽ پاڪ ٿي چڪو هو ۽ جو ڪجهه دين مان وساريو هئائين، سو سمورو موٽي ياد آيس. شرم کان سندس اکيون خون سان ڀريل ۽ سندس جسم پگهر سان ٽمٽار هو.

مڙي چيائونس: الله تعاليٰ جو شڪر آهي جو ڪفر جي جاءِ وري ايمان موٽي آيو ۽ روم جو بت پرست، خدا تعاليٰ جو پوڄاري بڻجي پيو. اسان جون دعائون وجي اگهاميون ۽ الله تعاليٰ جي رسول شفاعت ڪئي. هينئر هي وقت شڪر جو آهي ۽ نه غمخواريءَ جو.

مطلب ته، شيخ اٿي غسل ڪري صوفياڻو لباس پهريو ۽ پنهنجي مريدن سان گڏجي حجاز روانو ٿيو.

## ڇوڪريءَ جو خواب ڏسڻ ۽ شيخ جي پٺيان پوڻ

شيخ جي اتان رواني ٿيڻ بعد، هڪ رات عيسائي ڇوڪريءَ خواب ۾ ڏٺو ته سج سندس هنج ۾ اچي، کيس ٻنا ڪنهن دير جي پٺيان وڃڻ لاءِ چيو ۽ اهو به چيائينس ته تون ان جو دين اختيار ڪري، سندس تابعدار ٿي رهه. ناداني ڇڏي ڏي ۽ دانائي اختيار ڪر.

جڏهن خواب مان بيدار ٿي تڏهن پاڻ کي بيقرار ۽ دردمند ڏٺائين. سمجهي نه سگهي ته آخر هيءَ بيقراري اندر ۾ ڪهڙو ٻج ڇٽيندي. نه

سندس ڪو ساٿي هو ۽ نہ همراهہ. نہ رستي جي ڪا خبر چار. بهر حال. هوءَ نعرو هڻندي. ڪپڙا ڦاڙيندي ۽ مٽي مٿي تي هاريندي رواني ٿي. عاجز ۽ پريشان. لڙڪ وهائيندي ويئي ۽ خدا تعاليٰ کي هر دم نيزاريون ڪرڻ لڳي تہ. جيئن تہ مان نماڻي عورت آهيان. تنهنڪري اي منهنجا موليٰ! منهنجي ڪار سازي ڪر. مون کان جو ڪجهہ ٿيو تنهن جو بدلو نہ چڪائينم. مان هينئر مري رهي آهيان. منهنجي دستگيري ڪر!

هوڏانهن وري شيخ کي دل ۾ آگاهہ ڪيو ويو تہ عيسائي ڇوڪري. پنهنجو سڀ ڪجهہ ڇڏي. اسان جي دوستي خريد ڪئي آهي. ۽ اسان جي ئي رستي تي گامزن آهي. تون پويان پير ڪري وڃي سندس همدم ۽ همراز ٿي. شيخ فورن هوا تي اُڏاٽو ۽ پنيان مريدن ۾ شور برپا ٿي ويو. چوڻ لڳا. اي مرشد سائين! تنهنجي هيءَ منهن موڙ ۽ ڊڪ ڊوڙ آخر ڇا لاءِ هئي؟ توبهہ ڪري وري عشق سازي ڪرڻ نهايت ئي بيجا حرڪت آهي.

شيخ. ڇوڪريءَ جي ڳالهہ ڪري ٻڌائي ۽ جنهن بہ اُها ڳالهہ ٿي ٻڌي تنهن پنهنجي جان تان هٿ کڻي ڇڏيو. پوءِ اُهي سڀيئي اچي ان محبوب وٽ پهتا. جنهن جو منهن زرد ۽ وار گرد آلوده هئا. پيرن اگهاڙي. ڪپڙن ڦاٽل. هڪڙي مردي مثل مٽيءَ جي ڍير تي پئي هئي. شيخ هي حالت ڏسي. سندس ڳلن تي پنهنجي اکين مان ڳوڙها هارڻ لڳو جنهن تي ان جي اک کلي ۽ شيخ کي ڏسي اکين مان نار وهائڻ لڳي: ۽ ڪيس عرض ڪرڻ لڳي تہ هينئر اصل حقيقت منهنجي اڳيان کول ۽ اسلام پيش ڪر تہ جيئن مان سنئينءَ راهہ تي اچان. شيخ جي اسلام پيش ڪرڻ تي. هوءَ يڪدم مسلمان ٿي پيئي ۽ وڃي معرفت کي رسي ۽ ايمان جي زوق کان پوريءَ طرح آگاهہ ٿي ويئي. ۽ چوڻ لڳي تہ. ايمان جي چاشني چکڻ کان پوءِ منهنجي دل بيقرار ٿي پيئي آهي. هينئر منهنجو بچڻ ڪونهي. اي شيخ صنعان الوداع. الوداع!!

ائين چئي دم ڏنائين ۽ مجاز جي درياءَ جو هي قطرو وڃي حقيقت جي سمنڊ سان مليو. عشق جي رستي ۾ اهڙا ئي واقعا پيش ايندا. مگر ماڻهو انهن رازن کي سمجهي نٿا سگهن. دل جي. نفس سان جنگ هر وقت سخت رهي ٿي. اي انسان! تون پنهنجي حال تي ماتم ڪر. هي واقعي ماتم جي جاءِ آهي.

معشوق جي مرڻ کان پوءِ شيخ جي جان بہ جلي ويئي ۽ پنهنجي ساٿين کي سڏي چيائين: عشق جي شروعات ۽ پڇاڙي ائين ئي ٿيندي آهي. جو شخص ان جي ڦندي ۾ ڦاسڻ چاهي، تنهن کي دير نہ وجهڻ گهرجي. مون عشق جي پکيءَ کي سوگهو پڪڙيو آهي، هينئر ان بغير منهنجو زندهہ رهڻ ناممڪن آهي. مان هينئر پنهنجي محبوب طرف بهشت وڃي رهيو آهيان.

صبوح جو عيسائي ڇوڪريءَ دم ڏنو ۽ منجهند جو شيخ بہ موڪلايو. مريدن انهن جي هڪ ئي قبر بنائي ۽ ٻنهي کي هڪ ٻئي جي آغوش ۾ سمهاريو ويو. ڪجهہ وقت گذرڻ بعد انهن ٻنهي جي قبر مٿان هڪ بلند سرو جو وڻ پيدا ٿيو ۽ علاوه ان جي الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان هڪ مٺي پاڻيءَ جو چشمو پيدا ڪيو. اها زمين ڪيترن ميلن ۾ سرسبز ۽ شاداب پکڙي پيئي آهي. ان جهڙي دنيا ۾ ٻي ڪا جاءِ ئي ڪانهي. جيڪڏهن تو کي اها جاءِ نصيب ٿي پوي تہ تون اتي سدائين بهار ڏسندين ۽ سدائين ميوا ۽ ڦل موجود پسندين.

اهي ٻئي وڏي مرتبي وارا هئا ۽ عاشقي جو ڦل پيدا ڪن ٿا. عشق جا ڪم ئي عجيب آهن. اها جاءِ اڄا تائين ڪعبي ۽ روم درميان عام ۽ خاص جي زيارتگاهہ بڻيل آهي. ڪاش، عطار جي هن قصي کي ڪو سمجهي!

## سيمرغ ڏانهن وڃڻ لاءِ پکين جو پاڻ ۾ متفق ٿيڻ

جڏهن پکين هي قصو ٻڌو، تڏهن پنهنجيون جانيون قربان ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويا ۽ سيمرغ ڏانهن وڃڻ لاءِ عزم بالجزم ڪيائون. سڀني ملي صلاح ڪئي تہ اسان کي پنهنجي لاءِ هڪ قابل پيشوا مقرر ڪرڻ گهرجي جو نہ فقط اسان جي ڪاروبار جي نگراني ڪري، مگر اسان جي خاص ڪري هن ڏکيءَ راهہ ۾ رهبري بہ ڪري ۽ اسان کي ان جي حڪم ڪانسواءِ ڪنهن ٻيءَ ڳالهہ جي پيروي ڪرڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن قسمت ياوري ڪئي تہ وڃي ڪوهہ قاف رسنداسين ۽ پنهنجي بادشاهہ سيمرغ جي پاڇي جي نعمت کان ڀرور ٿينداسين.

آخر فيصلو ڪيائون تہ پيشوا جي چونڊ لاءِ ڪٺا وڏا وڃن ۽ پوءِ جنهن جي نالي تي ڪڻو نڪري، تنهن جي ڪٺي پيروي ڪريون.

جڏهن ڪٽا ڪڍيائون تہ هد هد جو نالو نڪري آيو. پوءِ سيني ان کي پنهنجو رهبر ۽ سردار ڪري ورتو ۽ ان جي حڪم جي بجا آوري ۾ دل ۽ جان ڏيڻ کان بہ نٽي مُڙيا.

## پکين جو هد هد جي مٿي تي تاج رکڻ ۽ ڪوهہ ڪاف روانو ٿيڻ

رهنما هد هد ٻلوان جيئن ٻاهر آيو تيئن پکين مڙي سندس مٿي تي چٽ (تاج) رکيو. پکي جي ڳاٽيتي کان ئي ٻاهر هئا، سي هد هد سان گڏجي سيمرغ طرف روانا ٿيا. جڏهن پري کان کين هڪ وادي نظر آئي، تڏهن سدن دلين ۾ جهٽڪ ٻاهہ لڳي ويئي، ڇاڪاڻ تہ رستو ڏکيو هو. ۽ سندن بار بہ ڳرو هو تنهن ڪري سڀيئي ملي يڪمشت ٿي ويا (تہ جيئن هن راهہ کي گڏجي طئہ ڪن). رستي ۾ سڪون ۽ آرام هو نہ منجهس ڪا اڄ وڄ ۽ نڪو شر ۽ خير. هيءَ حالت ڏسي هڪ پکي هد هد کان پڇيو: آخر هيءَ راهہ خالي ڇو آهي؟ جنهن تي هد هد جواب ڏنس: بادشاهہ جي عزت ۽ شان سبب خالي آهي.

## چانڊوڪيءَ رات ۾ بايزيد بسطاميءَ جو ٻاهر وڃڻ

هڪڙي دفعي چانڊوڪيءَ رات ۾ بايزيد بسطامي گهر کان ٻاهر نڪري، ڪليل ميدان ۽ جهنگ جي ارد گرد ڦرڻ لڳو. مگر هر هنڌ سناٽو ئي سناٽو ڇانيو پيو هو. دل ۾ جوش پيدا ٿيس، پر سمجهي نہ سگهيو تہ ايتريقدر بلند دربار مشتاقن کان آخر خالي ڇو آهي. غيب مان آواز آيس تہ هتي تہ ڪيترائي سال انتظار ڪرڻو پوي ٿو تڏهن مس ڪو وارو ملي ٿو.

## رستي جي هولناڪيءَ کان پکين جو فرياد

رستي جي هولناڪي ۽ هيبت ڏسي ويچارا پکي دهلجي ويا. ان جو ڪو ڇيڙو ئي نظر نٿي آين ۽ نہ پنهنجي درد جو ڪو مرهم. انهيءَ هنڌ بيپرواهيءَ (استغنيٰ) جي هوا اهڙي تيز پئي گهلي جو آسمان جي پني پئي ٽٽي. اهڙو بيابان هو جنهن ۾ آسمان جو مورئي اُڏي نٿي سگهيو تڏهن ان هنڌ هن جهان جي پکين کي پرواز ڪرڻ جي ڪهڙي

طاقت تي سگهي ٿي. هيءُ حال ڏسي سڀئي گڏجي اچي هد هد کي چوڻ لڳا: تون خوب ڄاڻين ٿو تہ ڪنهن بادشاهہ جي اڳيان بي ادبيءَ سان وجي نٿو سگهجي. تون حضرت سليمان عليه السلام وٽ رهيو آهين ۽ ان جي شاهي مسند تي بہ وينو آهين. شاهي آدابن جي رسمن کان چڱيءَ پر آگاهہ آهين. امن ۽ خطري جي جاين کان واقف آهين. تنهن ڪري هاڻي اسان جي راءِ هيءَ آهي تہ تون هن هنڌ منبر تي چڙهي، پنهنجي قوم کي رستي طئہ ڪرڻ جون ترڪيبون ٻڌاءِ ۽ بادشاهي آدابن جي رسمن کي سندن اڳيان کولي بيان ڪر. ڇالاءِ جو هي ڏکهو رستو ناداني‌ءَ سان ڪڏهن بہ طئہ تي نٿو سگهي ۽ نہ وري شڪ ۽ شبهي جي حالت ۾ صاف ٿي نظر ايندو. هر هڪ دل ۾ ڪا نہ ڪا ڏکيائي آهي، حالانڪ هن رستي جي لاءِ فارغ البالي گهر جي. تون پهريائين اسان جي دلين جي ڏکاين کي دور ڪر تہ پوءِ اسين پنهنجو ارادو نيڪ ۽ درست ڪريون. دل جڏهن خطرن کان خالي ٿي. تڏهن پوءِ سِرُ محبوب جي در هر وقت قربان.

## هد هد جو تخت نشين ٿي گفتگو ڪرڻ

هد هد تاج پهري تخت تي ويهي، پکين جي آڏو گفتگو شروع ڪئي، جي سڀئي صفون ٻڌيو بينا هئا. پهريائين بلبل ۽ ٻگيريہ ٻن قارين وانگر مني آواز سان سندس آڏو آيا. سندن آواز اهڙو تہ شيرين ۽ موهيندڙ هو جنهن ٻڌندڙن کي بيقرار ۽ مدهوش ڪري ٿي ڇڏيو. هر هڪ تي هڪ خاص حالت طاري هئي. ان کان پوءِ هد هد اچي حقيقتن تان پردو هٽايو ۽ رازن کي کوليو.

## هڪ پکيءَ جو سوال

هد هد کان هڪڙي پکي اُٿي پڇيو: آخر ڪهڙيءَ ڳالهہ جي ڪري تون اسان کان سبقت حاصل ڪري ويو آهين؟ اسين آهيون تہ سڀئي هڪ جهڙا، پوءِ خبر نہ آهي تہ هي تفاوت ڇو آهي. اسان کان ڪهڙي خطا ٿي، جنهن سبب تون وڏي مرتبي وارو ٿي وئين ۽ اسين ذليل ۽ هيچ!

## هد هد جو جواب

اي پرندؤ! مون تي هڪ دفعي حضرت سليمان عليه السلام جي گهڙي ڪن نظر پئي. مون هيءَ عزت، زر ذريعي حاصل نہ ڪئي آهي، بلڪ اها ان هڪ نگاهہ جو ئي نتيجو آهي. ههڙي عزت پلا اطاعت سان ڪٿي ٿي دستياب ٿي سگهي. خود ابليس زياده اطاعت ڪئي هئي، ليڪن جيڪڏهن هتي ڪو ائين چوي تہ اطاعت جي ڪا ضرورت ڪانهي تہ اهڙي تي هر وقت لعنت هجي. تون هڪڙي گهڙي بہ اطاعت نہ ڇڏ، البت تون ان تي ناز بہ نہ ڪر. پنهنجي ساري ڄمار اطاعت ۾ گذار تہ جيئن سليمان توتي رحم جي نظر فرمائي، ۽ جڏهن تون وٽس مقبول ٿي ويندين تہ پوءِ تون واقعي هڪ وڏي مرتبي کي پهچي وئين. هن حقيقت کي سمجهڻ لاءِ مان توکي بہ ٿي حڪايتون ٻڌايان ٿو.

## سلطان محمود جو هڪڙي شڪاري ڇوڪري سان شرڪت ڪرڻ

ٻڌالهہ ٿا ڪن تہ، هڪڙي دفعي سلطان محمود پنهنجي لشڪر کان الڳ ٿي ويو ۽ گهوڙو ڊوڙائيندي اچي هڪ درياءَ جي ڪناري تي پهتو، جتي هڪڙي ڇوڪري مڇي ڦاسائڻ لاءِ دريا اندر ڪُنڍي وڌي هئي. ڇوڪرو گهڻو غمگين ۽ ڏکويل ٿي نظر آيو. تنهن ڪري سلطان ان جو ڪانئس سبب پڇيو. هن جواب ۾ چيو: اسين ست يتيم ٻار آهيون ۽ اسان جي امڙ نهايت ٻڍي، هڪڙي ئي ڪنڊ ۾ فقيرياڻي بڻي ويٺي آهي. سڄو ڏينهن مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪيتري تڪليفون وٺندو رهان ٿو تڏهن مس وڃي ڪا هڪ مڇي ٿي هٿ اچي، ۽ اها بہ فقط رات جو قوت ٿي ٿئي! هي ٻڌي بادشاهہ چيس: جيڪڏهن تون مون کي پنهنجو شريڪ ڪرڻ چاهين تہ مان ائين ڪرڻ لاءِ تيار آهيان. ڇوڪرو ازحد راضي ٿيو ۽ پوءِ بادشاهہ پاڻ ڪُنڍي اڇلائي، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ سئو مڇيون شڪار ٿيون. هيءَ حالت ڏسي ڇوڪري کي ڏاڍو عجب لڳو! جنهن تي بادشاهہ ٻڌايس تہ اها ساري دولت انهيءَ ڪري هٿ آئي جو بادشاهہ تنهنجو ماهيگير بڻيو آهي.

ائين چئي بادشاهہ گهوڙي تي سوار ٿي روانو ٿيو. ٻئي ڏينهن جڏهن پنهنجي محل ۾ داخل ٿيو، تڏهن ان ڇوڪري جي يادگيري آيس. يڪدم سپاهي روانو ڪري کيس پاڻ وٽ گهرائي، پنهنجي مسند تي گڏ وهاريائين. درٻاري هي حال ڏسي تعجب ۾ اچي ويا ۽ ان ڇوڪري کان اهڙي عاليٰ مرتبي تي فائز ٿيڻ جو سبب پڇڻ لڳا. جنهن جي جواب ۾ هن چيو: هي سڀ بادشاهہ سلامت (صاحبِ دولت) جي نظر جو نتيجو آهي.

## حضرت جنيد جو هڪڙي خونيءَ کي خواب ۾ ڏسڻ

هڪڙو خوني، جنهن کي بادشاهہ قتل ڪري ڇڏيو هو. تنهن کي حضرت جنيد خواب ۾ بهشت اندر هشاش بشاش گهمندو ڦرندو ڏٺو. کانئس پڇيائين: تون هن درجي کي ڪيئن پهتو آهين، حالانڪ تنهنجا عمل تہ اهڙا هئائي ڪونہ؟ جواب ۾ خونيءَ ٻڌايس: جنهن وقت منهنجو رت زمين تي ڪري رهيو هو، تنهن وقت حبيب عجمي[1] منهنجي اڳيان لانگهائو ٿيو ۽ پوشيده طور مون تي هڪ نظر ڪيائين. هاڻي هيءَ عزت محض ان هڪ نظر سبب حاصل ٿي اٿم. جنهن بہ شخص تي ڪنهن صاحب دل جي نظر پوي ٿي، سو هڪ پل اندر فرش کان عرش تائين پهچي وڃي ٿو. جيستائين توتي ڪنهن صاحب دل صوفيءَ جي نظر نہ پيئي آهي، تيستائين تون پنهنجي وجود کان ئي بيخبر آهين. هن رستي ۾ پير (مرشد) جي ضرورت آهي، ان بغير هي ڏکيو ۽ اڙانگو رستو طئہ ٿي نٿو سگهي.

## سلطان محمود ۽ هڪ پيرسن ڪاٺير

هڪ دفعي اهڙو اتفاق ٿيو جو سلطان محمود، شڪارڪندي پنهنجي لشڪر کان جدا ٿي ويو. پري کان هڪ ڪاٺير نظر آيس، جنهن جي ڪاٺين جي لڏ گڏهہ تان ڪري پيئي هئي. وبجهو وڃي

---

[1] حبيب عجمي، هڪ عاليٰ مرتبي وارو صوفي ٿي گذريو آهي. هو حضرت حسن بصري رح جو مريد هو.

کيس چيائين: جيڪڏهن تون مون کي پنهنجو يار (مددگار) ڪرڻ چاهين ته مان حاضر آهيان. ٻئي هي ٻڌي وراڻي ڏني ته، منهنجي ان ۾ سراسر ڀلائي آهي. مان تنهنجي منهن ۾ حسن جي جهجهي جهلڪ ڏسان ٿو ۽ حسين (هونءَ به) ته هميشه مهربان هوندا آهن.

بادشاهه گهوڙي تان لهي، اها ڪاٺين جي لڏ پنهنجي هٿن سان گڏهه تي رکي، واپس لشڪر ڏانهن روانو ٿيو. پهچندي ئي لشڪر کي حڪم ڪيائين ته هڪڙو ٻڍو منهنجي طرف اچي رهيو آهي، تنهن ڪري هن جا ٻيا سڀيئي رستا (سواءِ مون واري رستي جي) بند ڪريو ته جيئن هو مون کي ڏسي سگهي. پيرسن هيءَ رستي روڪ ڏسي گهٻرايو گهڻو ئي، مگر پري کان بادشاهه جي چتي ڏسي، پنهنجي لڏيل گڏهه سميت اچي اتي پهتو. چتيءَ هينان دوست (آشنا) کي ڏسي گهڻو شرمندو ٿيو ۽ چوڻ لڳو: اي الله! مون محمود بادشاهه کي پنهنجو حمال (ڪولي) بڻايو!

بادشاهه ڪاٺئس حال دريافت ڪيو جنهن تي هن جواب ڏنو: مان هڪ عيالدار ۽ غريب آهيان. ڪاٺيون ڪري گذر ڪريان ٿو . تون مون تي مهرباني ڪرين ته ڪري سگهين ٿو. منهنجو حال ڪو تو کان ڳجهو ڪونهي. ان تي بادشاهه چيس: چڱو پنهنجي ڪاٺين جي قيمت ٻڌاءِ ته توکي ڏيون؟ ٻڍي جواب ڏنو: سائين! سون جي ڏهن ٿيلهين کان گهٽ ۾ ڪو نه وڪڻندس. سلطان جي لشڪر، هي ٻڌي تنبيهه ڪيس ته اڙي بيوقوف خاموش رهه. هيءُ ڀري ٻن جَوَن جي قيمت مس ٿي رکي! ٻڍي وراڻي ڏني ته، ائين برابر آهي، ليڪن خريدار نهايت عمدو ۽ عالي مرتبي وارو آهي. جڏهن منهنجي ڪاٺين تي هڪ بادشاهه پنهنجو هٿ ڦيريو آهي، تڏهن انهن جي قيمت به گهڻو وڌي ويئي آهي. بادشاهه هيءَ ڳالهه ٻڌي کيس گهڻو سون عطا ڪيو ۽ حڪم ڪيو ته هن کي ڏهه ٿيلهيون سون جون ڏنيون وڃن!

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سوال پڇڻ

هڪڙي ٻئي پکيءَ هد هد کان سوال ڪيو: جڏهن ته مان گهڻو هيٺو ۽ ناتوان آهيان ۽ ڏاڍو عاجز ۽ بي بس آهيان، تڏهن هن راهه تي

پلا ڪيئن هلي سگهندس؟ وادي گهڻو دور ۽ رستو ڏاڍو اوکو آهي. علاوه ان جي وچ تي ڪيترائي آتشي پهاڙ آهن. مان ته پهرين ئي منزل ۾ ختم ٿي ويندس. هيءَ ڪم هر ڪنهن جو نه آهي. هن راهه ۾ ڪيتريون ئي جانيون قربان ٿي ويون ۽ خون جا درياءَ وهي هليا ۽ ڪيترن ئي ڏاهن اچي پنهنجو ڪنڌ نوايو. اهڙي راهه، جتي سچن پچن جوانمردن به پنهنجي عاجزي ڏسي شرم کان ڪٽي منهن ڍڪيو، تتي مون جهڙي ڪمزور جو ڪهڙو حال ٿيندو؟ جيڪڏهن مان اهڙو قصد ڪندس ته يقينن خوار ۽ خراب ٿيندس.

## هد هد جو جواب

اڙي بڍا! تون ڪيستائين پنهنجي دل هن بند ۾ رکيو ايندين. هن راهه ۾ جوان خواه بڍو، ڳالهه ساڳي آهي. ساري دنيا گندگيءَ سان پري پيئي آهي ۽ نادان ان ۾ پيا ليٽڙيون پائين. اسان هن راهه ۾ تڪليف سان مرون ته اهو بهتر آهي، جو هن گندگيءَ ۾ غلطان پيا رهون. باقي جيڪڏهن عشق جي خاطر خواري کٽڻي ٿي پوي ته اهڙيءَ خواري پلي ڪنئي وڃي ۽ اها سونهين به ٿي. ها، جيڪڏهن ڪو ائين چوي ته، هي عشق جو خيال مڙيو ئي ڏوکو آهي ۽ تون ان هنڌ پهچي ئي ڪو نه سگهندين ته، اهڙي ڏوکي ۾ اچي جان ڏيڻ هزار بار بهتر آهي. آخرڪار دنيا سان هي تعلق ۽ هيءَ تن پروري ڪيستائين؟

اي انسان! جيڪڏهن تون واقعي ڪم وارو (ڪارائتو) ماڻهو آهين ته پوءِ هن رستي ۾ پير رک (ڪُڏي ڪاهي پؤ) ۽ زنانپڻو ڇڏي ڏي. تون هيءَ ڳالهه يقين سان سمجهي ڇڏ ته تنهنجي هيءَ طلب (تلاش) اصلي ۽ حقيقي شيءِ آهي. پوءِ پلي ڪٽي ڪو ان کي ڪفر چو نه سمجهي. اهڙو ڪفر زيبا آهي ۽ عشق جي طلب کان سواءِ ٻيو سڀ ڪجهه اجايو ۽ بي معنيٰ آهي. جنهن به شخص جي سيني ۾ عشق اچي ديرو دمايو، تنهن پنهنجي هستيءَ تان دل ڪٽي ڇڏي. عشق جڏهن وٺي ٿو تڏهن پل به پري نٿو رهي ۽ مارڻ بعد به ان غريب عاشق کان خون بها جي گُهر ڪري ٿو. رنج رسائڻ کان سواءِ ڪو آرام نٿو ڏئي ۽ جيڪڏهن ڪو ڪاڏو ڏئي ٿو ته اهو به جگر جي خون سان پريل. عاشق

پلي ڪِولي کان ٻـ وڌيڪ ضعيف چو نـ هجي. عشق هر وقت ان تي زور لائيندو (رهندو) رهي ٿو جنهن سببان ضعيف. قوت ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو. انسان جڏهن خطرن جي درياءَ (عشق) ۾ گهڙيو تـ پوءِ جگر جي خون بغير ڪٽي ٿو لقمو کائي سگهي. هاڻي هڪڙي حڪايت ٻڌايانءِ ٿو جنهن کي ڪن لائي ٻڌ:

## شيخ خرقانيءَ جي حڪايت

هڪڙي دفعي شيخ خرقاني، نيشاپور شهر ۾ آيو ۽ سفر جي تڪليف سبب، اڃڻ سان بيمار ٿي پيو. هفتو کن تـ هڪ ڪنڊ ۾ بکيو پيو رهيو. آخر جڏهن بک ڏاڍو اچي تپايس، تڏهن خدا تعاليٰ کي هڪ مانيءَ لاءِ عرض ڪيائين. ليڪن غيب مان فورن آواز آيس: تون هينئر ٻهارو کڻي نيشاپور جي ساري ميدان کي وڃي ٻهار، توکي ان مزوريءَ جي عيوض اڌ جَوَ برابر سون هٿ ايندو جنهن سان تون ماني وٺي کاءُ. ويچاري جواب ۾ چيو: جيڪڏهن مون وٽ ٻهارو ۽ پروڻ هجي ها تـ پوءِ اُهي چو نـ وڪڻي، کڻي ماني وٺان ها. مان بي سرو سامان آهيان ۽ جگر جو سارو خون پي چڪو آهيان. مون مسڪين کي وڌيڪ تڪليف نـ ڏني وڃي. غيبي آواز کيس وري خبردار ڪيو: بغير پورهئي جي مفت ۾ ماني نـ ملنديءَ گهڻي زاريءَ ۽ پريشانيءَ کان پوءِ نيٺ، هن هڪڙي شخص کان ٻهارو ۽ پروڻ هٿ ڪري، نيشاپور جو سارو ميدان ٻهاريو جنهن جي بدلي ۾ جَوَ جيترو سون ذرو مليس، تنهن سان هن ماني وٺي کاڌي، مگر اتي خوشيءَ ۾ ٻهارو ۽ پروڻ ٻئي وساري ويٺو. جڏهن اهي ياد آيس تڏهن ڏاڍو پريشان ۽ حيران ٿي چوڻ لڳو: آخر مان غريب انهن جي چٽي ڪٿان ڀري سگهندس؟ انهن جي تلاش ۾ چرين وانگر ڦرندو رهيو تان جو اچي هڪ ويران جڳهه وٽ پهتو جتي اوچتو ئي اوچتو ٻهاري ۽ پروڻ کي ڏسي حيرت زده ٿي ويو. ان وقت غيب کان آواز آيس: اي بدمزاج! ٻوڙ کانسواءِ (رُکيءَ) مانيءَ ۾ مزو نـ هوندو آهي. جڏهن تو ڪجهه ڪمائي ڪئي، تڏهن باقي رهيل جو اسان پورائو ڪيو. ڀلا، پورهئي بغير ڪو ڦل حاصل ٿي سگهندو؟

## هڪ ديواني جو قصو

هڪڙو ديوانو جو ننگو وڃي رهيو هو. تنهن ماڻهن کي پهريل سهريل ڏسي، خدا تعاليٰ کان هڪڙي چوغي جي طلب ڪئي. هاتف آواز ڏنس: تون اُس ۾ وڃي پاڻ کي ڪوسو ڪر. انهيءَ لاءِ تہ اسان سج کي گرم بڻايو آهي. ليڪن هن ديواني وري بہ چوغي لاءِ عرض ڪيو جنهن تي ڪيس ڏهن ڏينهن لاءِ صبر ڪرڻ جي تلقين ڪئي ويئي. ڏهن ڏينهن گذرڻ بعد، هڪڙو شخص جو هوا جيان تيز اچي رهيو هو تنهن هن اُس سڙيل کي، هڪ سبيل چوغو ڏنو جنهن کي ڪيترائي پيوند لڳل هئا. هيءَ حالت ڏسي، ان ديواني کيس چيو: اي رازدان! ائين معلوم ٿو ٿئي تہ تون انهيءَ ڏينهن کان (جنهن ڏينهن کان مون ان چوغي جي گهر ڪئي هئي) ونئي هن گودڙيءَ کي سبندو رهيو آهين. ڇا تنهنجي خزاني ۾ بيا ڪپڙا سڙي ويا، جو تون هن تڳڙين لڳائڻ ۾ لڳي وئين! پيلا بڌاءِ تہ سهي: تو اهڙو درزڪو ڪم ڪنهن کان سکيو آهي؟ ان جواب ۾ چيس: اي يار! انهيءَ (الله تعاليٰ) جي درگاهہ ۾ باريابي حاصل ڪرڻ ڪو آسان ڪم نہ آهي. انهيءَ جي راهہ ۾ اسان کي خاڪ ٿيڻ گهرجي. ڪئين لوڪ پري کان ڪهي هن درگاهہ تي آيا، ڪڏهن سڙي ويا تہ ڪڏهن (سڙڻ بعد) چمڪي روشن ٿي نڪتا. اڪثر ڪري ائين ٿئي ٿو جو جڏهن ڪنهن مدت بعد ماڻهو پنهنجي مقصد کي اچي ويجهو پوي ٿو تہ تڏهن مقصود ماڻڻ کان محروم رهجي وڃي ٿو.

## رابعہ عدويہ جو حج تي وڃڻ

مردن جي سرتاج بيبي رابعہ، پورا ست سال مڪي طرف حج لاءِ ڪلهن ڀر هلندي رهي. جڏهن حرم جي ويجهو آئي، تڏهن چوڻ لڳي: هاڻ مون پنهنجو حج گويا پورو ڪيو. پر جڏهن هڪ ڏينهن هن ڪعبي وڃڻ جو رخ ڪيو تہ اوچتو ئي اوچتو ماهواريءَ جو شڪار ٿي پيئي! پوئين پيرين ٿي چوڻ لڳي: اي منهنجا پروردگار! مون ست سال ڪلهن ڀر سفر ڪيو ۽ جڏهن حج جي بازار گرم ڏٺم تڏهن تو منهنجي راهہ ۾ ڪٺي هي ڪنڊا اڇلايا. هاڻي يا تہ پنهنجي گهر ۾ رهڻ ڏينم يا وري اچڻ جي اجازت ڏينم؟

اي انسان، تون سمجهي ڇڏ تہ جيستائين ڪو شخص رابعہ وانگر عاشق نہ ٿيو آهي، تيستائين هو هڪ عارف جي قدر ۽ منزلت ڪي ڪٿي سڃاڻي سگهندو. تون جيستائين هن فضوليات جي سمنڊ (دنيا) ۾ پيو ترندين، تيستائين ان اندر رد ۽ قبول جون موجون اٿنديون رهنديون. هاڻي جيڪڏهن تون هن ڪُن مان سر ٻاهر ڪڍندين تہ هر گهڙيءَ اطمينان جو ساهہ کڻندين (۽ ان اطمينان ۾ اضافو آڻيندين)؛ پر جيڪڏهن انهيءَ ڪُن ۾ قائل رهندين تہ تنهنجو مٿو چڪيءَ وانگر پيو ڦرندو ۽ توکي گهڙي پلڪ بہ آرام نصيب نہ ٿيندو.

## هڪڙي شخص جي هڪ ديواني سان ملاقات

هڪڙو شخص، هڪ دفعي هڪڙي ديواني وٽ آيو، جو هڪ کنڊ ۾ ذليل ۽ خراب حالت ۾ پيو هو. ان کي چيائين: مان تو ۾ اهليت ڏسان ٿو ۽ هن اهليت ۾ توکي اطمينان بہ آهي. ديواني جواب ۾ چيو: اطمينان ڪنهن کان حاصل ڪيئن ٿي سگهي ٿو جڏهن مون کي پسُوئن ۽ مکين کان رهائي ڪانهي. سارو ڏينهن مکين جي عذاب ۾ مبتلا ۽ ساري رات پسُوئن جي آزار کان بي آرام آهيان. نمرود جي مٿي ۾ فقط هڪڙو مڇر ويو جنهن سبب سندس مٿو پريشان ٿي پيو ۽ سندس دل دونهي سان ڀوساڻجي ويئي. مان شايد پنهنجي وقت جو نمرود آهيان، جنهن ڪري هي مڇر، پسُون ۽ مکيون نصيب ۾ پلئہ پيون اٿم!

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سوال ڪرڻ

هد هد کان هڪڙي ٻئي پکيءَ پڇيو: مان ڏاڍو گنهگار آهيان، هاڻي هيترن گناهن هوندي، مان انهيءَ هنڌ ڪٿي ٿو وڃي سگهان!
جڏهن ڪو پکي گناهن ۾ سراسر غلطان آهي، تڏهن ڪيئن ڪوهہ قاف تائين پهچي، سيمرغ جي ملاقات جو لائق بڻجي سگهي ٿو؟
جڏهن هڪ گنهگار انهيءَ بادشاهہ جي رستي کان ئي ٿڙي ويو تڏهن هاڻي ڪٿي ٿو بادشاهہ جو قرب حاصل ڪري سگهي!

## هد هد جو جواب

اڙي غافل! تون ان کان نااميد نہ ٿيءُ ۽ هميشه ان جي مهربانيءَ جو طالب ٿي رهہ. تون جيڪڏهن آسانيءَ ۽ آرام ۾ رهڻ چاهيندين تہ پوءِ تنهنجو ڪم ڪنهن وقت ڏاڍو اوکو ٿيڻجي ويندو. جيڪڏهن تو گناهہ ڪيا آهن تہ پرواهہ نہ آهي. تون توبهہ ڪر ۽ توبهہ جو دروازو سدائين کليل آهي. جيڪڏهن توبهہ ڪندڙ جي توبهہ قبول نہ ٿئي ها تہ پوءِ هو (الله تعاليٰ) هر رات هيٺ ڇو لهي اچي ها؟[1] جيڪڏهن تون هن راهہ ۾ ڪجهہ وقت لاءِ سچائيءَ سان ايندين تہ پوءِ توکي ڪيترئي ڪاميابيون نصيب ٿينديون. مثال طور مان توکي هڪ ڳالهہ ٻڌايان ٿو:

## هڪ گنهگار جي ڳالهہ

هڪڙي ماڻهوءَ گهڻن گناهن ڪرڻ کان پوءِ توبهہ ڪري سنئين راهہ ورتي، مگر وري جڏهن سندس نفس طاقت ۾ آيو تڏهن توبهہ ٽوڙي ناجائز خواهشن جي پنيان ڪاهي پيو ۽ ڪو وقت هر قسم جي برائين ۾ گرفتار رهيو. آخر دل ۾ درد پيدا ٿيس، مگر افسوس جو پاڻ ۾ توبهہ ڪرڻ جي طاقت نہ ڏسي، اندر ئي اندر جلندو رهيو. هڪڙي ڏينهن صبح جو غيبي آواز آيس تہ خدا تعاليٰ چوي ٿو تہ: تو جڏهن پهريون دفعو توبهہ ڪئي، تڏهن مون قبول ڪئي ۽ توکي معاف ڪيم. وري جڏهن ٻيو دفعو تو توبهہ کي ٽوڙيو تڏهن بہ مون توکي مهلت ڏني ۽ گرفت نہ ڪئي، هينئر بہ تون تائب ٿي، جو بخشش جو دروازو هر وقت کليل رهي ٿو ۽ منهنجي رحمت جو ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي.

## حضرت جبرائيل عليه السلام جي ڳالهہ

هڪڙي رات، جبرائيل عليه السلام سدرته المنتهيٰ ۾ هو تہ الله تعاليٰ طرفان ”لَبيڪ“ جو آواز سندس ڪنين پيو. سمجهي ويو تہ ڪو

---

(1) حديث شريف طرف اشارو آهي، جنهن ۾ آيل آهي تہ آڌيءَ رات بعد الله تعاليٰ عرش کان لهي هن زمين واري آسمان تي ايندو آهي ۽ صبح تائين پڪاريندو رهندو آهي تہ ”آهي ڪو سائل جنهن جو مان سوال پورو ڪريان ۽ آهي ڪو تائب جنهن جي توبهہ قبول ڪريان وغيره.“

الله جو بندو پنهنجي موليٰ کي پڪاري رهيو آهي ۽ مان ڄاڻان ٿو تہ هو هڪ وڏي مرتبي وارو بندو آهي. جنهن پنهنجي نفس کي ماري مات ڪيو آهي. بس پوءِ تہ ستن آسمانن ۽ زمينن ۾ ان جي تلاش ۾ تي نڪتو. مگر ڪٿي بہ اهو نظر نہ آيس. نيٺ الله تعاليٰ وٽ اچي ان بابت عرض ڪيائين. جنهن کيس روم ۾ هڪ گرجا اندر وڃي ان جي حال کان واقف ٿيڻ لاءِ چيو. حضرت جبرائيل عليه السلام فورن انهيءَ هنڌ پهچي ويو ۽ کيس بت کي ظاهر ظهور پڪاريندو ڏسي، اچرج ۾ پئجي ويو. موٽي اچي عرض ڪيائين: اي منهنجا پروردگار! هن راز جو پردو تہ منهنجي اڳيان کول! حق تعاليٰ ٻڌايس: هن جي دل ڪاري ٿي ويئي آهي، هينئر هو صحيح ۽ غلط کي سمجهي ئي نٿو. مون کي ان جي عاجزي ڏاڍي مني لڳي، تنهن ڪري ئي هيءُ جواب ڏيڻو پيو. هاڻي اسين گهڻي مهربانيءَ سان کيس پنهنجي دربار جي واٽ ڏيکاريندسون. اجا گهڙي ئي نہ گذري تہ ان جي دل جي دري کلي پيئي ۽ هو هڪدم الله الله پڪارڻ لڳو. اها ڳالهہ انهيءَ لاءِ ڪئيسون تہ جيئن تون سمجهين تہ انهيءَ دربار ۾ ڪي اهڙا ڪم بہ ٿين ٿا، جن جو ڪو (ظاهري) سبب ئي ڪو نہ ٿو معلوم ٿئي. هن درگاهہ تي جيڪڏهن تون ڪڏهن خالي هٿين بہ آئين تہ بہ ڪو حرج ڪونهي. اتي تہ نيڪوڪار ۽ بدڪار ٻنهي لاءِ جاءِ آهي.

## هڪ صوفيءَ ۽ ماڪيءَ وڪڻندڙ جي ڳالهہ

بغداد شهر ۾، جيئن هڪ صوفي تڪڙو وڃي رهيو هو، تيئن (رستي جي وچ ۾) هن کي هڪ آواز ٻڌڻ ۾ آيو. هڪڙو شخص هوڪو ڏيئي رهيو هو تہ مون وٽ ڇڄهي ماکي آهي ۽ وڪڻان بہ سستي ٿو، آهي ڪو وٺڻ وارو؟ صوفيءَ چيس: يار! ٿوري ڪجهہ مفت ۾ بہ ڏيندو آهين يا نہ؟ تنهن تي هن جواب ڏنس: تون ڪو چريو آهين. يلا، ڪڏهن ڪو ماڻهو ڪا شيءِ ڪنهن کي مفت ۾ بہ ڏيندو آهي؟ اتي غيب کان آواز آيس: اڙي صوفي تون هڪڙو قدم اجا بہ اڳيرو ٿي (اوري آءُ) تان تہ اها چيز توکي مفت ۾ ڏيون ۽ جيڪڏهن اجا بہ زياده چاهيندين تہ اهو بہ ڏيندا سين.

اي بندا، الله تعاليٰ جي رحمت سج وانگر آهي. جنهن جي روشنيءَ کان جهان جو ڪو بہ ذرو خالي ڪونهي. هن جي رحمت جو هن ڳالهہ مان ئي اندازو لڳائي سگهين ٿو تہ، ڪيئن هڪ دفعي هڪڙي ڪافر خاطر پنهنجي پيغمبر کي مهٽو ڏنو هئائين!

## حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ قارون جو قصو

الله تعاليٰ، حضرت موسيٰ عليه السلام کي خطاب ڪندي چيو: اي موسيٰ، قارون توکي ستر دفعا عاجزيءَ سان پڪاريو ۽ تو هڪ دفعي بہ ان کي جواب نہ ڏنو. حالانڪ جيڪڏهن هو هڪ گهڙي مون کي پڪاري ها تہ مان شرڪ کان ڪيس ڇڏائي ڇڏيان ها ۽ ڪيس دين جو چوغو پهرايان ها. تو تہ ان کي هزار دردن سان گڏ زمين اندر پورائي ڇڏيو. اجان تہ تو ان کي پيدا نہ ڪيو هو، پر جيڪڏهن تون ئي ان جو پيدا ڪندڙ هجين ها تہ يقينن ان کي عذاب ۾ رکين ها. اها ذات جا بي رحمن تي ايترو مهربان آهي، سا رحم وارن تي ڪيترو نہ مهربان هوندي! هن جي فضل جو درياءُ بي پايان آهي، جنهن جي اڳيان اسان جا گناهہ (هڪڙي ڦڙي مثل) تِچ آهن. بلاشڪ جو شخص گنهگارن جي گلا ڪري ٿو، سو هٽ وٺي پاڻ کي ظالمن جو سردار بڻائي ٿو.

## گنهگار شخص جي وفات جو قصو

هڪڙي دفعي جيئن هڪڙي گنهگار شخص جي لاش کي ڪنيو پئي ويا، تيئن هڪڙي پرهيزگار ان جي جنازي نماز پڙهڻ کان اعتراض ڪيو. رات جو خواب ۾ جڏهن هن ان کي بهشت اندر گهمندو ڏٺائين، تڏهن ڪائنس ان جو سبب پڇيائين. گنهگار ٻڌايس تہ، تنهنجي بيرحميءَ جي ڪري پروردگار مون پريشان حال تي پنهنجي رحمت جي پلٽ ڪئي.

هاڻي توهين ان جي عشقبازي جا ڪارناما تہ ڏسو، جو جنهن شخص کي هو پاڻ ڌڪاري ٿو تنهن ساڳئي کي وري نوازي ٿو. ڪم بہ پاڻ ڪرائي ٿو، وري پڪڙي بہ ٿو ۽ آخر ۾ وري بخشي بہ ٿو. سندس راهہ ۾ ڪئين حڪمتون آهن ۽ سندس ڪو بہ فعل حڪمت کان خالي ڪونهي!

اي انسان! هي ست ئي آسمان تنهنجي لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. ۽ فرشتن جي عبادت بہ تنهنجي ئي ڀلي خاطر آهي. تون پاڻ کي حقير نہ سمجهہ. تون واقعي اشرف المخلوقات آهين. تنهنجي جان (روح) انهيءَ ڪل جو ڪل آهي ۽ جڏهن تنهنجي دل اندر ڪو ڪثرت جو خيال ئي ڪونهي. تڏهن توکي ڪل سڏڻ ئي مناسب آهي ۽ نہ ان (ڪل) جو جزو. شال توتي رحمت جا هزارين ڪڪر وسندا رهن ۽ تنهنجي شوق ۾ اضافو اچيندا رهن!

## عباسہ جي ڳالهہ

عباسہ جو چوڻ آهي تہ، جڏهن قيامت جي ڏينهن ماڻهو پريشان ۽ سرگردان هوندا ۽ گنهگارن ۽ ڏوهارين جا نهن ڪاراٽيل هوندا. تڏهن الله تعاليٰ دنيا ۽ آسمان جي سيني ملائڪن جي هزارن سالن جي اطاعت کائڻ وٺي، پنهنجي ٻانهن ۾ ورهائيندو ۽ چوندو تہ اي ملائڪو! توهان کي هاڻي هن عبادت جي ڪا ضرورت ڪانهي، انهيءَ جي ضرورت هينئر هنن گنهگار ٻندن کي آهي تہ جيئن انهن جو ڪم ٺجي پوي، ڇالاءِ جو ماني هميشه بکئي کي ڏبي آهي ۽ نہ ڍاول کي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سوال

هد هد کي هڪڙي ٻئي پکيءَ چيو: مان پيدائشي تقليد ڪندڙ آهيان ۽ هر گهڙيءَ پيو رنگ بدلايان. ڪنهن وقت قلندر آهيان ڪنهن وقت زاهد. ڪنهن مهل هست آهيان تہ ڪنهن مهل نيست. ڪڏهن شرابخاني ۾ مخمور تہ ڪڏهن مناجات ۾ مشغول، مان تہ نہ آهيان هيڏي جو ۽ نہ آهيان هوڏي جو. هاڻي تون ئي ڪٽي ٻڌاءِ تہ هن حالت ۾ مان ڇا ڪريان؟

## هد هد جو جواب

اڙي مت موڙهيل (ڪسيل). هيءَ خصلت هر ڪنهن ۾ موجود آهي، ڇالاءِ جو هڪڙي صفت ۽ هڪڙي حال وارو ماڻهو خير ڪو ٿئي ٿو. جيڪڏهن اول کان سڀئي ماڻهو پاڪ ۽ بي عيب هجن ها تہ پوءِ نبين

سڳورن کي موڪليو ٿي نہ وڃي ها. جڏهن عبادت ۾ تنهنجي دل لڳل هوندي، تڏهن گهٽي آهستگيءَ سان تون سڌاري طرف ايندين ۽ اهو انهيءَ ڪري آهي تہ جيئن تون سرڪش ۽ آرام طلب نہ ٿي پوين. خون جا لڙڪ وهائڻ دل لاءِ صيقل آهي ۽ خوب پيٽ ڀري کائڻ ان تي ڪٽ چاڙهيو ڇڏي. تنهن ڪري تون نفس جي پيروي ترڪ ڪر تہ جيئن لعل ٿي نڪرين. اجهو تنهنجي نصيحت خاطر توکي بہ ٽي ڳالهيون ٻڌايان ٿو:

## شبلي جي ڳالھ

هڪڙي دفعي شبلي بغداد ۾ وڃائجي ويو. گهٽي ڳولا ڪان پوءِ ان کي هڪ مخنث خاني ۾ ڏٺائون. هڪڙي سائل ڪانئس پڇيو: تولاءِ هي جڳھ مناسب آهي؟ جواب ۾ چيائين: هي گنهگار ماڻهو هن دنيا ۾ نہ مرد آهن نہ زالون. منهنجي حالت بہ انهن جيان آهي. جو دين جي راھ ۾ نہ زال آهيان ۽ نہ مرد. مان پنهنجي جوانمرديءَ جي فقدان (نامرديءَ) ۾ ئي گم ٿي ويو آهيان. تنهن ڪري پاڻ کي مرد سڏائڻ کان ئي مون کي شرم ٿو اچي.

اي انسان! جنهن بہ پنهنجي جان کي جاڳايو. تنهن هميشه هيناهين ۽ عاجزيءَ جي راھ ورتي. باقي جيڪڏهن تون پاڻ کي ٻين جي نظرن ۾ هڪ وار جيترو مٿي ڪري ڏيکاريندين تہ يقينن پاڻ کي هڪ بت کان ئي هيٺ ڪيرائي وجهندين. جيڪڏهن تعريف ۽ مذمت تو ۾ ڪو فرق پيدا ڪن تہ پوءِ سمجهي ڇڏ تہ تون اجا هڪ بت ساز آهين. تون خدا تعاليٰ جو بندو ٿي رھ. بت سازگري ڇڏي ڏي ۽ عاجزي اختيار ڪر. ڇالاءِ جو عاجزيءَ کان بلندتر ڪو درجو ئي ڪونهي. هاڻي جڏهن تنهنجي گودڙيءَ ۾ ئي سوين بت آهن تہ پوءِ خواه مخواه پاڻ کي صوفي ڇو ٿو ڪري ڏيکارين؟ حقيقت تہ هيءَ آهي تہ هر گهڙيءَ تون هڪ نہ ٻيو انڪار ڪرين ٿو ۽ هر وار جي پاڙ ۾ هڪ نہ ٻيو زنار رکين ٿو. (نہ تو ۾ پوري صداقت آهي ۽ نہ پوري توحيد). عشق کي اهڙين ڳالهين سان ذرو بہ تعلق ڪونهي. تنهن ڪري صاف دل ٿي هن راھ ۾ پير پاءِ.

## هڪ قاضيءَ جي ڳالهه

ڳالهه ٿا ڪن تہ، هڪڙي دفعي ڪنهن قاضيءَ جي ڪورٽ ۾ ٻہ گودڙي پهريل صوفي اچي پاڻ ۾ تڪريا. قاضيءَ انهن کي هڪ ڪنڊ ۾ وٺي وڃي سمجهايو تہ صوفيءَ کي جهڳڙو ڪرڻ نہ جڳائي. توهان تہ رضا ۽ تسليم جو جامو پهريو آهي، هاڻي هيءُ جهڳڙو ڇاجي لاءِ؟ جيڪڏهن توهان جي هيءَ حالت آهي تہ ان کان تہ بهتر آهي تہ هي صوفياڻو لباس لاهي ڇڏيو. مان جيتوڻيڪ قاضي آهيان ۽ نہ عارف، تڏهن بہ اهڙيءَ گودڙيءَ پائڻ کان شرم ٿو اچيم. توهان جي مٿي تي زنانو برقعو سونهي ٿو ۽ نہ هن قسم جي گودڙي، جيڪڏهن توهين واقعي عشق ۾ مبتلا آهيو تہ پوءِ هن قسم جي منافقت ۽ خود فريبيءَ ڇڏي ڏيو. هيءَ گودڙي نہ، بلڪہ اها دل آهي جا انسان کي صحيح معنيٰ ۾ صوفي بڻائي ٿي.

## هڪ غريب جو عشق

هڪڙي دفعي هڪڙو غريب مصر جي بادشاهہ تي عاشق ٿي پيو. جڏهن بادشاهہ کي ان جي عشق جي خبر پئي، تڏهن گهرائي چيائينس: تون هاڻي ٻن ڪمن مان هڪڙو ڪم ڪر. يا تہ هي شهر ۽ ملڪ ڇڏي وڃ يا مون خاطر سر تان آسرو لاهہ. پر ڇاڪاڻ تہ هو عشق ۾ سچو نہ (ڪچو) هو، تنهن ڪري ملڪ مان نڪري وڃڻ پسند ڪيائين. جڏهن روانو ٿيو تڏهن بادشاهہ ان جي سر ڪاٽڻ جو حڪم ڏنو. هڪ درٻاري کيس عرض ڪيو: جيئن تہ هو بيگناهہ آهي، تنهنڪري ان جي سِر ڪاٽڻ جو حڪم ڪرڻ روا نہ آهي. بادشاهہ جواب ڏنو: ڇاڪاڻ تہ، هو عاشق نہ هو ۽ عشق جي راهہ ۾ سچو نہ هو، تنهن ڪري ان جو صحيح علاج سرڪاٽڻ ئي هو تہ، جيئن عشق جا ڪوڙا دعويدار وري اهڙي ڪوڙي دعويٰ نہ ڪن، ۽ آئينده هر ڪس ۽ ناڪس عاشقيءَ جو دم نہ هڻي. سچو عاشق هميشه سر قربان ڪيل آهي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سوال

هد هد کي وري هڪڙي ٻئي پکيءَ چيو: يار نفس تہ منهنجو دشمن

آهي ۽ سدائين مون سان ساڻ آهي. هاڻي مان هن راهه تي هن رهزن سان گڏجي ڪيئن هلان؟ نفس جو ڪتو ڪڏهن به منهنجي چئي ۾ نه آيو ۽ جيڪڏهن سچ پڇين ته هن ڪميڻي ڪان منهنجو بچڻ ئي شڪل آهي. صحرا ۾ بگهڙ (شيطان) تو ساٿي ٿئيم ۽ هتي هي خوشنما ڪتو ته نه ڪڏهن هي منهنجو خير خواهه ٿيو ۽ نه ٿيندو. هن جي بيوفائيءَ ڪي ڏسي مون کي ته واقعي عجب ٿو لڳي ته. آخر سبب ڪهڙو آهي جو هي نالائق هر گهڙي پنهنجي دوست جي گلا ۾ ڪاهي ٿو پوي!

## هد هد جو جواب

اڙي ڳهيلا، هن ڪتي ته توکي پنهنجي پوري قبضي ۾ ڪري ورتو آهي ۽ توکي خوب لتاڙي، مٽيءَ وانگر ڪري ڇڏيو اٿس. هي ڪميڻو نه فقط ٽيڏو ۽ ڪاڻو آهي، پر ان سان گڏ سست ۽ بي شڪر به آهي. جيڪڏهن ڪو تنهنجي ڪوڙي تعريف ڪري ٿو ته، هو ان تي ڏاڍو خوش ٿئي ٿو. حقيقت هيءَ آهي ته ماڻهوءَ جو اول زمانو سارو ئي بيهودگي، ٻاراڻي، بيدلي ۽ غفلت هئي. سندس وچ عمر وارو عرصو محض بيگانگي ۽ ديوانگي هئي. آخر ۾ جڏهن پيريءَ جو دور آيو تڏهن سندس جان ڪمزور ۽ بدحواس ٿي ويئي. هاڻي جڏهن ساري عمر جهالت سان پري پيئي آهي، تڏهن هي نفس جو ڪتو ڪتي ٿو سڏري! هيءُ ڪميڻو پنهنجي سرڪشيءَ کان ڪڏهن به باز ڪونه ايندو. تنهن ڪري تون ان تي ڪرڙي نظر رکيو اچ ۽ عبادت ۽ اطاعت جي وسيلي سندس سرڪشي کي ٽوڙيندو رهه. هاڻي مان سمجهائڻ خاطر توکي به چار آکاڻيون ٻڌايان ٿو:

## هڪڙي قبر کوٽيندڙ جي آکاڻي

هڪڙي شخص، هڪ وڏي عمر واري قبر کوٽيندڙ کان پڇيو: يارا! تون هيترن سالن کان قبرون کوٽيندو رهيو آهين. ٻڌاءِ ته سهي ته زمين اندر ڪي (کهڙيون) عجيب شيون ڏٺئي؟ جواب ڏنائين: جنهن ڳالهه مون کي وڏيڪ تعجب ۾ وڌو سا هيءَ هئي، جو ڏٺم ته منهنجي نفس جو ڪتو پورا ستر سال قبرون کوٽيندو رهيو ليڪن هڪڙي گهڙي به

پنهنجي سرڪشيءَ کان باز نہ آيو ۽ ڪڏهن بہ منهنجو چيو نہ مڃيائين.

## نفس جو بيان

هڪ رات عباسہ پنهنجي حاضر جماعت کي چيو: جيڪڏهن هي سارو جهان ڪافرن سان پرجي وڃي ۽ پوءِ اهي سڀيئي ڪٺي سچائيءَ سان ايمان قبول ڪن تہ اهو ٿي سگهيو ٿي، ليڪن هڪ لک ۽ ويهہ هزار نبي سڳورا انهيءَ لاءِ آيا تہ جيئن هي ڪافر نفس ڪا گهڙي مسلمان ٿئي يا مري نيست ٿئي، مگر هو ائين ڪري نہ سگهيا. هڪ طرح کان اهو مناسب بہ هو ڇالاءِ جو انهيءَ سببان (جو ڪي ان جو گهٽ چيو ڪن ٿا تہ ڪي وڌ) تہ ماڻهن ۾ ايترو فرق پيدا ٿيو آهي. اسان سڀيئي .هن ڪميٽي جي حڪم هيٺ آهيون. ليڪن سمجهون ائين ٿا تہ ڪي وڏا نيڪوڪار آهيون ۽ ان کي پنهنجي اندر ۾ پيا پاليون. هو اهڙو تہ نافرمان ۽ احسان فراموش آهي، جنهن کي ڪهڻ واقعي ڪو آسان ڪم ڪونهي.

دل، هن بدن جي گهوڙي جي شهسوار آهي، جنهن سان رات ڏينهن هي نفس جو ڪتو ساڻ رهي ٿو. سوار (دل) پنهنجي شڪار کي پڪڙڻ لاءِ گهوڙي (بدن) کي ڪيترو بہ ڀوڙائي، مگر هي ڪميڻو ان سان ٻٽ ڀوڙندو هلي ٿو ۽ جو ڪجهہ دل پنهنجي محبوب کان حاصل ڪري، تنهن کان سوايو حصو هيءُ خبيث ان کان ڇڪي وٺي ٿو. جنهن شخص هن ڪميڻي کي همت سان ٻڌي سوگهو ڪيو. تنهن گويا ٻنهي جهانن ۾ شينهن کي ڦاسايو ۽ ان جي متي شهيدن جي خون کان بہ وڌيڪ وزن رکي ٿي.

## هڪ گودڙئي جي آکاڻي

هڪڙو گودڙيو جيئن پنهنجي راهہ ورتيون پئي ويو تيئن رستي ۾ هڪ بادشاهہ ڏسي ورتس، پڇيائينس تہ خبر ڏي: تون گودڙيو بهتر آهين يا مان بادشاهہ؟ گودڙئي وراڻي ڏني: اي بادشاهہ! خود ثنائي ناداني آهي، ليڪن سوال جو جواب ڏيڻ واجب آهي. مون جهڙو سچ پچ تو جهڙن لکن کان ڀلو آهي؛ ۽ ان جو سبب هيءُ آهي تہ تو دين جو ذائقو ئي

نہ چڪيو آهي ۽ تنهنجي نفس توکي گڏهہ بنائي، توتي سوار ٿي ويو آهي. جيڪو بہ حڪم ڪري ٿو تنهن تي تون ڪجهہ ڪُڇڻ بجاءِ اکين تي رکين ٿو. ليڪن منهنجو معاملو ئي ڪجهہ نرالو آهي. مان جڏهن دل جي راز کي پروڙي ورتو تڏهن هن نفس جي ڪتي کي پنهنجو گڏهہ بڻائي مٿس سوار ٿي ويس. هاڻي جڏهن منهنجو گڏهہ توتي سواري ڪري ٿو تڏهن مون جهڙو تو جهڙن لکن کان بهتر آهي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو شيطان جي رهزنيءَ بابت سوال

ان کان پوءِ هڪڙو ٻيو پکي آيو ۽ اچي سوال ڪرڻ لڳو: جڏهن بہ مون کي حضور قلبي حاصل ٿئي ٿي، تڏهن هي ڏوڪيباز شيطان مون کي گمراهہ ڪري ٿو ۽ منهنجي حضور قلبيءَ ۾ خلل وجهي ٿو. مان جڏهن ان رهزن جو مقابلو ڪري نٿو سگهان. تڏهن ان جي غداريءَ ۽ ڏوڪيبازيءَ سبب منهنجي دل گهڻو پريشان ٿئي ٿي. هاڻي هن ڪميٽي کان چوتڪاري جو ڪو رستو ٻڌائينم تہ جيئن حقيقي زندگي ماڻي سگهان.

## هد هد جو جواب

اڙي يار! جيستائين نفس جو هي ڪتو تنهنجي اڳيان آهي، تيستائين تہ شيطان بہ تنهنجو پاسو نہ ونندو. شيطان جو دوکو تنهنجي خود فريبيءَ جو نتيجو آهي، چالاءِ جو تنهنجي هڪ هڪ آرزو گويا هڪ شيطان آهي. اجا تون هڪڙي آرزو مس پوري ڪرين ٿو تہ تو ۾ سوين شيطان اچي وڃن ٿا. هيءَ دنيا هڪڙو قيد خانو آهي ۽ ساري جي ساري شيطان جي جاگير آهي. تون انهيءَ جي جاگير کان هٿ کڻي ڇڏ تہ جيئن ان جو تو سان ڪو بہ واسطو نہ رهي. چڱو هي بہ چار ڳالهيون ٻڌي ڇڏ:

## هڪڙي شخص جي شيطان خلاف شڪايت

هڪڙي ماڻهوءَ ڪشف جي صاحب وٽ وڃي، شيطان جي گهڻي شڪايت ڪئي ۽ چيائين: شيطان منهنجي راهہ روڪيو وينو آهي ۽

چالاڪيءَ سان منهنجي دين کي تباهه ڪري رهيو آهي. ان بزرگ جواب ڏنس ته توکان ٿورو اڳ شيطان هتي تنهنجي خلاف شڪايت ڪئي آيو ۽ اچي چيائين ته دنيا ساري منهنجي جاگير آهي. دنيا جو دشمن منهنجو دوست ٿي ئي نٿو سگهي ۽ تون منهنجي طرفان هن ڳهيلي کي چئو ته هو دنيا کان هٿ ڌوئي، سلوڪ جي راهه وٺي. مان واقعي ان شخص جي دين تي سخت حملو ڪريان ٿو جو منهنجي جاگير (دنيا) تي قبضو ڪرڻ گهري ٿو. باقي اهو جو پوري طرح سان منهنجي جاگير کان ٻاهر رهيو ته پوءِ منهنجو به ان سان ڪو غرض ڪونهي.

## هڪڙي شخص جو مالڪ دينار کان سوال

هڪڙي شخص، مالڪ دينار کي چيو: اي جناب عالي! مون کي پنهنجي حال جي ڪا خبر ڪانهي، تون پنهنجي حال جي ڪا خبر ڪر. ان جواب ڏنس ته مان رزق خدا تعاليٰ جو کاوان ٿو ۽ مزن ۾ آهيان ۽ شيطان جي هر حڪم جي تابعداري ڪريان ٿو. هي ٻڌي، ان شخص چيس ته شيطان توکي اهڙو گمراهه ڪيو آهي، جو تو وٽ هينئر ڪو بچاءُ ئي نه رهيو آهي. تنهنجي مسلماني محض زباني آهي ۽ تون دنيا جي عشق ۾ گرفتار آهين ۽ تون واقعي (انهيءَ ڪري) هڪڙو مردار آهين. مون جيتوڻيڪ توکي ڀريائين دنيا کي قربان ڪرڻ لاءِ چيو هو ليڪن هن وقت ان کي مضبوطيءَ سان جهلڻ جي توکي اجازت آهي، جڏهن تو هر دولت دنيا کي ڏيئي ڇڏي، تڏهن هاڻي ڪٿي ٿو آسانيءَ سان ان کان جان ڇڏائي سگهين. تون لالچ جي سمنڊ ۾ ٻڏو پيو آهين ۽ هي به نٿو ڄاڻين ته آخر ڪهڙي سبب کان تون هر نيڪيءَ کان پوئتي رهين ٿو. هڪ طرف ٻئي جهان ماتمي لباس ۾ ملبوس ڳوڙها ڳاڙي رهيا آهن ۽ ٻئي طرف تون گناهن ۾ غرق! دنيا جي محبت تنهنجي ايماني ذوق کي ڪائي ويئي ۽ آرزو ۽ لالچ تنهنجي جان کي ختم ڪري ڇڏيو.

دنيا، لالچ ۽ حرص جو گهر ۽ فرعون ۽ نمرود جي ڇڏيل يادگار آهي. ڪڏهن قارون مري ان کي ڇڏيو ته ڪڏهن شداد ان کي مضبوطيءَ سان روڪي رکيو. جڏهن الله تعاليٰ انهيءَ (دنيا) جو نالو ئي ”لاشيءِ“ رکيو آهي، تڏهن آخر ڪيتري تائين تون انهيءَ ”لاشيءِ“

(ڪميٽي) دنيا جي عشق ۾ پاڻ کي گرفتار رکيو ايندين؟ دنيا هڪ پڙڪندڙ باهه آهي، تون ان کان پڃي پري ٿيءُ ڪو اهڙو مرتبو حاصل ڪر جو هوءَ توکي جلائي نه سگهي.

## حضرت عيسيٰ عليه السلام جو خواب

هڪڙي دفعي حضرت عيسيٰ عليه السلام، اڏ سر مٿي هينان رکيو سمهيو پيو هو. جڏهن خواب مان بيدار ٿيو تڏهن شيطان کي سامهون بيٺل ڏسي، ان جو ڪانئس سبّب پڇيائين. شيطان ملعون جواب ڏنس: تو منهنجي اڏ سر پنهنجي مٿي هينان رکي آهي. جڏهن ساري دنيا منهنجي جاگير آهي، تڏهن هيءُ سِر به منهنجي ملڪيت آهي. تون منهنجي ملڪيت ۾ تصرف ڪري، گويا پاڻ کي منهنجي ڏور ۾ ٻڌي رهيو آهين. هي ٻڌي حضرت عيسيٰ عليه السلام انهيءَ سر کي ڪيڏي اڇلائي ڇڏيو. جنهن تي شيطان کيس چيو: هاڻ مان تو وٽان وڃان ٿو. تون ڀلي آرام سان ننڊ ڪر.

## نماز ۾ هڪ ديواني جي خواجه سان گفتگو

هڪڙو خواجه نماز ۾ خدا تعاليٰ کان رحمت ۽ ڪارسازيءَ جي دعا گهري رهيو هو. سندس هيءَ دعا هڪڙي ديواني ٻڌي ورتي، جنهن مذاق طور چيو: هائو انهيءَ جي طرفان رحمت جلد ٿيندي. تون پنهنجي تاڻ ۽ قوڻ ۽ کان جهان ۾ ماپين ئي نٿو ۽ هر گهڙيءَ وڏائيءَ ۽ آڪڙ سان ٽلي هلين ٿو. وڏيون وڏيون عمارتون بنائي، کين هر ساز ۽ سمان سان سينگاري رکيو اٿئي، جتي غلام ۽ ٻانهيون هر وقت خدمت لاءِ حاضر آهن! ڀلا ڪڏهن اتي به رحمت وسي سگهي ٿي؟ ڪجهه پاڻ ڏي به نهار ۽ شرم ڏار ته آخر، هيتري ساري سامان رکندي، تون رحمت جي ڪيئن اميد رکي سگهين ٿو؟ تون سپني شين کان منهن موڙ ۽ سچو پچو مرد مجاهد ٿي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو زر بابت سوال

هڪڙي پکيءُ هد هد کي چيو: مون کي زر سان پيار آهي ۽ پيار به اهڙو جو منهنجي هرهڪ رڳ ۾ رچي ويو آهي. جيستائين زر کي نٿو

ڏسان تيستائين آرام سان نٿو ويهان. دنيا ۽ مال جي پيار واقعي مون کي انڌو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻي مهرباني ڪري ڪا ڇوٽڪاري جي تجويز ٻڌائينم.

## هد هد جو جواب

هد هد جواب ۾ چيس ته تون محض صورت تي حيران ۽ اصل حقيقت کان بنهه غير واقف آهي. مطلب ته تون ڪِوليءَ وانگر صورت جو قيدي ۽ ماڳهين انڌو آهين. سون به حقيقت ۾ هڪ رنگ ۾ بدليل پٿر آهي ۽ نه ڪا ٻي شيءِ، مگر تون ٻارڙن وانگر رنگ تي ڇريو ٿيو پيو آهين. اها زر (سون) خدا تعاليٰ جي ياد کان هٽائي سا سچ پچ هڪ بت آهي، جنهن کي تون پيچي پور ڪري ڇڏ. جيڪڏهن تون ڪٽي زر ذرو ڪنهن غريب کي ڏين به ٿو ته يا ته ڏيڻ جي رنج ۾ پنهنجو خون پيئن ٿو يا ٿوري جمائڻ ۽ تنگ ڪرڻ (جهٽڪڻ) سان انهيءَ غريب جو ۽ ان ذري ڏيڻ خاطر به تون جنيد جهڙن بزرگن جي تلاش ڪرين ٿو (ڇٽڪ صدقو ۽ خيرات آهن ئي نهايت پرهيزگارن ۽ نيڪوڪارن لاءِ).

هاڻي تون هن حقيقت کي ڌيان ڏيئي ٻڌ: جيترو تنهنجو هن دنيا سان تعلق زياده هوندو، تيترو دوزخ جي باهه ۾ تولاءِ تيزي هوندي. تون دين ۽ دنيا ٻئي (ڪنا) چاهين ٿو هاڻي هيءَ ڪڏهن به ٿي نه سگهندو. جو ڪجهه تو وٽ آهي، تنهن کي الله تعاليٰ ڪارڻ خرچي ڇڏ. سواءِ خرچڻ جي نيڪي ڪڏهن به حاصل ڪري ڪو نه سگهندين. جڏهن جان کي ئي هڪ ڏينهن ڇڏڻو آهي، تڏهن ٻين شين کي ان جي هوندي ڇو نه ڇڏڻ گهرجي! هاڻي مان توکي به چار ڪهاڻيون ٻڌايان ٿو ۽ اميد اٿم ته تون انهن مان سبق پرائيندين.

## هڪڙي نئين مريد جي ڪهاڻي

هڪڙي نئين مريد وٽ ڪجهه سون جو ذرو هو جنهن کي هن پنهنجي مرشد کان لڪائي رکيو هو. مرشد کان هيءَ ڳالهه ڪا مخفي ڪا نه هئي، مگر هن اک ٻوٽ کان ڪم ورتو. هڪڙي دفعي جڏهن پير ۽ مريد ٻئي سفر ۾ وڃي رهيا هئا ته سندن آڏو هڪڙي اونداهي وادي

آئي، جنهن مان ٻه رستا ڦُٽي ٿي نڪتا. مريد جنهن کي زر ساڻ هئي، سو البت گهبرائڻ لڳو ۽ مرشد کان پڇڻ لڳو تہ هاڻي جڏهن ٻہ واٽون ظاهر ٿيون آهن، تڏهن اسان انهن مان ڪهڙي اختيار ڪريون؟ مرشد جواب ڏنس تہ تو وٽ جيڪا زر آهي سا اُڇلائي ڇڏ پوءِ جيڪا راهہ ٻہ وننديين سان سڌي هوندي. ڇا توکي اها خبر ڪانهي تہ ننگي ۽ سچي کان رهزن ٻہ پڇي پري ٿيندو آهي. ها، باقي جنهن وٽ زر آهي تنهن کان تہ الله ڏئي پناهہ. ان کان تہ شيطان ٻہ وئون پيو وڃي.

## هڪڙي بزرگ جي خواب جي ڪهاڻي

هڪڙي بزرگ ننڊ ۾ ڏٺو تہ هو چنڊ جيان روشن جيئن هڪ رستي تي وڃي رهيو آهي، تيئن هڪ فرشتو سندس اڳيان اچي ڪانئس ارادي بابت پڇيو. ان کي جواب ۾ چيائين تہ مان خدا تعاليٰ جي دربار ڏانهن وڃڻ جو ارادو رکان ٿو. هي ٻڌي ان فرشتي چيس: ميان شرم ڏار، تون هيترو سارو سامان، هيتري ساري ملڪيت ۽ پنهنجي ڪاروبار سان هيترو سارو پيار رکين ٿو ۽ ان سان گڏ ان دربار جي خواهش ۽ الله تعاليٰ جو قرب ٻہ چاهين ٿو. اهي ٻئي شيون هڪ ئي وقت حاصل ٿي ڪونہ سگهنديون. ويچارو درويش هي ٻڌي غم ۾ ئي ڳري ويو ۽ جو ڪجهہ وٽس هو سو سڀ خدا تعاليٰ جي نالي ۾ ڏيئي ڇڏيائين. ٻيءَ رات ٻہ اهو ساڳيو ئي واقعو نظر آيس ۽ فرشتو اچي چوڻ لڳس تہ تون هن گودڙيءَ سان ان درگاهہ تائين هرگز پهچي نٿو سگهين، هن کان ٻہ هٿ ڪڻ ۽ منافقت ڇڏي ڏي. ويچاري هي ٻڌي ان پراڻيءَ گودڙيءَ کي ٻہ باهہ ڏيئي ساڙي ڇڏيو. وري ٽينءَ رات خواب ۾ ڏٺائين تہ اهو فرشتو کيس چئي رهيو آهي: اي پاڪبازا! تو وٽ جو ڪجهہ هو سو تو سڀ خرچ ڪري ڇڏيو هاڻي تون اڳتي وڃڻ جي تڪليف نہ ڪر، خدا تعاليٰ تو وٽ پاڻهي ئي ايندو.

اڙي انسان! جيڪڏهن رسول اڪرم ﷺ جن وانگر توکي فقيريءَ تي فخر نہ آهي تہ مشرڪ آهين ۽ صحيح راهہ کان ٿڙيل آهين[1] فقر ڇئن

---

[1] ان حديث ڏانهن اشارو آهي، جنهن ۾ پاڻ سڳورن فرمايو آهي تہ "الفقر فخري".

شين جو مجموعو آهي. بک، جان نثاري، ذلت ۽ غربت، جڏهن تون هي چارئي منزلون طئہ ڪندين، تڏهن توکي الله تعاليٰ جو قرب نصيب ٿيندو.

## حضرت عيسيٰ عليه السلام جو هڪڙي ستل کي غار ۾ ڏسڻ

هڪڙي دفعي حضرت عيسيٰ عليه السلام هلندي اچي هڪ غار ۾ پهتو. جتي هڪڙي مرد کي سُتل ڏسي چيائين: اڙي دنيا کان غافل، اٿي کڙو ٿي ۽ ڪو ڪم ڪر تہ جيئن آخرت لاءِ ڪو توشو تيار ڪري سگهين. ان جواب ڏنس: مون پنهي جهانن جو ڪم پورو ڪري، پاڻ لاءِ هڪ لافاني ملڪ حاصل ڪري ورتو آهي. هن دنيا کي ڇڏي مون کي ڪي ڏينهن ٿيا ۽ اها منهنجي نظر ۾ هڪ ڪک پن مثل آهي. مان ان کان پوريءَ طرح فارغ ٿي چڪو آهيان. حضرت عيسيٰ عليه السلام هيءَ گفتگو ٻڌي، کيس چيو: هاڻي جيڪي وڻيئي سو وڃي ڪر. جڏهن تون دنيا کان ئي فارغ آهين، تڏهن هاڻي آرام سان ننڊ ڪر، توکي اها مبارڪ هجي.

## بصري جي شيخ جو بيبي رابعہ وٽ وڃڻ

هڪڙي ڏينهن شيخ بصره، رابعہ وٽ وڃي، کيس عرض ڪيو: مان مڃان ٿو تہ تون عشق ۾ واقعي پختي ۽ مضبوط آهين. هاڻي تون مون کي ڪو اهڙو نڪتو ٻڌاءِ جو نہ تہ ڪنهن کان ٻڌو هجي ۽ نہ وري ڪنهن کي ٻڌايو ئي هجي، مگر اهو جو توکي پنهنجي دل مان معلوم ٿيو هجي تہ جيئن شوق کان منهنجي جان ويندي رهي. رابعہ کيس ٻڌايو: مان رسين جا ڪجهہ ٽڪرا ميڙي، بازار ۾ وڪرو ڪري ٻہ روپيا حاصل ڪيا، هڪڙي کي هڪڙي هٿ ۾ ورتم ۽ ٻئي کي ٻئي ۾، ڇالاءِ جو ڊپ ٿيم تہ جيڪڏهن ٻئي ملي جوڙو ٿيا تہ مون کان لڪي نہ سگهندا ۽ منهنجا رهزن ٻڻجي ويندا. دنيا جو اهو ئي دستور رهيو آهي. دنيادار پيسي خاطر سوين ڪشالا ڪڍي ٿو ۽ ان کي هٿ ڪرڻ لاءِ ڪئين قسم جا چار وڃائي ٿو ۽ جڏهن ڪجهہ حاصل ڪري ٿو تڏهن ان بعد جلدئي مري وڃي ٿو ۽ هي معاملو اتي ئي ختم ٿي وڃي ٿو.

اڙي، تو جنهن زر جي عيوض سيمرغ جهڙي بادشاهہ کي وڪڻي

چڙيو آهي ۽ ان (زر) جي عشق ۾ پاڻ کي شمع جيان جلائي ڇڏيو آهي، توکي حيف آهي، ۽ تنهنجي حال تي صد افسوس! سيمرغ جي راهه ۾ نه زر لاءِ ڪا جاءِ آهي، ۽ نه خوف ۽ خطري لاءِ ڪا گنجائش. جيڪڏهن ڪنهن کي ذرو به محبت ۽ جذبو نه آهي ته اهو هن راهه ۾ هرگز قدم رکي نه سگهندو.

## هڪڙي عابد جي ڪهاڻي جنهن هڪ پکيءَ جي آواز سان لڱن لاتي هئي

هڪڙي سعادتمند عابد، دنيا (وارن) کان علحدگي اختيار ڪئي هئي ۽ پنهنجي پروردگار سان لڪي ڳالهيون ڪندو هو. مطلب ته هو وڏو پهتل ۽ خدا رسيده بندو هو. سندس باغ اندر هڪ وڻ ۾، هڪڙي دفعي هڪڙي پکيءَ اچي آکيرو ٺاهيو. سندس آواز اهڙو ته منو ۽ موهيندڙ هو جو هن جي ان سان دل لڳي ويئي. الله تعاليٰ انهيءَ وقت جي پيغمبر ڏانهن وحي موڪليو ته، توهان هن شخص کي وڃي چئو ته آخر هيءَ ڪيتري نه تعجب جي ڳالهه آهي، جو تون سارو وقت مون لاءِ عبادت ڪندو ۽ منهنجي شوق ۾ جلندو رهئين، ۽ پڇاڙيءَ ۾ مون کي هڪڙي پکيءَ جي عيوض وڪڻي ڇڏيئي؟ مون توکي خريد ڪيو ۽ سيکاريو، ليڪن تو نالائقي ڪري مون کي وڪڻي ڇڏيو. تون اسان کي اهڙو سستو نه وڪڻ، اسان باوجود تنهنجي بيوفائيءَ جي، هميشه تو سان گڏ آهيون، تنهنڪري تون به اسان کان جدا نه ٿيءُ.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سوال

ٻيلي هد هد! هاڻي منهنجي سوال جو به ته جواب ڏي. مان هڪ عاليشان ۽ سونهري رنگ محل ۾ رهان ٿو گويا هڪ ملڪ جي بادشاهيءَ ۾ آهيان، پلا، ان کان دل ڪيئن ٿو ڪٽي سگهان؟ بلند محل اندر سيني پکين جو سردار ٿيو ويٺو آهيان، ته پوءِ ڇو هن سيمرغ ڏانهن ويندڙ واديءَ جون تڪليفون سر تي کڻان. آخر هيءَ ڪهڙي عقلمندي آهي، جو ههڙو آرام جهڙو باغ ڇڏي، ڪو وڃي سفر جي مصيبتن ۾ پوي.

## هد هد جو جواب

اڙي ڪمزور ۽ بي همت، تون ڪو ڪتو تہ نہ آهين جي ڪن جي ڍير (خاڪدان) تي پيو رهين. هيءَ ساري ڪميڻي دنيا، ڪن ڪچري جو ڍير آهي، هاڻي تون ئي ڪٽي ان اندر پنهنجي محل جو اندازو لڳاءِ؟ ها، جيڪڏهن تنهنجو محل واقعي بهشت آهي تہ پوءِ هي ياد رکي ڇڏ، تہ اهو توکي سواءِ تڪليفن برداشت ڪرڻ جي ڪڏهن بہ حاصل ٿي نہ سگهندو. انهيءَ لاءِ مان توکي بہ چار ڳالهيون ٻڌايان ٿو:

## هڪڙي بادشاهہ جو محل بنائڻ ۽ زاهد جو منجهانئس عيب ڪڍڻ

ڪنهن سمي جي ڳالهہ آهي تہ هڪڙي بادشاهہ هڪڙو سونهري محل ٺهرايو، جنهن تي هن ڪئين هزار خرچ ڪيا. جڏهن محل پوريءَ طرح سان تيار ٿي ۽ سينگارجي ويو تڏهن بادشاهہ ڏاهن ۽ همنشينن کي گهرائي، ڪانئن پڇيو: ڇا هن محل جي حسن ۽ ڪمال ۾ اجا ڪا ڪسر باقي آهي؟ سڀيئي چوڻ لڳا: اهڙو عاليشان محل نہ ڪنهن ڏٺو ۽ نہ ٻڌو. هڪڙو زاهد جو اتي ويٺو هو سو اٿي چوڻ لڳو: ان ۾ هڪڙو وڏو نقص اجا باقي آهي ۽ اهو آهي عزرائيل جي طرف کان ڪيس خطرو. هاڻي هي محل جيتوڻيڪ بهشت وانگر سرسبز ۽ شاداب آهي، مگر موت جي چنبي کان بچي ڪو نہ سگهندو ۽ هڪ ڏينهن متجي برباد ٿي ويندو. انهيءَ ۾ شڪ ڪونهي تہ هيءَ دنيا ڇئن ڏينهن جي ٽڪڻ جي جاءِ آهي، ليڪن اها هميسه قائم رهي نٿي سگهي، ۽ انهيءَ جو تہ ڪو علاج ئي ڪونهي.

اي انسان! تون پنهنجي محل ماڙين تي ايترو ناز نہ ڪر ۽ جيڪڏهن تنهنجي عظمت ۽ جاه سبب ڪو تنهنجو عيب توکي ٻڌائي نہ سگهي تہ پوءِ توتي افسوس آهي (تون سدائين اهڙي روش ۾ رهہ جو ماڻهو تنهنجا عيب توکي سواءِ ڪنهن ڊپ ۽ ڊاءَ جي ٻڌائي سگهن).

## ڪوريئڙي جي ڳالهہ

هيءَ تہ سڀ ڪنهن ڏٺو هوندو تہ، ڪوريئڙو پنهنجو سارو وقت

سوداءُ پچائيندو رهي ٿو ۽ آخر پنهنجو گهر وجي هڪ ڪنڊ ۾ ٺاهي ٿو. هوس جو ماريل، مک ڦاسائڻ لاءِ هڪ عجيب ڄار بنائي ٿو ۽ جڏهن ڪا مک سندس ڄار ۾ ڦاسي ٿي، تڏهن هو ان غريب جو رت چوسي، کيس کوکلو بنائي ڇڏي ٿو. مگر ڏسو قدرت جا رنگ جو ڪنهن وقت گهر جو مالڪ اوچتو ئي اوچتو لٺ هٿ ۾ کڻي، انهيءَ ڄار کي ڪيرائي ختم ڪري ڇڏيندو آهي، تنهن ڪري دنيا ۾ جنهن به توشو جمع ڪيو، تنهن جو مثال ان ڄار ۾ ڦاٿل مک وانگر آهي.

اڙي انسان! جيڪڏهن ساري دنيا به کڻي تنهنجي قبضي ۾ اچي وڃي، تہ بہ اک ڇنڀ ۾ اها فنا ٿي ويندي ٿي. ڀلا قضا ۽ قدر جن ڇيتي جي ڪل بہ لاهي ورتي، سي توکي سلامت ڪٿي ڇڏيندا؟ سچ پچ هي محل ۽ باغ تولاءِ هڪ قيد خانو آهن ۽ آخر ڪيترو وقت تون انهن سان دل لايو ايندين؟ تون همت جو سندرو ٻڌي، الله تعاليٰ جي دربار ڏانهن قدم وڌاءِ، پوءِ جڏهن تون ان درگاهہ تائين پهچي وئين، تڏهن توکي اهو مانُ ملندو جو هن جهان ۾ ڦوليو نہ سمائبين.

## هڪڙي ڏکويل دل واري ۽ درويش جي ملاقات

هڪڙي دفعي هڪڙو ڏکويل دل وارو جيئن هڪ بيابان ڏانهن تڪڙو وڃي رهيو هو تيئن اچي هڪڙي درويش وٽ پهتو ۽ کانئس پڇيائين: تنهنجو هن بيابان ۾ ڪيئن ٿو گذارو ٿئي؟ ان جواب ڏنس تہ مان تہ هڪ تنگ گهٽيءَ ۾ پيو آهيان ۽ هن وقت هي جهان منهنجي لاءِ ڏاڍو تنگ آهي. هي ٻڌي اهو شخص عجب ۾ پئجي، کيس وري چوڻ لڳو: جيڪي ڪجهہ تون چئي رهيو آهين سو صحيح نہ آهي. هھڙو وسيع بيابان ڪيئن هڪ سوڙهي گهٽي آهي؟ جواب ۾ چيائين تہ، جيڪڏهن هتي تنگي نہ هجي ها تہ تون بہ مون وٽ ڪو نہ اچين ها.

اي بندا، ماڻهو هن دنيا ۾ توکي ڪيترائي سنا واعدا ڏين ٿا، ليڪن حقيقت ۾ هو توکي دوزخ جي راهہ ڏسين ٿا. تنهنجي رستي ۾ هيءَ دنيا هڪ باهہ آهي، جنهن کان پچي پاسو ڪر. تون جيڪڏهن تجربيڪار آهين تہ سڀ کان فارغ ٿي، الله تعاليٰ جي راهہ ۾ جان قربان ڪر. آخر، هن دنيا کي ترڪ ڪرڻ لاءِ مان توکي ڪيترو سمجهائيندو رهندس؟

## هڪڙو بيقرار شخص، جو جنازي جي پٺيان وجي رهيو هو

هڪڙي بيوقوف جي ڳالهه ڪندا آهن ته، جڏهن هن جو پٽ مري ويو. تڏهن صبر ۽ آرام سڀ وڃائي ويٺو. ان جي جنازي پٺيان زار زار رئندو ۽ چوندو ٿي هليو: اي منهنجا پٽ! تون ائين ئي هليو وئين، تو ته اڃا دنيا ئي نه ڏٺي هئي (تو نه ماٽيو ۽ نه چوڙيو). هڪڙو ديوانو هي حال ڏسي، ڪيس چوڻ لڳو: ميان اهڙا واقعا اڳ ۾ ڪيترائي ٿي چڪا آهن. تون ڀلا هن جهان جو ڪيترو تائين نظارو ڪندو رهندين؟ هڪڙي ڏينهن مرڻو ضرور آهي. تون جيستائين هن خبيث نفس کان پاڻ خالي نه ڪندين، تيستائين تنهنجي نفيس جان پليديءَ ۽ نجاست ۾ ئي لت پت (گم) رهندي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو مجازي عشق متعلق سوال

ان کانپوءِ، هڪڙو پکي اٿي هد هد کي چوڻ لڳو ته مون کي ته هڪ محبوب جي عشق جي چوٽ لڳي ويئي آهي ۽ ان مون کي خوب جڪڙي قيد ڪري رکيو آهي. انهيءَ جي غلبي سبب نه مون کي ڪو هوش آهي ۽ نه طاقت. انهيءَ جي منهن مبارڪ جو خيال منهنجي دل تي ڌارو هڻندو ڪيس لتيندو ۽ منجهس باهه جا مچ ٻاريندو رهي ٿو. مون کي ان کانسواءِ گهڙي پلڪ به آرام ڪونهي، ۽ جيڪڏهن سچ پڇين ته ان بغير صبر ڪرڻ مون لاءِ حرام ۽ ڪفر آهي. هاڻي جڏهن منهنجو حال هيءُ آهي، تڏهن مان ڪيئن ٿو سيمرغ جي سفر تي هلي سگهان؟ انهيءَ سفر ۾ ته ڪئين مشڪلاتون ۽ بلائون آهن ۽ مان انهن کي ڪٿي ٿو منهن ڏئي سگهان؟ منهنجو درد هينئر لاعلاج آهي. مان ان چوڏهينءَ جي چنڊ کان سواءِ هڪڙو لحظو به نٿو جالي سگهان. منهنجي حالت ته اڃا هيءُ آهي، هاڻي تون ٻڌاءِ ته مان ڇا ڪريان؟

## هد هد جو جواب

منهنجا دوست، تون ته صورت جي عشق ۾ گرفتار آهين ۽ هن قسم جو عشق غير حقيقي آهي. صورت جو هي جمال ته جلدي وڃڻ وارو آهي. ۽ ان تي عاشق ٿيڻ سراسر نقصان ۽ ناداني آهي. ڀلا تون ئي

ڪٽي انصاف ڪري ڏس ته. اهو جنهن جو حسن غلط ۽ خون مان جڙيو آهي سو به ڪڏهن خوبصورت ٿي سگهي ٿو! معرفت جو عشق شيءِ ئي بي آهي، ۽ اهو غيب ۾ آهي. تنهن ڪري تون غيب جي ڳولا ڪر ۽ ظاهر کي ڇڏي ڏي. صورت جو عشق سدائين باهم دشمنيءَ جو باعث بڻجي ٿو ۽ هو اها شيءِ جا توکي حقيقي ۽ غير فاني عشق جي ويجهو نه آڻي سا، اي منهنجا محبوب. توکي اڳتي هلي رسوا ۽ خوار ڪندي.

## هڪڙي نوجوان جو هڪ ٻانهيءَ تي عاشق ٿيڻ

هڪڙو نوجوان شاگرد. نهايت ئي ذهين ۽ هوشيار هو. پڙهڻ لاءِ گهڻو شوق هوس ۽ سواءِ پڙهڻ جي ڪيس ٻيو ڪو ڪم ڪو نه هو. استاد جو به مٿس ڏاڍو پيار هو ۽ ٻين سڀني کان هن کي زياده پائنيندو هو ۽ خوش قسمتيءَ سان هو سندس طبيعت وٽان به هو. وٽس هڪ سج جهڙي حسين ۽ جميل ٻانهي هئي، جنهن جي خوبصورتيءَ جي جيتري به واکاڻ ڪجي اوتري گهٽ. هوءَ حسن ۽ جمال جو هڪ مجسمو هئي، جنهن هڪ ئي نظر سان ڏسندڙن جو خون ٿي وهايو. اتفاق سان جيئن ان شاگرد جي نظر اُنهيءَ ٻانهيءَ تي وڃي پيئي، تيئن بي ساخته دانهن نڪري ويس ته مان اڄ کان ان جو شاگرد آهيان ۽ هوءَ منهنجي استاد. بس پوءِ ته رات ڏينهن ان بت جي عشق ۾ ڳري ڪاني ٿي ويو.

جڏهن سندس استاد کي هن ڳالهه جي سڌ پيئي، تڏهن هن انهيءَ کي ان عشق کان ڇڏائڻ لاءِ حليه بازيءَ کان ڪم ورتو. ٻانهيءَ جي ٻنهي هٿن ۾ سير ڇوڙايائين ۽ ان کي اهڙو جلاب ڏنائين. جنهن سبب ڪيس ايترا ته دست آيا جو هوءَ ڦري زرد ٿي ويئي ۽ وڃي هڏن جو پڃرو بچي. سندس ڳلن تان تازگي ۽ رونق ويندي رهي، ۽ گهڻي بدشڪل ۽ ڪوجهي نظر اچڻ لڳي. انهيءَ کان پوءِ شاگرد ۽ ٻانهيءَ ٻنهي کي گهرايائين. جڏهن نوجوان جي ان تي نظر پئي ته دل ئي ٿهي ويس. سندس گرمي سرديءَ ۾ تبديل ٿي ويئي ۽ انهيءَ ٻانهيءَ کان ماڳهين بيزار ٿي ويو. جڏهن سندس استاد هيءَ حالت ڏٺي، تڏهن پڇيائينس ته آخر، تنهنجو هيترو سارو عشق ڪاڏي ويو. تون به اهو ساڳيو ۽ ٻانهيءَ به اها ساڳي آهي؟ درحقيقت تون نادان هئين ۽ محض خون ۽ گندگيءَ تي چريو ٿي پئين.

اي انسان! جنهن صورت پرستي اختيار ڪئي. سو ڀلا معنيٰ کي ڪٿي ٿو سوچي سگهي؟ تنهنجو هي خواهشات سان ڀريل نفس بہ صورت تي ئي عاشق آهي، البت تنهنجي روحاني جان (دل)، معنيٰ سان عشق رکي ٿي. تون معنيٰ جي عشق خاطر صورت جي عشق کي ڇڏي ڏي تہ جيئن معرفت جو سج تو تي چمڪندو رهي.

## هڪڙي عاشق جو شبليءَ جي اڳيان روئڻ

هڪڙي دفعي هڪڙو غمگين شخص، شبليءَ وٽ اچي ڪيس چوڻ لڳو تہ منهنجو هڪ دلبر جنهن سان پنهنجي دل وندرائيندو هوس، مري ويو آهي ۽ مان ان جي غم ۾ ڳري ڳري مري رهيو آهيان. شيخ جواب ڏنس تہ جيڪڏهن تنهنجي دل انهيءَ ڳالهہ ڪري (مجازي عشق سبب) رنجيده آهي تہ پوءِ تون هڪ وڏي سزا جو لائق آهين. هيءُ رنج تہ ڪجهہ بہ نہ آهي. تون هاڻي وڃي هڪڙي ٻئي دوست کي اختيار ڪر جو مري ئي نہ. ڇالاءِ جو مرندڙ (دوست) جي دوستي دل کي غم پهچائي ٿي. جو بہ شخص صورت جي عشق ۾ مبتلا ٿيو تنهن سچ پچ پاڻ کي مصيبتن ۾ ڦاسائي ڇڏيو.

## هڪڙي واپاريءَ جو پنهنجي ٻانهيءَ کي وڪڻڻ ۽ بعد ۾ پشيمان ٿيڻ

هڪڙي مالدار واپاريءَ وٽ، هڪڙي سونهن ڀري ۽ شيرين زبان ٻانهي هئي، اتفاق سان انهيءَ کي وڪڻي ويٺو ۽ بعد ۾ ان جي جدائيءَ کان گهڻو پريشان ۽ بي آرام ٿي پيو. نيٺ خريدار وٽ ويو، ان جي موٽائڻ لاءِ ڪيس گهڻي ناڻي جي آڇ ڪيائين. مگر هن اها (آڇ) نہ قبولي. بس پوءِ تہ زارو زار روئندو ۽ مٽي تي مٽي وسائيندو چوندو رهيو: مون جهڙي لاءِ هيءُ ئي داغ ۽ هيءَ ئي سزا ڪافي آهي. نهايت ناداني‌ءَ کان اکيون ٻوٽي ڪٽي پنهنجي محبوب کي چند دينارن تي وڪيم.

اڙي انسان! بازار ۾ ڇهڇٽو لڳو پيو آهي، ۽ تون اجا پنهنجي خساري جي ڪِذِ آهين. تنهنجي حياتيءَ جو هر هڪ دم گوهر آهي ۽ دنيا جو هر ذرو تنهنجي الله تعاليٰ طرف رهنمائي ڪري رهيو آهي. مٿي

ڪانَ پيرن تائين ان جي نعمتن ۾ ٻڏل آهين. ڪا گهڙي انهن کي ٻـ ياد ڪر. هن توکي ڪيتري نـ عزت ۽ ناز سان پاليو آهي ۽ هوڏانهن تون بيوقوفيءَ ڪان غيرن جي محبت ۾ گرفتار آهين. ان محبوب ڪان پري رهڻ ۾ تو جنهن دليريءَ ڪان ڪم ورتو آهي، تنهن تي ذرا افسوس ڪر ۽ پشيمان ٿي ڏانهس رجوع ٿي.

## هڪڙي بادشاهہ ۽ ڪُتي جي ڳالهہ

هڪڙو بادشاهہ، شڪار لاءِ هڪڙو ڪتو ساڻ ڪري، هڪ جهنگل ڏانهن روانو ٿيو. ڪتو پاڙهيل هو ۽ مٿس ريشمي جهل چڙهيل هئي. ڳچيءَ ۾ موتين سان جڙيل پٽو پيو هئس ۽ پيرن ۾ گنهگهرو پيل هئس. بادشاهہ ان ڪتي کي سمجهدار ڪري ورتو ۽ ان جي رسي پنهنجي هٿ ۾ جهلي. رستي تي هلنديء ڪتي جي نظر جيئن ٻئي هڪڙي هڏي تي پيئي، تيئن اتي ئي بيهي ويو ۽ اڳتي هلڻ ڪان نابري واري بيٺو. بادشاهہ هيءَ حالت ڏسي غيرت ڪان جلي ويو ۽ چوڻ لڳو: آخر مون جهڙي بادشاهہ هوندي ٻئي ڪنهن ڏانهن نظر چو ٿي ڪئي وڃي؟ انهيءَ دم رسي ٽوڙي، حڪم ڪيائين تہ ڪتي کي هتان هڪاليو وڃي. ان تي، شڪاريءَ (جو بادشاهہ سان گڏ هو) عرض ڪيو: قبلا! هي ڪتو جيتوڻيڪ جهنگل جي لائق آهي، مگر ساروئي سينگاريل آهي، تنهن کي ائين ڇڏڻ مناسب نـ آهي؛ ليڪن بادشاهہ حڪم ڏنو تہ ان کي انهيءَ ئي حالت ۾ ڇڏي ڏيو. جڏهن هوش ۾ ايندو ۽ پاڻ کي اهڙو سينگاريل ڏسندو، تڏهن ياد ڪندو تہ سندس مالڪ ڪو نهايت ئي مشفق ۽ مهربان هو.

## منصور جي سوريءَ تي چڙهڻ جو قصو

جڏهن منصور حلاج کي سوريءَ تي چاڙهيو ٿي ويو تڏهن سندس زبان تي "اناالحق" ڪانسواءِ ٻيو ڪجهہ نـ هو پر قاسي ڏيندڙ سندس زبان کي سمجهي نـ سگهيا. تنهن ڪري هٿ ۽ پير ڪاٽي ڇڏيائونس. زياده خون وهڻ سبب ڦري زرد ٿي ويو ۽ پوءِ انهن ڪپيل هٿن کي ڪٽي پنهنجي نوراني منهن تي ملڻ لڳو: جڏهن رت ئي انسان جي

رونق آهي. تڏهن مان انهيءَ کي منهن تي مليان ٿو ۽ اهو انهيءَ لاءِ ته جي ڪنهن جي نظر ۾ پيلو نظر آيس ته هو اهو ئي گمان ڪندو ته شايد مان ڏجي ويو آهيان، پر ڇاڪاڻ ته مون کي ذرو به خوف نه آهي، تنهن ڪري هن وقت مُنهن تي رت ملڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪو چارو ئي ڪونهي.

## شيخ جنيد ۽ سندس پٽ جي مارجي وڃڻ جي ڳالهه

حضرت جنيد، جو صوفين جو پيشوا ۽ معرفت جو هڪ وڏو اونهو سمنڊ هو، تنهن هڪ رات بغداد ۾ هڪ وڏي مجمعي اڳيان تقرير پئي ڪئي. سندس تقرير اهڙي دلپسند هئي، جنهن آسمان وارن کي به موهي ڇڏيو. ڪيس هڪڙو خوبصورت نوجوان پٽ هو. جنهن جو سر ماڻهن بيدرديءَ سان وڍي، ڪٽي ان مجمعي ۾ اڇلايو. هي ڏسي ان الله جي بندي ٻڙڪ به ٻاهر نه ڪڍي ۽ سامعين کي تسلي ڏيڻ لڳو. چيائين ته اج رات مون الله تعاليٰ جي اسرارن جي هڪ وڏي ديگ چاڙهي آهي: انهيءَ ۾ وجهڻ لاءِ ههڙو ئي سر هئڻ گهرجي، بلڪ اجا به ڪو اعليٰ ۽ افضل.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو جان سان پيار ۽ موت کان ڊپ بابت سوال

هد هد کي هڪڙي ٻئي پکيءَ اٿي ٻڌايو ته، مان موت کان ڏاڍو ڊڄان ٿو. سيمرغ ڏانهن وينڌڙ وادي گهڻو پري آهي ۽ مون وٽ نه ساز آهي نه سامان. موت کان منهنجي دل ايترو ته گهبرائي ٿي، جو سمجهان ٿو ته مان پهرين ئي منزل تي مري ويندس. ٻيلي يار! ساهه پيارو اٿم، مون کان هليو ڪو نه ٿيندو.

## هد هد جو جواب

اڙي هيڻا ۽ نبل، آخر تون ڪيترو وقت هڏن( جي مٺ) جو پڃرو ٻڌيو رهندين؟ ڇا تون هي نٿو چاهين ته تنهنجي عمر اڃي باقي دم تي بيٺي آهي: ۽ ڇا توکي هي معلوم نه آهي ته اهو جو جائو آهي، سو هڪ ڏينهن ضرور مرندو ۽ وڃي خاڪ جي حوالي ٿيندو. جيڪڏهن تون ڪٽي هن جهان ۾ ڪنهن عرصي تائين حڪومت به ڪرين، مگر ته به

هڪ ڏينهن رنج ۽ زاريءَ سان توکي هيءَ جان ڏيڻي پوندي. هاڻي مان توکي ٻه چار قصا ٻڌايان ٿو ۽ اميد اٿم ته اهي تنهنجي هدايت جو باعث ٿيندا.

## ققنس جي وڏي چمار جو قصو[1]

ققنس. هڪ عجيب ۽ وڻندڙ پکي(ذکڙ) هندستان ۾ رهندو آهي. (هن جو ڪو به جڻيندڙ ڪونهي). سندس چهنب ڊگهي ۽ سخت ۽ ٻين جيان منجهس ڪئين سوراخ ٿين ٿا. هر سوراخ مان هڪ علحدو ۽ سريلو آواز نڪري ٿو. جو پکين ۽ جانورن ٻنهي کي مدهوش ۽ بيقرار ڪري ڇڏي ٿو. چون ٿا ته. علم موسيقي به ان جي ئي آواز مان ورتل آهي. هن جي عمر هزار سال ٿئي ٿي ۽ جڏهن سندس موت جو وقت ويجهو ايندو آهي، تڏهن هو ان کان اڳ ۾ ئي واقف ٿي ويندو آهي: ۽ پوءِ ڪجهه ڪاٺيون ميڙي، انهن جي وچ ۾ اچي، دردناڪ دانهون ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو آهي. انهن آهن ۽ دانهن ۾، جي سراسر سوز ۽ گداز هونديون آهن. موت جي خوف کان پيو ڦيٽون کائيندو ۽ ڪنيڙاٽيون هڻندو آهي. پکي ۽ جانور هن جي نوحه ۽ ناله کان ايترو ته متاثر ٿيندا آهن، جو ڪا گهڙي ته هو هن دنيا کي ئي وساري ويهندا آهن. ۽ انهن مان ڪي ته مري به ويندا آهن. اهو واقعي هڪ عجيب ڏينهن هوندو آهي، جڏهن سندس عمر جي باقي وڃي هڪ گهڙي رهندي آهي، تڏهن پريشان حال ٿي اڳيان ۽ پويان پيو پرَ هڻندو ۽ ٿپ کائيندو آهي، جنهن سببان منجهانس باه پيدا ٿيندي آهي، جا ڪاٺين کي وڪوڙي ويندي آهي. جڏهن هو ۽ ڪاٺيون ٻئي سڙي اڱر ۽ رک ٿي ويندي آهن، تڏهن انهيءَ رک مان هڪ ققنس جو ٻچو ظاهر ٿيندو آهي. ههڙو عجيب رنگ توهان ڪڏهن ڏٺو به نه هوندو!

اي انسان! جيڪڏهن ققنس جيان توکي ڊگهي عمر ڏني به وڃي، ته به نيٺ هڪ ڏينهن ذليل ٿي مرندين. موت برابر درد ۽ سختي ڏيندڙ شيءِ آهي. مگر ڇا ڪجي ان کان ڀڄي وڃڻ جي واهه ئي ڪانهي.

---

(1) هڪڙي مشهور پکيءَ جو نالو آهي، جو هڪ هزار ورهيه زنده رهندو آهي.

## هڪڙي ڇوڪري ۽ صوفيءَ جو قصو

هڪڙو ڇوڪرو پنهنجي پيءُ جي جنازي اڳيان ڳوڙها ڳاڙيندو ۽ چوندو پئي رهيو ته. ههڙو ڏينهن. جنهن منهنجي جان کي ڦٽي وڌو آهي، مون اڳي ڪڏهن به ڪونه ڏٺو! هڪڙي صوفيءَ چيس: تنهنجي پيءُ تي به اهڙو ڏينهن اڳ نه گذريو آهي. جو ڪم توکي پيش آيو آهي سو ڪو وڏو ڪونهي، ليڪن وڏو ۽ مشڪل ڪم اهو آهي جو تنهجي پيءُ کي پيش آيو آهي.

اڙي نادان انسان! جيڪڏهن ڪٿي تون بادشاهيءَ جي مسند تي ويهين به، ته به هڪ ڏينهن توکي خالي هٿين وڃڻو پوندو.

## هڪڙي بين وڄائيندڙ جو قصو

جڏهن هڪڙي بين وڄائيندڙ جو موت ويجهو آيو. تڏهن هڪڙي شخص. ڳجهه ۾ ڪانئس موت جو حال پڇيو ته جواب ڏنائين: منهنجو حال هينئر بڏائڻ جهڙو ڪونهي، مان هڪ وڏيءَ مصيبت ۾ مبتلا آهيان.

اي انسان، موت جو علاج سواءِ موت جي ٻيو آهي ئي ڪونه ۽ اسان سڀيئي مرڻ لاءِ پيدا ٿيا آهيون، مگر افسوس، وري به دنيا سان دل لايو ويٺا آهيون. اهو شخص جنهن جي هٿ ۾ ساريءَ دنيا جي بادشاهي هئي ۽ جو فرش کان عرش تائين پئي اڏامندو سو هن وقت زمين اندر خاڪ ٿيو پيو آهي. موت جو رستو ڏاڍو مشڪل آهي ۽ جيڪڏهن توکي ان جي تلخيءَ جي خبر پوي ته تنهنجي هيءُ منڙي جان زير زبر ٿي وڃي.

## حضرت عيسيٰ عليه السلام ۽ پاڻيءَ جي مٽ جو قصو

هڪڙي دفعي حضرت عيسيٰ عليه السلام. هڪ نديءَ مان مٺو ۽ خوشبودار پاڻي پيتو ۽ ان نديءَ مان هڪ پريل مٽ مان به پاڻي پي روانو ٿيو ليڪن مٽ جي پاڻيءَ کان سندس وات ڪڙو ٿي پيو ۽ واپس موٽي عجب ۾ پئجي پڇڻ لڳو: اي پروردگار! هن مٽ جو پاڻي ۽ نديءَ جو پاڻي ته مڙيو ئي ساڳيو آهي، مٽ جو پاڻي ڪڙو ۽ هو ٻيو ماکيءَ کان به مٺو آخر هي راز ته سمجهائينم. خدا تعاليٰ جي حڪم سان اهو مٽ خود حضرت عيسيٰ عليه السلام اڳيان اچي چوڻ لڳو: مان هڪ جهونو

ماٺهو آهيان. ڪيترائي دفعا، ڪڏهن ڪوزو (ڪؤنرو) ۽ ڪڏهن مٽ تہ ڪڏهن ڪوزو (ڪؤنرو) پئي ٺهيو آهيان. جيڪڏهن مون کي اجا بہ هزار بار ڪٺي مٽ بنائيندا تہ بہ موت جي تلخي مون کان وسري نہ سگهندي. مان موت جي تلخيءَ جي ياد ۾ هميشه ائين رهان ٿو ۽ منهنجو پاڻي ان سبب ڪري ٺي کارو آهي.

## سقراط ۽ سندس شاگرد جو قصو

چوڻ ٿا تہ جڏهن سقراط جو وقت آيو. تڏهن هڪ شاگرد کيس عرض ڪيو: اي استاد! جڏهن توکي غسل ڏيئي ۽ ڪفن پهرائي بس ڪريون. تڏهن پوءِ ڪٿي دفن ڪريون؟ جواب ۾ چيائين: جيڪڏهن توهان مون کي ڳولي لهين تہ پوءِ جتي چاهين تتي ڪٺي دفن ڪجئين. جڏهن هن هيتريءَ ساريءَ وڏيءَ ڄمار ۾ مون پنهنجو پاڻ کي نہ ڳولي لڌو تڏهن مون کان پوءِ، تون مون کي ڪٿي ٿو ڳولي سگهين؟ مان هن وقت اهڙيءَ طرح وڃي رهيو آهيان. جو مون کي ذرو بہ پنهنجي خبر ڪانهي.

## بصري جي شيخ جو هڪ مردي جي قبر تي وڃڻ جو قصو

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ. ماڻهو جيئن هڪڙي مردي کي دفن ڪري رهيا هئا. تيئن شيخ حسن بصري بہ اچي ان قبر تي پهتو. قبر ۽ لحد کي بہ چتائي ڏسي رهيو هو ۽ زارو زار روئي بہ رهيو هو. پوءِ چيائين: هن جهان جي آخري منزل قبر آهي، ۽ هُن جهان جي پهرين منزل بہ اها ئي ساڳي اونداهي قبر آهي.

اڙي انسان! تون هن غير حقيقي دنيا سان ڇو ٿو دل لائين؟ جنهن جي آخري منزل ئي ههڙي تنگ ۽ ڀيانڪ قبر آهي. تون اهڙي ڏکئي ۽ پُر خطر جهان کان ڊپ ڏار، آخر تون ڪيستائين ان سان پيار رکيو ايندين؟

## هڪڙي ديواني جو سڪرات ۾ روئڻ

هڪڙو اهل راز ديوانو سڪرات جي وقت بي طاقتيءَ ۽ پريشان حاليءَ کان زارو زار روئڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو: اي منهنجا موليٰ! تو جڏهن جان (ساهہ) کي پيدا ڪيو ۽ وري ان کي واپس وٺين ٿو تڏهن پلا تو ان

کي پيدا ڇو ڪيو؟ جيڪڏهن منهنجي جان نہ هجي ها تہ مان (يقينن) آرام ۾ هجان ها ۽ هھڙي طرح جان نڪرڻ جي عذاب کان بچي پوان ها. نہ زندهہ ٿيڻ کان پوءِ مرڻو پويم ها ۽ نہ وري توکي (ان کي) آڻڻ ۽ (وري واپس) نيڻ جي ڪا تڪليف وٺڻي پوي ها.

## حضرت عيسيٰ عليه السلام جو موت کان ڊڄڻ

حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ڳالهہ ڪندا آهن تہ هو هميشه بي فڪر ۽ نهايت خوش رهندو هو مگر جڏهن موت جي ياد ايندي هيس، تڏهن پگهر ۾ شل ٿي ويندو هو!

هاڻي جڏهن روح الله جي حالت هھڙي آهي، تڏهن افسوس آهي اسان تي، جو اهڙيءَ بلا (موت) کان غافل آهيون، جا هر وقت تاڙ ۾ ويٺي آهي!

## خدا تعاليٰ جو حضرت ابراهيم عليه السلام کان وڏيڪ سخت شيءِ بابت پڇڻ

جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام وفات ڪئي، تڏهن الله تعاليٰ کانئس پڇيو: ٻڌاءِ تہ تو دنيا ۾ ڪھڙي شيءِ سخت ترين (وڏيڪ ۾ وڏيڪ درد رسائيندڙ) ڏٺي؟ جواب ڏنائين، تہ منهنجا موليٰ! پٽ (اسماعيل ڏانهن اشارو) کي ڪهڻ ۽ پيءُ (آذر ڏانهن اشارو) کي دوزخ ۾ ڏسڻ بہ سخت هو. منهنجو باهہ ۾ پوڻ ۽ ڪو زمانو مصيبتن ۾ گذارڻ ۽ ٻيون ڪيتريون اهڙيون پريشانيون سخت هيون، ليڪن ساهہ ڏيڻ (سڪرات) جي (تڪليف جي) مقابلي ۾ اهي سڀ هيچ هيون.

اڙي انسان! تون رات ڏينهن ڇو غفلت ۾ پيو آهين؟ هن مشڪل ڪم جو اٽي ڪو علاج سوچ ۽ موت لاءِ سامان تيار ڪر!

## هڪڙي غريب وزير جو قصو

هڪڙي دفعي بادشاهہ ڪنهن غريب کي، پاڻ وٽ وزير ڪري رکيو. هن ان وزارت مان گهڻو مال ۽ مانُ حاصل ڪيو. آخر جڏهن پيري آيس، تڏهن بادشاهہ کي عرض ڪيائين تہ هينئر مون کي عزلت اختيار ڪرڻ جي اجازت ڏني وڃي، ڇالاءِ جو مان موت کان ڏاڍو ڊڄان

ٿو ۽ چاهيان ٿو ته سارو وقت وجي اطاعت ۾ گذاريان؟ بادشاهه چيس: تون منڊ ۾ اسان وٽ خالي هٿين آيو هئين ۽ هن وقت تو وٽ ڪافي مال آهي، تون اهو اسان وٽ ڇڏي پوءِ پلي هليو وڃ. وبچاري غريب جواب ڏنو: سائين! مون پنهنجي نقد عمر تنهنجي ئي رستي ۾ خرچ ڪئي. هاڻي جيڪڏهن توهين اها مون کي موٽائي ڏيو ته هي اوهان جو مال حاضر آهي.

اڙي نادان! تون پنهنجي عمر جي قدر ۽ قيمت کي نٿو سمجهين. تون ان بابت قبر وارن کان وجي پڇ. اهي ئي خوب ڄاڻن ٿا (ته حياتيءَ جو هڪ دم ساري دنيا جي مايا کان وڌيڪ ملهه رکي ٿو).

## هڪڙي شخص جو هڪ پرهيز گار کي خواب ۾ ڏسڻ

هڪڙِ ماڻهوءَ هڪ رات ڪنهن پرهيزگار بندي کي خواب ۾ ڏٺو ۽ ان تي سلام ورايائين، ليڪن هن جواب نه ڏنو. جڏهن ڪانئس پڇيائين ته سلام جو جواب ڏيڻ فرض آهي، تڏهن ان ٻڌايس ته فرضيت جو دروازو اسان لاءِ بند آهي(ليڪن اوهان لاءِ کليل). اسان هينئر ڪا به عبادت، وبندي ابد تائين ڪري نٿا سگهون. ڇيڪڏهن مان تو وانگر دنيا ۾ هجان ها ته گهڙي به اطاعت کان سواءِ نه گذاريان ها، ۽ سارو وقت عبادت ۾ لڳو رهان ها. پهريائين اسين بلڪل بيخبر هئاسون. زندگيءَ جو قدر هاڻي پيو اٿئون، مگر افسوس هينئر عبادت ڪرڻ جو رستو ئي بند ٿي ويو. قيمتي عمر به ائين هلي ويئي. هينئر دائمي غم وجي لاڳو رهيو آهي، اسان کي حيف آهي جو اسان ڪجهه نه ڪيو حالانڪ سڀ ڪجهه ڪري ٿي سگهياسين. هن وقت اسين حيران ۽ پشيمان زندان ۾ پيا آهيون! پکيءَ کي پنهنجي پرن جو قدر تڏهن پوندو آهي، جڏهن اهي سڙي وبندا آهن. هاءِ افسوس! حياتي وبندي رهي، ڪو ڪم نه ٿيو ۽ غم ساٿي بڻجي ويو!

## هڪڙي شخص جو حضرت عيسىٰ عليه السلام کان سوال پڇڻ

هڪڙي شخص حضرت عيسىٰ عليه السلام کان پڇيو: سائين! توهان دنيا ۾ پنهنجو گهر ڇو نٿا بنايو؟ جواب ڏنائون: مان ڪو ڇريو

ڪو نہ آهيان، اها شيءِ جا مون سان هميشه رهي ٿي نہ، سا ڪٿي ٿي منهنجي لائق ٿي سگهي؟

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو دنيا جي نامراديءَ بابت سوال

هڪڙي ٻئي پکيءَ هد هد کي مخاطب ٿي چيو: اي پيارا! زمانو هڪڙي گهڙي بہ منهنجي مراد موافق نہ هليو آهي. منهنجي دل ايترو تہ غم سان ڀريل آهي، جو هن جان جو ڪو ذرو بہ انهن جي اثر کان خالي نہ آهي. سدائين حيران ۽ عاجز رهيو آهيان ۽ هيترن غمن ۽ ڏکن هوندي ڀلا مان هن سفر ۾ ڪيئن ڪاهي پوان! ها البت، جيڪڏهن دل ڏکويل نہ هجيم ها تہ هي سفر مون کي سهنجو نظر اچي ها. هاڻي جڏهن منهنجي دل غمن سان اهڙي چڪناچور آهي، تڏهن تون ئي ٻڌاءِ تہ مان ڇا ڪريان؟

## هد هد جو جواب

اڙي دنيا جا نڱيل! تون اجايو پيو سوداءُ پچائين. مراد يا نامرادي گهڙي پلڪ ۾ گذريو وڃن. هاڻي اها شيءِ، جا هڪ پلڪ اندر گذري وڃي ٿي، سا جيڪڏهن ميسر نہ ٿي سگهي تہ ڪهڙي وڏي ڳالهہ! هر اها شيءِ جا پائدار نہ آهي، تنهن سان دل لڳائڻ زنده دلي نہ آهي.

چڱو هي بہ چار حڪايتون ٻڌي ڇڏ، انهن ۾ تولاءِ نصيحت آهي.

## هڪڙي عارف جي حڪايت

هڪڙو وڏو عارف شخص هو جنهن ڪڏهن بہ ڪنهن جي هٿان شربت نہ پيتو. جڏهن ان بابت ڪانئس پڇيو ويو تڏهن جواب ڏنائين: مان موت کي اکين آڏو ڏسي رهيو آهيان. اهو منهنجي دماغ تي اهڙو سوار آهي، جو شربت مون لاءِ هڪ زهر آهي.

اي انسان، اها شيءِ، جنهن کي گهڙي بہ بقاءِ نہ آهي، پوءِ ڪٽي هيءَ ساري دنيا ڇو نہ هجي! تنهنجو تہ پائي ملهہ بہ ڪونهي. جيڪڏهن نامراديءَ سبب تنهجو برو حال ٿيو آهي تہ تون ان لاءِ شڪايت نہ ڪر، ڇالاءِ جو نامرادي بہ هڪ گهڙي هوندي آهي. تون، جيڪڏهن ظاهري

طور ڪنهن شيءِ ۾ رنج ڏسين ٿو تہ تي سگهي ٿو تہ ان اندر باطني طور تولاءِ گنج هجي. الله تعاليٰ جا هر گهڙيءَ تو تي هزارين احسان ٿيندا رهن ٿا. مگر افسوس تون انهن کي ياد ئي نٿو ڪرين. تون في الواقع خالي دماغ ۽ عقل کان بنهہ ڪورو آهين.

## هڪڙي بادشاهہ ۽ غلام جي حڪايت

هڪڙي نيڪ اخلاق بادشاهہ هڪ دفعي پنهنجي نوڪر کي ميوو ڪائڻ ڪاڻ ڏنو جو هن ڏاڍيءَ خوشيءَ سان کاڌو ۽ چوڻ لڳو تہ هن کان زياده مني ٻي ڪا خوراڪ ئي ڪانهي. نوڪر کي اهڙي شوق سان کائيندو ڏسي، بادشاهہ جي دل بہ سِرڪي ۽ انهيءَ مان اڌ وني جڏهن چکيائين، تڏهن ڪڙو نظر آيس. نوڪر کي چيائين: اهڙو ڪڙو ميوو اهڙي چاهہ سان (ڪڏن) ڪنهن کاڌو؟ ان جواب ۾ عرض ڪيو: سائين! مان جڏهن تنهنجي هٿان هزارين تحفا ملندا ڏسان ٿو تڏهن ڪنهن وقت جيڪڏهن ڪو ڪڙو بہ مليو تہ ان کي موٽائڻ منهنجو شيوو نہ آهي. هاڻي مان جڏهن تنهنجي نعمتن اندر ساروئي پوريو پيو آهيان، تڏهن تنهنجي هٿان مون کي ڪڙائي ڪيئن معلوم ٿيندي؟

## هڪڙي شخص جو صوفيءَ کان سوال

ڪنهن معزز شخص، هڪڙي صوفيءَ کان سندس زندگيءَ جو حال پڇيو. جواب ۾ چيائين: مان هڪ ٻُهر جي ڍِگ تي پيو آهيان، خشڪ لب ۽ تردامن. جڏهن بہ مون اتي ڪو مانيءَ ٽڪر پڳو آهي، تڏهن منهنجو گردن ٽوڙيو ويو آهي.

اي بندا! جيڪڏهن تون هن دنيا ۾ خوشيءَ جي تلاش ڪرين ٿو تہ پوءِ تون ننڊ ۾ آهين. تون جيڪڏهن ساري دنيا جو چڪر هڻي اچين، تہ بہ توکي خوشدلي ڪٿي بہ نظر نہ ايندي. تون وڃي ڪو اهڙو ڪم ڪر جو سياڻ توکي پلصراط پار ڪرڻ ۾ سولائي ٿئي.

## هڪڙيءَ پوڙهيءَ عورت جو شيخ مهنہ کي عرض

هڪ دفعي، شيخ مهنہ کي هڪڙي پيرسن عورت عرض ڪيو:

سائين! مون کي ڪا (خوشي دليءَ جي) دعا سيکاريوجنهن کي مان وظيفو ڪري وٺان. ڇالاءِ جو مون هن وقت تائين گهڻيون تڪليفون سنيون آهن ۽ مون ۾ هينئر وڏيڪ سهڻ جي طاقت ئي نہ رهي آهي. شيخ جواب ڏنس: ڪنهن زماني کان مان بہ چلو ڪڍي رهيو آهيان تہ ڪو اهڙو نسخو هٿ اچيم. جنهن سان دلي آرام نصيب ٿئي. مگر ان جو ڪو پتو پار ئي نظر نہ آيو. هاڻي جيستائين هن درد جي دوا نہ ملندي. تيستائين دل کي خوشي ڪيئن حاصل ٿي سگهندي؟

## هڪڙي سائل جو حضرت جنيد کان سوال

هڪڙو شخص، حضرت جنيد جي آڏو ويهي کيس عرض ڪرڻ لڳو: اي الله تعاليٰ جا مقبول ۽ محبوب عاشق. مهرباني ڪري ٻڌائينم تہ انسان کي خوشي ڪڏهن حاصل ٿي سگهندي؟ شيخ جواب ڏنس: اها کيس ان وقت حاصل ٿي سگهندي، جنهن وقت هو بيدل (دل کان خالي) ٿيندو ۽ تون هي ياد رکي ڇڏ. جيستائين کيس الله تعاليٰ جو ديدار ميسر نہ ٿيندو تيستائين هو حيران. پريشان ۽ بيچين ئي رهندو.

## چمڙي جي گفتگو

هڪڙي دفعي، هڪڙي چمڙي وڻ سڻ ڪائيندي پئي چيو: مونکي هڪ گهڙي بہ سج ڏسڻ جي طاقت نہ آهي. مان ساري عمر عاجزي سان اکيون بند ڪري هلندو رهان ٿو ۽ آخرڪار وٽس پهچي منجهس گم ٿي ويندس. هڪڙو تيز اکين وارو جو سدس پر ۾ وينو هو سو کيس چوڻ لڳو: تون سراسر دوکي هيٺ آهين. هيءُ سفر هزار سالن جو آهي. تو پريشان حال کان ڪٿي ٿو طئہ ٿي سگهي؟ جواب ڏنائين تہ ڪا پرواهہ نہ آهي، مان هينئر اڏامان ٿو ۽ ڏسان ٿو تہ ان جو ڪهڙو ٿو نتيجو نڪري. ڪيئن سال ائين هلندو رهيو. تان جو هو پنهنجي سموري طاقت وڃائي وينو ۽ ڪري ڪندا ٿي ويو. ان هوندي بہ جڏهن سج نظر نہ آيس. تڏهن سمجهڻ لڳو تہ. شايد مان ان کان اڳيرو لنگهي ويو آهيان. هڪڙو ڏاهو جو هيءُ ڳالهہ ٻڌي رهيو هو تنهن کيس چيو: تون ڪو وڏو بيوقوف ۽ غافل آهين. تون هي بہ نٿو ڄاڻين تہ تون اڃا هڪ قدم مس

وڏيو آهين ۽ سمجهين ٿو تہ مان سچ ڪان بہ اڳتي لنگهي ويو آهيان!
هيءَ ڳالهہ ٻڌي. چمڙو ڏاڍو شرمسار ۽ ڦڪو ٿيو ۽ سندس رهيل کهيل
طاقت بہ ويندي رهي. سچ ڪي مخاطب ٿي چوڻ لڳو: تو هڪ سمجهدار
پکيءَ ڪي ڳولي لڌو آهي. ڪهڙو نہ چڱو ٿئي، جيڪڏهن ان جي
ڪارڻ جو حصو ڪانئس هٿايو وڃي. ۽ جيئن تہ هن هيءَ التجا نهايت
گهٽي درد سان ڪئي، تنهن ڪري اها جهٽ پٽ اگهامي ويئي ۽ هو
نابين مان بينا ۽ مسڪينيءَ مان دولتمند ٿي ويو.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو حڪم جي تابعداريءَ بابت سوال ڪرڻ

هڪڙي ٻئي پکيءَ هد هد کان دريافت ڪيو: پلا، هيءُ تہ ٻڌائينم:
جيڪڏهن مان انهيءَ (الله تعاليٰ) جو حڪم بجا آڻيان ۽ ان جي رد ۽
قبول سان بہ ڪو غرض نہ رکان (وڻيس تہ منهنجي عبادت قبول ڪري
وڻيس تہ نہ ڪري) ۽ محض ان جي حڪم جي بجا آوري مقصود
هجيم ۽ هميشه ان جي حڪم جو منتظم رهان تہ پوءِ ڇا ٿيندو.

## هد هد جو جواب

هد هد جواب ڏيندي چيو: اڙي دوست! هن کان وڌيڪ بيو ڪهڙو
ڪمال ٿي سگهي ٿو (بيو ڪمال ئي ڪونهي). جنهن هڪ گهڙي ان
جي حڪم جي پيروي ڪئي، تنهن جي ثواب جو ڪو ڪاٿو ئي
ڪونهي ۽ هو گهٽن اوکاين ۽ دشوارين کان ڇٽي پيو. ڪم جو دارومدار
فرمانبراداريءَ تي آهي، تنهن ڪري تون پنهنجي طرفان ڪو بہ دخل نہ
ڏي ۽ الله تعاليٰ جي هر حڪم جي چپ چاپ تابعداري ڪندو رهہ. ان
بابت مان توکي ٻہ چار حڪايتون بہ ٻڌايان ٿو.

## اياز جو لعل جي پيالي کي ٽوڙڻ

هڪڙي دفعي، اياز جي هٿ ۾ هڪ لعل جو پيالو هو. جنهن جي
قيمت جو تہ ڪو اندازو ئي ڪونہ هو. سلطان محمود جي حڪم ڏيڻ تي
هن ان کي هڪدم زمين تي هٽي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو. سپاهي ۽
درٻارين ۾ گهٽو شور ۽ غل مچي ويو ۽ انهن مان هرهڪ کيس اهڙي

قيمتي چيز جي ضايع ڪرڻ تي ملامت ڪرڻ لڳو ۽ بادشاهه هي سڀ مشڪندو ٻڌندو رهيو ۽ انهن اڳيان پنهنجي اطمينان جو اظهار ڪندو رهيو. نيٺ هڪڙو اتي ڪانئس پڇڻ لڳو: آخر تو اهڙي قيمتي ۽ روشن پيالي کي چو اهڙي بي عزتيءَ سان پيچي پور ڪيو؟ جواب ڏنائين: بادشاهه سلامت جو حڪم بجا لائڻ مون وٽ زمين ۽ آسمان کان وڌيڪ وزن رکي ٿو. تنهنجي نظر وجي پيالي تي پئي ۽ منهنجي نظر سندس فرمان ۾ رهي.

بندو اهو پلو آهي، جو پنهنجي آقا جي فرمان تي هلي ۽ ان خاطر پنهنجي جان ڏيڻ کان به دريغ نه ڪري. پيالي وغيره جي ته ڪا قيمت ئي ڪانهي.

## هڪڙي بادشاهه جو پنهنجي فرمانبردار قيدين طرف متوجهه ٿيڻ

هڪڙي دفعي، هڪڙو بادشاهه پنهنجي شهر واپس موٽي رهيو هو ۽ ان شهر جا باشندا سندس آمد خاطر ان کي خوب سينگاري رهيا هئا. ان شهر ۾ جيڪي قيدي هئا، تن وٽ سواءِ هٿڪڙين، ڳٽن، ڪجهه ڪٽيل سرن، هٿن ۽ ٽنل جگرن جي ٻيو ڪجهه ڪٽيل ڪو نه ۽ هنن (غريبن) اُنهن سان ان شهر جي سجاوٽ پئي ڪئي. بادشاهه سينگاريل شهر مان ٿيندو، جڏهن قيدخاني وٽ آيو، تڏهن گهوڙي تان لهي قيدين کي ملاقات جو شوق بخشيو ۽ کين جهجهو سون ۽ چاندي ڏني. بادشاهه جو هڪ رازدار ساٿي، هيءَ ماجرا ڏسي ڪانئس پڇڻ لڳو: آخر هي ڇا آهي، جو توهان هيتري ساري زيب ۽ زينت کان منهن ڦيري، اچي هڪ قيد خاني وٽ قيام فرمايو. جتي رهزنن جي چند ڪٽيل سرن ۽ هٿن کانسواءِ ٻي ڪا به وندرائڻ جڙي شيءِ ڪانهي؟ بادشاهه جواب ڏنس: ٻين جي سجاوٽ بازيگرن جي راند مثل هئي، هر هڪ پنهنجي طور ۽ طريقي ۽ مذاق مطابق پنهنجي پنهنجي شيءِ پيش ڪري رهيو هو ۽ ائين ڪرڻ سان هو سڀيئي گهاٽي ۾ هئا. منهنجي مراد کي قيدين پورو ڪيو آهي. جيڪڏهن منهنجو حڪم هتي جاري نه هجي ها ته ڪيئن سر جسم ۽ جسم سر کان جدا هجي ها! مون پنهنجي حڪم جي

تعميل هتي ڏني آهي: هي ويچارا سارو وقت هن انتظار ۾ ويٺا آهن تہ ڪڏهن ٿا قيدخاني ڪان نڪري سوريءَ طرف وڃن. انهيءَ ڪري ئي هي قيد خانو مون کي باغ بهار نظر آيو.

## خواجہ اڪاف جو بايزيد ۽ ترمذيءَ کي خواب ۾ ڏسڻ

خواجہ اڪاف چوي ٿو تہ هڪ رات مون خواب ۾ ڏٺو تہ بايزيد ۽ ترمذي هڪ رستي وچي رهيا آهن ۽ انهن ڪٺي مون کي پنهنجو اڳواڻ بنايو آهي، جڏهن ان خواب جي تعبير تي غور ڪيم، تڏهن معلوم ٿيم تہ مون کان هڪ دفعي سحر جي وقت، هڪ بيساختہ آهہ نڪري ويئي هئي ۽ ان وقت مون کي بڌايو ويو هو تہ سيني پيرن ۽ مريدن ۾ بايزيد زياده پلارو آهي. چالاءِ جو بين سيني اسان کان ڪجھہ نہ ڪجھہ گهريو آهي، ليڪن بايزيد ئي هڪڙو شخص آهي، جنهن فقط اسان کي چاهيو ۽ اسان جي طلب ڪئي ۽ بس، جڏهن مون ان رات اهو خطاب بڌو، تڏهن دل ۾ چيم تہ هيءَ يا هوءَ گهر ڪرڻ مناسب نہ آهي. ان بعد هيءَ دعا گهرندو هئس: اي پروردگار! تو کان مرغوب شيءِ جي گهر ڪرڻ اجائي آهي، جيڪڏهن دل تنهنجي درد کان خالي آهي ۽ منجهس ڪا سچائي بہ نہ آهي تہ پوءِ تنهنجي ڳولا ۾ رهڻ بہ بي معنيٰ آهي. هينئر تنهنجي چاهت منهنجي چاهت آهي ۽ مان تنهنجي مرضيءَ کان ٻاهر وڃڻ نٿو گهران. منهنجي اها ئي دعا هئي، جنهن سبب انهن ٻنهي بزرگن مون کي فوقيت ڏني. بندو جيستائين فرمانبردار رهندو، تيستائين خدا تعاليٰ جو قرب ماڻيندو.

## شيخ خرقانيءَ جي سڪرات جي حڪايت

شيخ خرقانيءَ پنهنجي وفات جي وقت فرمايو: افسوس! جيڪڏهن منهنجي جسم کي چيري، ان مان منهنجي پڪل دل کي ٻاهر ڪڍيو وڃي ها تہ جيئن ماڻهن کي معلوم ٿئي ها تہ مان ڪهڙين نہ مشڪلاتن ۾ مبتلا آهيان، ۽ پوءِ اهي محسوس ڪن ها تہ راز جي ڄاڻندڙ سان بت پرستي ڪرڻ مناسب نہ آهي. بندگيءَ جي معنيٰ ئي عاجزي آهي، ۽ عاجزيءَ ۾ ئي زندگي آهي ۽ بندگيءَ کانسواءِ ٻيو سڀ حوس آهي.

اي انسان! تون صحيح معنيٰ ۾ عاجز ٿي گذار ۽ حرمت جي راهه اختيار ڪر. بي حرمت بندي کي هميشه مسند تان هٽايو ويندو آهي.

## هڪڙي بادشاهه جو ڪنهن بندي کي خلعت بخشڻ

هڪڙي بادشاهه ڪنهن غلام کي خلعت عطا ڪئي. هو جڏهن شاهي محل مان ٻاهر آيو تڏهن پنهنجي منهن تان رستي جي پيل مٽيءَ کي ان خلعت سان صاف ڪيو. ڪنهن مخالف وڃي بادشاهه کي ٻڌايو تہ تنهنجي خلعت جو قدر اجهو هيءَ ٿيو آهي. بادشاهه کي اها بي حرمتي ڏاڍي بُري لڳي ۽ فورن ان پريشان حال کي سوريءَ تي چاڙهڻ جو حڪم ڏنائين.

هن مان تون سمجهي چڏ تہ، جو شخص بي حرمتي ڪري ٿو، تنهن جو بادشاهه جي دربار ۾ ذرو بہ ملهه ڪونهي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو پاڪبازيءَ بابت سوال

هڪڙي ٻئي پکيءَ اُتي پڇيو: اڙي يار هد هد! خدا تعاليٰ جي راهه ۾ پاڪبازي ڪيئن آهي؟ دل کي مشغول رکڻ مون پاڻ تي حرام ڪري ڇڏيو آهي ۽ جو ڪجهه هٿ ۾ اچي ٿو تنهن کي ونڊي ورهائي ڇڏيان ٿو ۽ پاڻ کي ڪنهن بہ شيءِ جي خيال ۾ نٿو رکان. هميشه ان جي ڪنڌ ۾ ويهي پاڻ پاڪ ۽ صاف ڪندو رهان ٿو تہ جيئن سندس منهن مبارڪ ڏسڻ لائق بڻجي پوان.

## هد هد جو جواب

هد هد جواب ۾ چيس: اي دوست! هن رستي جو ثمر ئي پاڪبازي آهي. تو وٽ جو ڪجهه آهي، تنهن کي پنهنجي اندر جي آگ سان جلائي ڇڏ ۽ پوءِ جڏهن سڀ شيءِ سڙي رک ٿي وڃي، تڏهن ان رک کي ميڙي منجهس ويهي رهه. مصيبتن کان ڇٽڻ جو بس اهو ئي طريقو آهي. جيستائين تون هر هڪ شيءِ کان هٿ نہ کڻندين، تيستائين تون هن آستاني تي قدم رکي نہ سگهندين.

موت جي وقت هر شيءِ تنهنجي خون وهائڻ جي ڪوشش

ڪندي. تنهن ڪري تون سيني شين کان پلوَ ڇنڊي پوءِ هن رستي جو قصد ڪر. ڇالاءِ جو جيڪڏهن شروع ۾ پاڪبازي نہ آهي تہ. پوءِ تو لاءِ هي سفر ڪرڻ مبارڪ نہ آهي.

## ترڪستاني پير جي حڪايت

ترڪستاني پير پنهنجي متعلق خبر ٿو ڪري تہ. مان ٻن شين کي ڏاڍو پيارو رکان ٿو. انهن مان هڪڙي آهي، منهنجو تيز رفتار ابلق گهوڙو ۽ ٻي آهي منهنجو پٽ. پر جيڪڏهن پٽ جي مرڻ جي خبر پويم تہ شڪريہ طور، گهوڙو خيرات ڪري ڇڏيندس، ڇالاءِ جو مان ڏسان ٿو تہ هي ٻہ شيون، ٻن بتن جي طرح منهنجي اکين جو نار بڻيون بيٺيون آهن.

اي انسان! جيستائين تون شمع وانگر نہ جلين، تيستائين پاڪبازيءَ جو دم ٻہ نہ هڻ. اهو پاڪبازيءَ جو دم هڻي ٿو سو پنهنجي ساري ڪاروبار کي برباد ڪري ڇڏي ٿو. پاڪباز جي حالت تہ. اي منهنجا پيارا، هيءَ آهي جو هو جيڪڏهن ڪنهن وقت ڪا ماني چاهہ ۽ شوق سان کائي ٿو تہ. ڪيس فورن ڪياڙيءَ وارو ٿڦڙ لڳايو وڃي ٿو.

## شيخ خرقانيءَ جو واڱڻ کائڻ ۽ سندس پٽ جو سر ڪنجڻ

شيخ خرقاني، جنهن جو فرش عرش هو (وڏي مرتبي وارو هو). تنهن کي گهڻي وقت کان واڱڻ کائڻ جو شوق هو. سندس والده اڌ واڱڻ ڪٽي ڪيس زوريءَ ڏنو ۽ هن جڏهن اهو کاڌو، تڏهن دشمنن سندس پٽ جو سِرُ ڪاٽي ڇڏيو. هيءَ حالت ڏسي شيخ چوڻ لڳو: مون بدبخت ڪئين دفعا چيو آهي تہ. جيڪڏهن هي فقير واڱڻ کائيندو تہ يقينن ڪيس ڪو نہ ڪو ڪاري ڏڪ لڳندو. منهنجي جان هر وقت جلي رهي آهي، ڇاڪاڻ تہ ان (الله تعاليٰ) سان منهنجو معاملو نهايت ئي نازڪ آهي. هو جڏهن بہ ڪنهن شخص کي پنهنجي ڪم ۾ لڳائي ٿو تڏهن هو غريب هڪڙو دم بہ پنهنجي مرضيءَ سان نٿو ڪٽي.

اي انسان! هتي ڪنهن عاقل جي عقلمندي ڪم نٿي ڏئي ۽ نہ وري علم جي زيادتي ئي ڪارآمد ٿئي ٿي. ان جا هزارين سروبچ عاشق،

سندس هڪ ئي نگاهه سان پنهنجيون جانيون جانيون گهورين ٿا ۽ هي سڀئي جانيون تڏهن ئي ڪارآمد ٿين ٿيون، جڏهن بيدرديءَ سان سندن خون وهايو وڃي ٿو.

## ذوالنون مصري ۽ چاليهه گودڙيا

ذوالنون مصري ڳالهه ٿو ڪري، ته هڪ ڏينهن جيئن مان ڪنهن بيابان مان وڃي رهيو هوس، تيئن مون رستي تي چاليهه گودڙين، خدا رسيده بندن کي، هڪڙي ئي هنڌ مئل پيل ڏسي، حواس باخته ٿي ويس. آخر پاڻ سنڀالي پڇڻ لڳس: اي خدا تعاليٰ هيءُ تنهنجو ڪهڙو ڪم آهي، جو سردارن کي ائين اونڌو ڪيرايو ٿو ڇڏين؟ هاتف جواب ڏنم ته، هن ڪم کان اسين پوريءَ طرح واقف آهيون. اسان ئي انهن کي ماريون ٿا ۽ اسان ئي انهن جو خون بها ادا ڪريون ٿا ۽ جيستائين اسان وٽ معاوضي جي رقم موجود آهي، تيستائين اسان جي اها ئي ڪار رهندي ته جيئن انهن لاءِ ماتم باقي رهي. جڏهن مرڻ بعد منهنجي ٻانهي جا اجزا محو ٿي ويندا ۽ سندس وجود جو ڪو نشان ئي نه رهندو، تڏهن مان سندس اڳيان نکري (نروار ٿي) ظاهر ٿيندس ۽ کيس پنهنجي جمال جو چوغو پهرائيندس ۽ پوءِ فقط مان ئي وڃي رهندس، ۽ بس.

اي انسان، جو شخص پنهنجي موليٰ ۾ محو ٿيو، سو سڀ آزار کان ڇٽي پيو. تون به ان ۾ محو ٿيڻ جي ڪوشش ۾ رهه ۽ وڌيڪ نه ڪڇ نه پڇ.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو همت جي بلنديءَ بابت سوال

اڙي يار هد هد! تون ته وڏي نظر، فڪر وارو آهين. تون خوب ڄاڻين ٿو ته هن معاملي (معنيٰ) ۾ همت کي وڏو دخل آهي. مان جيتوڻيڪ جسم ۾ ڪمزور ۽ هيڻو آهيان، مگر حقيقت ۾ وڏيءَ همت جو مالڪ آهيان. مون وٽ جيڪڏهن گهڻي عبادت گهڻي نه آهي (مان جيڪڏهن ڪثي گهڻي عبادت ڪري نٿو سگهان) ته ڪهڙي وڏي ڳالهه. مان عاليٰ همت سان ته مالا مال آهيان. تنهن ڪري هاڻي تون ان باري ۾ ڪجهه ٻڌائينم ته، آيا مان هن ڪمزور جسم، مگر عاليٰ همت سان پنهنجي بادشاهه سيمرغ کي پهچي سگهندس يا نه.

## هد هد جو جواب

اڙي منهنجا پيارا دوست! تون هيءَ حقيقت چڱيءَ طرح سان سمجهي ڇڏ تہ ازلي (الستي) عاشقن جو مقناطيس هيءَ عاليٰ همت ئي هئي ۽ عاليٰ همت ئي هر لڪل چيز کي کولي پڌرو ڪري ٿي. جنهن بہ پکيءَ ۾ عاليٰ همت ظاهر ٿي، تنهن جنهن بہ شيءِ کي ڳوليو تنهن کي فورن وجي لڌائين. همت هڪ اهڙي شيءِ آهي، جو جيڪڏهن ان مان ڪو ذرو ڪنهن کي ملي ويو تہ هن ان جي معرفت سج کي بہ جهڪائي ڇڏيو. سارو جهان همت جو محتاج آهي ۽ عاشقن جا پر هيءَ همت ئي آهي، جنهن جي زور تي هو اُڏامندا ۽ پرواز ڪندا رهن ٿا. هاڻي وقت اچي ويو آهي جو مان تو کي بہ چار ڪهاڻيون ٻڌايان.

## هڪڙي پوڙهيءَ عورت جو حضرت يوسف کي خريد ڪرڻ

جڏهن حضرت يوسف عليه السلام کي مصر ۾ وڪيو ٿي ويو تڏهن بين خريدارن سان گڏ هڪ پوڙهي عورت بہ هئي. هوءَ پاڻ سان ڪجهہ نوڙين جا ڍيرا ڪٽي آئي ۽ اچي دلال کي چوڻ لڳي: هن غلام کي ڏهن ڍيرن جي بدلي ۾ وڪڻي ڏينم، جو مان مٿس چري ٿي پيئي آهيان. دلال کلي چيس: اڙي بيوقوف، هيءُ هڪ لاثاني موتي آهي ۽ توکي سونهين ئي نٿو. هن جي قيمت گهڻو وڏي آهي ۽ تنهنجي پهچ کان گهڻو پري آهي، تنهنجي ڍيرن جي تہ ڪا قيمت ئي ڪانهي! هي ٻڌي، پوڙهيءَ وراڻي ڏنيس تہ مون کي تہ پوريءَ طرح خاطري هئي تہ هن قيمت تي ڪو بہ هن غلام کي فروخت نہ ڪندو ليڪن مون لاءِ هيءُ شرف ئي ڪافي آهي، جو هاڻي دوست خواهہ دشمن ائين چوندا تہ هيءَ ٻڍي بہ يوسف جي خريدار هئي.

جنهن شخص کي عالي همت نصيب ٿي، تنهن گويا بي انتها بادشاهي ماڻي. اها ئي عالي همت هئي، جنهن سبب، انهيءَ عاليءَ همت بادشاهہ پنهنجي ملڪيت کي باهہ لڳائي هئي. (حضرت ابراهيم ادهم ڏانهن اشارو آهي، جنهن سلطنت کي ترڪ ڪري درويشي اختيار ڪئي هئي).

## هڪ درويش جي درويشيءَ بابت شڪايت ڪرڻ ۽ ابراهيم ادهم جو ڪيس جواب ڏيڻ

هڪڙو درويش، هميشه پنهنجي درويشيءَ کان ناخوش هو ۽ پيو دانهون ڪندو هو. هڪڙي ڏينهن، ابراهيم ادهم ڪيس چيو: مون کي ائين معلوم ٿئي ٿو تہ شايد تو کي درويشي ڏاڍي سستي پئي آهي! ان شخص جواب ڏنس تہ اي ابراهيم! تنهنجي ڳالهہ بالڪل بيجا آهي، ڀلا ڪو درويشيءَ کي بہ خريد ڪندو؟ ان تي ابراهيم ڪيس ٻڌايو: مون ان کي دل ۽ جان سان پسند ڪري، سلطنت جي بدلي ۾ خريد ڪيو آهي. مان هاڻي بہ سَوَن جهانن جي مقابلي ۾ درويشيءَ جي هڪڙي گهڙي خريد ڪريان ٿو ڇاڪاڻ تہ ڏسان ٿو تہ اها واقعي وڏيءَ قيمت واري شيءِ آهي. مان ان جي قدر ۽ قيمت کي خوب ڄاڻان ٿو ليڪن افسوس تون ان کان بيخبر آهين! همت وارن پنهنجي جسم ۽ جان گنوائي (سان ڪيڏيو) آهي ۽ ڪئين سال پاڻ کي درست ڪرڻ خاطر جلندا رهيا آهن، تڏهن مس وڃي سندن همت جو پکي الاهي دربار جي قريب پهتو آهي.

## شيخ احمد غوريءَ جي سلطان سنجر سان گفتگو

شيخ غوري هڪ ڏينهن، ديوانن سان گڏجي هڪ پل هيٺ اچي ترسيو. اتفاق سان سلطان سنجر بہ اچي اتان لانگهائو ٿيو ۽ ماڻهو ڏسي، پڇيائين تہ هو ڪير آهن. شيخ جواب ڏنس: هي سڀ ديوانا آهن ۽ اسان سيني جي ڪيفيت ٻن حالتن کان خالي نہ آهي.

(1) تون جيڪڏهن اسان کي هميشہ لاءِ پنهنجو دوست ڪري وٺين تہ اسين تنهنجي دنياوي مراد جلدي پوري ڪنداسين.

(2) جيڪڏهن تون اسان جو دشمن آهين تہ اسين تو کي جلدي ئي دين کان خارج ڪري ڇڏينداسين، پر جيڪڏهن تون گهڙي کن لاءِ پل اندر ايندين تہ يقينن هن شان ۽ شوڪت، حرص ۽ هوس کان هميشه لاءِ ڇٽي پوندين! سنجر جواب ۾ چيو: مان اوهان جي مذاق جو نہ آهيان ۽ مون کي اوهان جي نيڪيءَ ۽ بديءَ سان ڪو سروڪار ڪونهي.

همت، هڪ تيز اُڏامندڙ پکيءَ جي طرح آهي، جنهن جي رفتار ۾ هر گهڙيءَ اضافو ٿيندو رهي ٿو. هي تنگ دنيا ان کي سمائي نٿي سگهي. ان جي بلند پروازي هن دنيا کان گهٽو مٿي آهي.

## هڪڙي ديواني جو روئڻ ۽ ٻولڻ

هڪڙو ديوانو آڌيءَ رات جو خواب ۾ روئي ۽ چئي رهيو هو: هيءُ جهان هڪ منهن ڍڪيل صندوقڙي (دٻو) آهي ۽ اسين ان اندر وڃنا سوداءَ پچايون. جڏهن موت ان جو ڍڪ کوليندو، تڏهن جنهن کي پَرَ هوندا، سو تہ آسمانن تائين اُڏامي ويندو ۽ جنهن کي پَرَ نہ هوندا،سو ڪيترين ئي مصيبتن ۾ ان اندر قاٿل رهندو.

اي انسان! تون مرڻ کان اڳ ، همت جي پکيءَ ۾ معنوي پَرَ پيدا ڪر، عقل کي دل ڏي ۽ جان ۾ جذبو آڻ.

## هڪڙي سائل جي چمڙي سان گفتگو

هڪڙي سائل، چمڙي کي چيو تہ تون روشن سج کان بيخبر ٿيو پيو آهين، تنهنجو سارو ڏينهن بہ هڪ انڌيري رات آهي. جيڪڏهن تون ان سان مليل هجين ها تہ ان کان ايترو نہ پڄين ها. آخر ڪيستائين سوراخن ۾ گهر ناهيندو رهندين؟ تون هن سج کي ذرا ڏس ۽ ان سان ملي هڪ ٿي وڃ. هي ٻڌي، چمڙي جواب ڏنس: منهنجو ان سج سان ڪهڙو غرض، جو ڪارو ۽ غائب ٿي وڃي ٿو. اهڙي سج کان ائين ئي ڀلو. مون لاءِ هر رات ڏينهن آهي، ڇاڪاڻ تہ حقيقي سج جو ظهور ٿيندو ئي رات جو آهي ۽ ان اڳيان هي سج شرم کان منهن ڍڪي ڇڏيندو آهي. هاڻي جڏهن اهڙو سج رات جو ميسر ٿئي ٿو ۽ ان جي هوندي هن ظاهري سج کي ڏسڻ قطعن مناسب نہ آهي. اهو ئي تہ سبب آهي جو مان ساري رات ننڊ نٿو ڪريان، شوق ۽ سوز سان ان جي چوڌاري پيو ٿو چڪر هڻان.

جيڪڏهن توکي اها همت حاصل ٿي وڃي تہ پوءِ تنهنجي ويهڻ جي جاءِ بہ شاهي مسند ٿيندي. جنهن کي همت آهي، سوئي مانجهي مڙس آهي ۽ جو بہ هن راهہ ۾ همت سان آيو، پوءِ ڪٽي فقير ئي چو نہ هو(هجي) وڃي بادشاهہ ٿيو.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو انصاف ۽ وفا متعلق سوال

هڪڙي ٻئي پکيءَ سوال ڪيو: انهيءَ بادشاهه جي دربار ۾ انصاف ۽ وفا جو ڇا قدر ۽ قُل آهي؟ خدا تعاليٰ مونکي گهڻو انصاف وارو بڻايو آهي. تنهن ڪري مان ڪنهن سان به ڪڏهن ڪا بيوفائي نه ڪئي آهي. ڀلا جنهن مخلوق ۾ هي صفتون موجود هجن، تنهن جو معرفت جي عالم ۾ ڪهڙو درجو هوندو؟ ذرا کولي ٻڌائينم.

## هد هد جو جواب

اڙي منهنجا محبوب، انصاف ته ڇوٽڪاري جو بادشاهه آهي، جنهن انصاف ڪيو سو واهيات کان آزاد ٿيو ۽ اهو سڄي ڄمار جي رڪوع ۽ سجود کان افضل آهي. پوشيده طور انصاف ڪرڻ جهڙي جوانمردي ته ٻنهي جهانن ۾ ٿي ڪانهي، ڇالاءِ جو ظاهر واري انصاف ۾ رياڪاري جي ڪجهه نه ڪجهه آميزش رهي ٿي.

## امام احمد بن حنبل جو بشر حافيءَ جي خدمت ۾ وڃڻ

امام احمد بن حنبل، پنهنجي زماني جو يڪتا عالم ۽ امام هو. جڏهن به پنهنجي علم ۽ فڪر کان فارغ ٿيندو هو تڏهن سڌو بشر حافيءَ وٽ ويندو هو ۽ جيڪڏهن ڪو شخص ڪيس اتي ڏسندو هو ته بنا دير ملامت ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو هوس ۽ چوندو هوس ته تون ساري عالم جو مقتدا آهين ۽ تو کان زياده عالم ته ڪو ٿي ئي نٿو سگهي. ٻئي ڪنهن جي ڳالهه ته تون ٻڌين ئي نٿو. باقي بشر ڏانهن ته مٿي ۽ پيرين اگهاڙو هليو وڃين ٿو. امام احمد بن حنبل، ان جيءَ جواب ۾ کيس چوندا هئا ته، برابر مان ظاهري علوم ۾ ان کان اڳيرو آهيان، ليڪن خدا تعاليٰ جي ڄاڻ سڃاڻ ۾ هو مون کان اڳيرو آهي.

اڙي، پنهنجي بي انصافيءَ کان بيخبر انسان، ڪا گهڙي عارفن جي انصاف ڪي به ڏس ۽ پنهنجي منصف مزاجيءَ کي اجايو نه پڏاءِ.

## سلطان محمود جي لشڪر ۾ هندو راجا جو گرفتار ٿيڻ

اتفاق سان هڪ ڏينهن، هندن جو هڪڙو ٻڍو بادشاهه، سلطان

محمود جي لشڪر ۾ گرفتار ٿي پيو. جڏهن سلطان جي اڳيان پيش ٿيو. تڏهن مسلمان بڻجي وڃي ولايت کي رسيو. ان بعد هڪ تنبوءَ اندر اڪيلو ويهي رات ۽ ڏينهن گريہ زاري ڪندو ۽ ويچاريندو رهيو. جڏهن سلطان کي هيءَ خبر پئي، تڏهن پاڻ وٽ گهرائي چيائينس: مان ڄاڻان ٿو تہ تون بادشاهہ هئين. هاڻي جيڪڏهن هڪڙي بادشاهي ويئي تہ ڪهڙي ڳالهہ، مان تو کي ان جهڙيون سوَ بادشاهيون ڏيان ٿو. تون هن روج ۽ راڙي کي ڇڏي ڏي. راجا جواب ۾ چيس تہ مان محض هن خيال کان روئان ٿو تہ مبادا سڀاڻ قيامت جي ڏينهن، جيڪڏهن ڪٿي خدا تعاليٰ مون کي خطاب ڪري تہ تون هڪ بيوفا ۽ جفاڪار بندو هئين ۽ جيستائين محمود وڏي لشڪر سان تو وٽ نہ آيو. تيستائين تو مون کي ياد ئي نہ ڪيو تہ مان بيوفا. ان وقت ان خطاب جو ڪهڙو جواب ڏيئي سگهندس! مان تہ ان وقت جا شرمساري ٿيندي، تنهن کي ياد ڪري روئي رهيو آهيان.

اي بندا! تون نيڪ ماڻهن جي وفاداريءَ ۽ انصاف جي ڳالهين کي ڪن ڏيئي ٻڌ، پوءِ جيڪڏهن ست ساري سگهين تہ هن راهہ ۾ پير پاءِ ورنہ پجي پاسو ڪر.

## هڪ وفادار ڪافر سبب هڪ بيوفا غازيءَ کي خدا تعاليٰ جو مهڻو

هڪ دفعي جنگ هلندي، هڪڙي (مسلمان) غازيءَ، هڪڙي ڪافر کان نماز پڙهڻ لاءِ مهلت گهري، جا هن کيس ڏني. جڏهن نماز پڙهي آيو تڏهن وري ڪافر کانئس پنهنجي پوڄا پاٺ خاطر مهلت طلب ڪئي، ان بعد جنهن وقت هن هڪ بت اڳيان پنهنجو سر زمين تي رکيو تنهن وقت ان غازيءَ ان کي اتي ئي ختم ڪرڻ جو ارادو ڪيو. ليڪن غيب کان آواز آيس: تون سراپا بدعهد ۽ بيوفا آهين. هن توکي اول مهلت ڏني ۽ تلوار کان ڪم نہ ورتو ۽ هاڻي جيڪڏهن تون تلوار کان ڪم وٺندين تہ هيءَ عين جهالت چئبي. تون انجام کي پاڙڻ واري آيت ئي نہ پڙهي آهي ("اوفوا بالعقود" ڏانهن اشارو). هن تو سان چڱائي ڪئي ۽ تون موٽ ۾ ان سان برائي ڪري رهيو آهين، تون ٻئي

سان اهو ڪجهه ڪر، جو تون پاڻ سان ڪرڻ چاهين. هيءُ ٻڌنديئي هو بيهوش ٿي پڳهر ۾ غرق ٿي ويو. ڪافر هيءَ حالت ڏسي اچي ان بابت ڪانئس پڇيو. جنهن تي هن ڪيس ساري حقيقت ڪري ٻڌائي. جڏهن ڪافر هيءُ قصو ٻڌو، تڏهن زور سان نعرو هڻي ٻنا دير مسلمان ٿي پيو ۽ چوڻ لڳو ته، جڏهن اهو جبار (الله تعاليٰ) پنهنجي محبوب غازيءَ کي پنهنجي معتوب دشمن خاطر وفاداريءَ جو مهڻو ڏيئي ٿو ته پوءِ مان ڇو اهڙي بيوفائي ڪريان.

## حضرت يوسف عليه السلام جي ڀائرن جو قحط ساليءَ ۾ مصر اچڻ

حضرت يوسف عليه السلام جا ڏهه ڀائر، ڏڪار سبب پري کان ڪهي مصر آيا ۽ اچي پنهنجي عاجزيءَ جو احوال بيان ڪيائون. ان وقت حضرت يوسف عليه السلام جو منهن ڍڪيل هو ۽ سندس اڳيان هڪ ٿالهه پيل هو جنهن تي جڏهن هن هٿ هنيو، تڏهن هو زارو زار روئڻ لڳو. حضرت يوسف عليه السلام پنهنجي ڀائرن کي چيو: مان ان جو آواز سمجهان ٿو ۽ اهو چئي رهيو آهي ته، هن کان اڳ تو‎هان کي يوسف عليه السلام نالي هڪڙو حسين ڀاءُ هو جو توهان سيني کان سونهن ۾ سرس هو. وري ٻيو دفعو ان تي هٿ هڻي چوڻ لڳو: اهو پنهنجي آواز ۾ چئي رهيو آهي ته توهان سيني ملي يوسف کي کوهه ۾ وڌو ۽ هڪ بي گناهه ٻگهڙ تي تهمت لڳائي. ان کان پوءِ جڏهن ٽيون دفعو ان تي هٿ هنيائين، تڏهن ٻڌايائين: اهو پنهنجي آواز ۾ چئي رهيو آهي ته توهان پنهنجي پيءُ کي برغلائي (غم ۾) جلائي ڇڏيو ۽ چنڊ جهڙي يوسف کي وڪڻي ڇڏيو. انهيءَ نموني ته ڪافر به پنهنجي ڀاءُ سان بدسلوڪي نٿا ڪن. توهان کي ته خدا تعاليٰ کان، جو حاضر ۽ ناظر آهي، شرم اچڻ گهرجي.

انڌو اهو آهي جو هن قصي کي ٻڌي، ان مان نصيحت نه وٺي. اي انسان! تون هن قصي کي پنهنجو ئي سمجهه. تون خود ڄاڻين واڻي بيوفائي ڪري رهيو آهين. ذرا سوچ ۽ پنهنجي عملن جي ڇڪاس وٺ.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو حضرت حق (تعاليٰ) ۾ گستاخي ڪرڻ بابت سوال

اڙي دوست هد هد ، تون واقعي اسان جو رهنما ۽ پيشوا آهين. ڀلا هيءَ ته ٻڌاءِ، ته جيڪڏهن ڪو شخص، ان عاليٰ دربار ۾ ڪا وڏي گستاخي ڪري وجهي ته ان جو ڪهڙو نتيجو نڪرندو؟

## هد هد جو جواب

هو جيڪڏهن خدا تعاليٰ جي راز جو ڄاڻو ۽ لائق آهي ته پوءِ ان جي گستاخي جائز آهي، ليڪن راز ڄاڻندڙ گستاخي ڪٿي ٿو ڪري سگهي! هڪڙو اوني جو درياءَ جي ڪناري تي هجي، سو بادشاهه جو رازدان ڪيئن ٿو بڻجي سگهي! هو جيڪڏهن اهل راز وانگر گستاخي ڪندو ته ايمان ۽ جان ٻنهي تان هٿ ڪڻڻو پوندس. ها، جيڪڏهن ڪو محبت جي زيادتيءَ ۽ زور سبب گستاخي ڪري وجهي ته هن کي روا آهي، ڇالاءِ جو محبت سان سرشار هڪ ديواني عاشق وانگر آهي، جو باهه جيان جلي رهيو آهي. اهو ئي ته سبب آهي جو مجنونءَ کي ڪو به ملامت نٿو ڪري. تون به جڏهن عشق ۾ ديوانو ٿي ويندين، تڏهن تنهنجي هر ڳالهه ٻڌي ۽ گوارا ڪئي ويندي. ڇڱو مان هاڻي توکي به چار ڪهاڻيون ٻڌايان ٿو.

## هڪڙي ديواني جو خراسان ۾ عميد جي غلامن کي ڏسڻ

ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن کان عميد خراسان جو حاڪم ٿيو تڏهن کان هيءَ شهر دولت سان مالا مال ٿي ويو. وٽس هڪ سؤ سهڻا ترڪ (سندن ٻانهون چانديءَ جهڙيون سفيد) غلام هئا. جن مان هر هڪ جو منهن چنڊ وانگر پئي چمڪيو. سندن قد سنوان ڪاراين ۾ چانديءَ جا ڪنگڻ پيل ۽ وار مشڪ سان پريل پئي ٻهڪيا. انهن جي ڪنن ۾ چمڪيدار موتي پيل هئا. جن رات جي اونداهيءَ کي ڏينهن جي روشنيءَ ۾ پئي بدلايو. سندن مٿي تي سون جي منديل سان جڙيل تاج ۽ ڳچيءَ ۾ سونا هار (طوق) پيل هئا. انهن مان هر هڪ وٽ هڪ سفيد ۽ خوش رفتار گهوڙو هوندو هو. مطلب ته هو اهڙا حسين ۽ سينگاريل هئا.

جو ڏسندڙ بي اختيار موهجي ۽ دل کسائي پئي ويو. اتفاق سان هڪڙي پيرين اگهاڙي ۽ ڪمبل پوش ديواني جي پري کان مٿن نظر پئجي ويئي ۽ پڇڻ تي ان شهر جي رئيس کان معلوم ٿيس تہ اهي سيئي عميد جا غلام آهن. هيءُ ٻڌنديئي سندس دماغ چڪر ۾ اچي ويو ۽ چوڻ لڳو: اي عرش جا مالڪ. تون بنده پروري وچي عميد کان سک.

اڙي انسان! جيڪڏهن تون هھڙي قسم جو ديوانو آهين تہ پوءِ ڀلي گستاخ رهہ. ديوانن جي گستاخي واقعي دلپسند ٿئي ٿي، ڇالاءِ جو اهي پتنگن جيان سڙن ۽ جلن ٿا.

## هڪڙي ننگي ديواني جي گستاخيءَ جي ڪهاڻي

هڪڙي پيري هڪڙو ديوانو ننگو ۽ بکيو سياري جي موسم ۾ رستي تي وڃي رهيو هو تہ اوچتو سخت بارش اچي پيئي، جنهن ۾ هيءُ ويچارو سارو ئي پسي ويو. نہ وٽس ڪو ڪپڙو هو ۽ نہ ڪا رهڻ لاءِ جاءِ. آخر اچي هڪ ڦٽل هنڌ پهتو ليڪن اجا ان اندر گهڙيو ئي مس تہ ڇت کان هڪ سر ڪِري، جنهن سندس مٿي کي ڦاڙي وڌو. ان وقت آسمان طرف منهن ڪري چوڻ لڳو: تون آخر ڪيستائين پنهنجي سلطانيءَ جو ڏونڪو وڄائيندو رهندين، جڏهن توکي هڪ سر بہ نيڪ لڳائڻ ڏانءُ نٿي اچي!

## مصر ۾ ڏڪار متعلق هڪڙي ديواني جو مقولو

ڪنهن سمي اوچتو اچي مصر ۾ ڏڪار پيو. ماڻهو رستن تي پئي مُئا ۽ مانيءَ لاءِ پڪاري رهيا هئا ۽ بکيا اڌ مُئلن کي کائي رهيا هئا. اتفاق سان جڏهن هڪڙي ديواني هيءَ حالت ڏٺي، تڏهن اتي چوڻ لڳو: ”اي دين ۽ دنيا جا مالڪ! جيڪڏهن تو وٽ رزق نہ آهي تہ پيدا بہ گهٽ ڪر (هرويرو گهڻي مخلوق پيدا ڪري ان کي بک ٿو مارين). “

هن درگاهہ ۾ جو بہ گستاخي ڪندو آهي، سو جيئن ئي هوش سنڀاليندو آهي، تيئن ئي معافي گهرندو آهي.

## هڪڙي ديواني جي ڪهاڻي، جنهن کي ٻار پٿر هڻندا هئا

ٻالهہ ڪندا آهن، تہ هڪڙي ديواني کي ٻار پٿر هڻندا هئا، جنهن

کان تنگ ٿي وڃي هڪ بخاري (چلهي) جي ڪنڊ ۾ وينو جنهن ۾ هڪ دري پئي هئي. انهيءَ دريءَ مان هڪڙو ڪڙو اچي، ان جي سر تي لڳو پر جڏهن تہ هو ڪَڙي ۽ پٿر ۾ شناخت ڪري نہ سگهيو تنهن ڪري وَٺي گاريون ڏيڻ شروع ڪيائين: ۽ چاڪاڻ تہ ان گهر ۾ انڌيرو بہ هو تنهنڪري گمان ٿيس تہ شايد اجا ڇوڪرا هيءَ حرڪت ڪري رهيا آهن. آخر جڏهن هوا جي زور تي هڪ پاسي کان دروازو کلي پيو ۽ انهيءَ بخاري جي ڪوٺڙيءَ ۾ روشني آئي، تڏهن هن ڪَڙي ۽ پٿر ۾ وچي فرق لڌو ۽ گارين ڏيڻ سبب پنهنجي دل ۾ ڏاڍو رنج محسوس ڪري چوڻ لڳو: "اي منهنجا پروردگار هن بخاري ۾ انڌيرو هو تنهن ڪري مون کان ڀل ٿي ويئي. هي سڀ گاريون گند واقعي مون ڏنيون آهن. هاڻي معاف فرمائينم."

اي دوست! تون عاشق ۽ ديواني کي سدائين معذور سمجهہ ۽ انهن خلاف ڪڏهن بہ زبان ڪشائي نہ ڪر.

## واسطيءَ جو يهودين جي قبرن کي ڏسڻ

هڪڙي دفعي، واسطي جيئن سرگردان وچي رهيو هو تيئن سندس نظر وچي يهودين جي قبرن تي ۽ بعد ۾ خود يهودي تي پيئي. ڏسي چوڻ لڳو: هي سڀيئي معذور آهن. ليڪن هي راز ڪنهن جي اڳيان سلي نٿو سگهجي. قاضيءَ جو ملازم جو اتي بيٺو هو سو هيءَ ڳالهہ ٻڌندي ئي غصي ۾ اچي ويو ۽ ڪيس وٺي آڻي قاضيءَ اڳيان حاضر ڪيائين: پر جڏهن تہ ان جي ڳالهہ قاضيءَ جي لائق نہ هئي. تڏهن هن صاف انڪار ڪيو (تہ ڪو هي يهودي معذور آهن). واسطيءَ ڪيس چيو: هيءَ تباهہ قوم (جا قبرن اندر آهي)، جڏهن تنهنجي حڪم هيٺ ئي نہ آهي تہ تون ان کي معذور رک. مان تو کي ٻڌايان ٿو تہ آسمان جي خدا جي حڪم سان هن وقت هي سڀيئي معذور آهن، پوءِ تون مڃين، خواهہ نہ مڃين!

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو عشق بازيءَ ۾ ڏاڙ هڻڻ متعلق سوال

هڪڙي ٻئي پکيءَ، هد هد کي چيو: "جيستائين مان جيئرو آهيان، تيستائين ان جي عشق لاءِ لائق ۽ مناسب آهيان. مان تہ ساريءَ

مخلوق سان قطع تعلق ڪري، هميشه هن جي عشق جون ئي ڊاڙون هڻان ٿو. ان جي عشق ۾ مون پنهنجي جان ئي قربان ڪري ڇڏي آهي ۽ سمجهان ٿو تہ ان جي وصال ماڻڻ جو وقت اچي ويو آهي؟“

## هد هد جو جواب

اڙي اياڻا! محض دعويٰ ۽ ڊاڙ جي زور تي ڪوبہ سيمرغ جو همنشين بڻجي نٿو سگهي. تون هر وقت ان جي عشق جي ڊاڙ نہ هڻ، ڇالاءِ جو هو هر زيد ۽ بڪر جي پهچ کان ٻاهر آهي. ها،جيڪڏهن ڪا تنهنجي قسمت موچاري آهي تہ پوءِ تہ هو توکي خود ئي پنهنجي راهہ تي وٺي اَٽي، پاڻ سان اڪيلو ويهاريندو. ان درجي تي پهچڻ بعد جيڪڏهن تون عشق جي دعويٰ ڪرين تہ ان ۾ تون سچو آهين. هاڻي هي بہ چار ڳالهيون ڏيان ڏيئي ٻڌ.

## هڪڙي مريد جو بايزيد کي خواب ۾ ڏسڻ

جڏهن حضرت بايزيد هن دنيا مان رحلت ڪري ويو، تڏهن هڪ مريد، ان رات کيس خواب ۾ ڏسي، کانئس پڇيو: منڪر ۽ نڪير کان توکي ڪيئن ڇوٽڪارو مليو. چيائين: جڏهن انهن ٻنهي مون کان خدا تعاليٰ متعلق سوال ڪيو تڏهن مون کين ٻڌايو تہ هھڙو سوال نہ مون لاءِ ۽ نہ توهان لاءِ ڪو ڪمال جي نشاني آهي، ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن مان ڪٽي ڇوان تہ خدا اهو آهي ۽ بس تہ منهنجو هيءُ چوڻ بہ منهنجي حوس جو دليل آهي. بهتر آهي تہ توهان واپس خدا تعاليٰ وٽ وڃو ۽ پوءِ جيڪڏهن هو مون کي پنهنجو ٻانهو سڏي تہ پوءِ اهڙي ڪا ٻي ڳالهہ!

اي بندا! عاشقيءَ جو اظهار بہ ان جي طرف کان ٿئي تہ اهو سڀ کان سنو باقي تنهنجي طرف کان عشق جي دعويٰ خير ڪا وزن رکي ٿي!

## دانهون ڪندڙ درويش جي ڳالهہ

هڪڙو درويش، عشق ۽ محبت جي فراوانيءَ کان دانهون ۽ واڪا ڪري رهيو هو تہ رشڪ منهنجي جان ۽ دل ٻنهي کي جلائي ڇڏيو آهي. مون ۾ وڌيڪ روئڻ جي طاقت ئي نہ رهي آهي. هاتف چيس، تون

وڏيڪ لاف نہ هڻ ۽ بڌاءِ تہ ڪهڙيءَ شيءِ ڪان تو ان سان بيهوده محبت لڳائي آهي؟ جواب ڏنائين: مون تہ ڪڏهن بہ ڪنهن سان محبت ڪا نہ رکي آهي. هن ئي مون سان پيار رکيو ۽ مون تي عاشق ٿي پيو. مون ۾ تہ ايتري طاقت بہ ڪانهي، جو ڪٽي ان جهڙي سان ياري ڳنڍيان، اهو سڀ ڪجهہ هن پاڻ ئي ڪيو آهي ۽ جڏهن منهنجي دل رتو رت ٿي ويئي، تڏهن هو ئي هو، جنهن اهو سارو رت پي ڇڏيو.

اڙي چوڪرا! جيڪڏهن ڪٿي هو عشق ڪري بہ، تہ بہ هو هميشه پنهنجي صفت (صنعت) سان ئي عشق ڪري ٿو. توکي جڳائي تہ منجهس محو ٿي وڃ ۽ باقي ڪي ڇڏي ڏي.

## سلطان محمود جو هڪ بخاري دڪائيندڙ رند وٽ مهمان ٿيڻ

هڪڙي رات، سلطان محمود جي دل ڏاڍو پريشان ٿي پيئي ۽ نيٺ اچي هڪ بخاري دڪائيندڙ رند جو مهمان ٿيو. هن غريب پنهنجي حال سارو سندس عزت ڪئي ۽ خشڪ ماني آٽي سندس آڏو رکي، جا بادشاهہ ڪٽي فورن کاڌي. آخر جڏهن هن اتان وڃڻ جو ارادو ڪيو، تڏهن بخاري دڪائيندڙ کيس چيو: تو منهنجي جاءِ، کائڻ ۽ پيئڻ سڀ ڏسي ورتو. هاڻي جيڪڏهن ٻئي دفعي توکي ڪا ضرورت پوي تہ پوءِ جلدي هليو اچج، ورنہ توتي ڪا ميار ڪانهي. مان مسڪين تنهنجي مقابلي ۾ تہ نٿو اچي سگهان (تون شاهہ مان گدا) . بادشاهہ سندس گفتگو کان اهڙو تہ خوش ٿيو جو ست دفعا سندس مهمان وڃي ٿيو. آخري ڏينهن تي بادشاهہ کيس چيو تہ مون (بادشاهہ) کان جو گهرڻو هجيئي سو گهُر، هيءُ موقعو اٿئي، بخاري دڪائيندڙ عرض ڪيو: گهر هيءَ آهي، تہ بادشاهہ سلامت ڪڏهن ڪڏهن منهنجو مهمان ٿيندو رهي، ڇالاءِ جو مون لاءِ تنهنجو ديدار ئي بس آهي. مون غريب لاءِ تو جهڙي بادشاهن سان متيءَ تي گڏجي ويهڻ، تو بغير باغن ۾ بادشاهي ڪرڻ کان صدبار بهتر آهي، تنهنجي ملاقات مون لاءِ ٻنهي جهانن جي بادشاهيءَ کان گهڻو بهتر آهي.

اي عزيز، جيڪڏهن توکي واقعي عشق آهي تہ اهو بہ ان کان طلب ڪر ۽ انهيءَ جو پاسو نہ ڇڏ. پراڻو عشق هميشه نئين جو طالب رهي ٿو ۽ قيمت بہ ذرا وڌيڪ رکي ٿو، تون انهيءَ ڳالهہ کي لحاظ ۾ رک.

## هڪڙي پکاليءَ جو ٻئي پکاليءَ کان پاٽي گهرڻ

هڪڙو پکالي، جيئن پاٽي کنيو پئي ويو تيئن هڪڙو ٻيو پکالي سامهون نظر آيس، جنهن کان ٻوڙي وجي پيئڻ لاءِ پاٽي گهريائين. انهيءَ پکاليءَ جواب ڏنس: اڙي حقيقت کان بيخبر، جڏهن خود تو وٽ پاٽي موجود آهي، تڏهن ڇو نٿو ڪٽي ان کي پيين؟ جواب ڏنائين، تہ منهنجي دل (پنهنجي) پاٽيءَ کان (جو اهو ڪجهہ وقت مون وٽ رهيو آهي) ٿهي ويئي آهي، ۽ اهو دستور آهي تہ پراٽيءَ شيءَ کان دل (هڪ ڏينهن) ڪجي ويندي آهي.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو خودبيني ۽ ڪمال بابت سوال

هد هد کان هڪڙي ٻئي پکيءَ اتي سوال ڪيو: يار، مان سمجهان ٿو تہ مون پنهنجو ڪمال حاصل ڪري ورتو آهي ۽ سخت رياضتون بہ پوريون ڪيون اٿم. جڏهن مون هتي پنهنجو ڪم پورو ڪيو آهي، تڏهن هيءُ هنڌ ڇڏي ٻئي هنڌ وڃڻ، مون لاءِ واقعي مشڪل آهي. يلا، تو ڪڏهن اهڙي شخص کي ڏٺو آهي، جو خزانو ڇڏي، وتي بيابانن ۾ ڀٽڪندو؟

## هد هد جو جواب

هد هد جواب ڏيندي چيس: تون سراسر نڱيل ۽ خيال ۾ گرفتار آهين. نفس جو تو تي قبضو آهي ۽ شيطان تنهنجي سر تي وينو آهي. در حقيقت تون ساروئي گمان جو هڪ مجسمو آهين، مگر سمجهين نٿو. معرفت جي فضا تو کان گهڻو پري آهي ۽ جو ڪجهہ نُور تون ڏسين ٿو اهو بہ تو لاءِ هڪ آگ آهي، ۽ جيڪڏهن تو کي ڪو ذوق آهي تہ اهو بہ محض تنهنجو گمان آهي. تنهنجو وجد ۽ تنهنجو فقر خيال آهي ۽ جو ڪجهہ تون چئي رهيو آهين، سو محال آهي ۽ تي ئي نٿو سگهي.

اي پيارا ، جيستائين تون پنهنجي گمان ۽ خوش فهميءَ ۾ اٽڪيل رهندين، تيستائين تنهنجو پڙهڻ ۽ ڪڙهڻ هڪ دمڙيءَ لائق بہ نہ آهي. هاڻي تنهنجي ئي نصيحت خاطر مان تو کي بہ چار آڪاڻيون ٻڌايان ٿو.

## شيخ ابوبڪر نيشاپوريءَ جي آڪاڻي

چون ٿا تہ هڪڙِ دفعي شيخ ابوبڪر نيشاپوري پنهنجي مريدن سان گڏ هڪڙي گڏھ تي سوار ڪنهن رستي تي وڃي رهيو هو تہ اوچتو سندس گڏھ کان ريح (واءُ) نڪري ويئي. شيخ ان سبب في الفور حال ۾ اچي ويو ۽ نعرا هڻڻ ۽ ڪپڙا ڦاڙڻ لڳو. مريدن کي هيءَ ڳالهہ البت پسند نہ آئي. تنهنڪري انهن مان هڪڙي کيس چيو: سائين! آخر ڪهڙي سبب توهين هتي حال ۾ اچي ويا آهيو؟ جواب ڏنائين: مان مريدن جي هيتري ساري مجمعي کي ڏسي خيال ڪيو تہ مان بايزيد کان ڪو گهٽ ڪو نہ آهيان ۽ سڀاڻ قيامت ڏينهن بہ هن عزت ۽ ناز سان محشر جي ميدان ۾ ويندس. جڏهن هي خيال ڪيم. تڏهن اتفاق سان گڏھ ريح چوڙي ۽ ائين ڪرڻ سان هن مون کي هيءُ جواب ڏنو تہ جو بہ شخص اهڙي ڊاڙ هڻي ٿو تنهنجو جواب اجهو هيءُ آهي (گڏھ اجهو هيئن واءُ ڏئي ٿو). انهيءَ ڪري منهنجي اندر ۾ آگ لڳي ويئي ۽ حال ۾ اچي ويس.

اي عزيز جيستائين تون غرور (خود پسنديءَ ۽ خوش فهمي) ۾ مبتلا آهين. تيستائين تون حقيقت کان پري پيل ۽ سون بلائن ۾ گرفتار آهين. "مان" جو لفظ ڪڏهن بہ نہ چئُہ تہ جيئن ابليس جي جار ۾ ڦاسي نہ پوين.

## حضرت موسيٰ عليه السلام ۽ ابليس جي آڪاڻي

الله تعاليٰ هڪڙي دفعي. حضرت موسيٰ عليه السلام کي ابليس کان رمز سکڻ جي تلقين ڪئي. بعد ۾ جڏهن هن ابليس کي رستي تي ڏٺو جڏهن ان کان رمز جي طلب ڪيائين. جنهن تي ابليس سمجهايس: تون هڪڙي ڳالهہ کي سدائين ڌيان ۾ رکيو اچ. يعني تہ "مان" جو لفظ ڪڏهن بہ نہ چئُہ تہ جيئن تنهنجي حالت منهنجيءَ وانگر نہ ٿئي.

## هڪڙي پاڪ دين جي گفتگو

هڪ دفعي. هڪڙي پاڪ دين چيو تہ مبتديءَ جو اوندھ ۾ رهڻ سندس لاءِ بهتر آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن ابتدا ۾ کيس ڪا (غيبي) شيءِ ڏسڻ ۾ آئي تہ هو دوکو کائي ويهندو ۽ منڪر ٿي پوندو.

اڙي بندا, جو حسد ۽ غصو تنهنجي اندر ۾ آهي, تنهنکي صاحبِ نظر جي ئي اک ڏسي ٿي ۽ نہ تون. ڪم از ڪم هيترو تہ خيال ڪر تہ تنهنجي پيدائش خاڪ ۽ خون (مان بڻيل) آهي ۽ اهي ٻئي شيون حرام آهن. جڏهن تون پاڻ ۾ ايتري گندگي بہ ڏسين ٿو تڏهن بہ خبر نہ آهي الائجي ڇو مطمئن ٿيو وينو آهين.

## هڪڙي شخص جو ڪُتي کان دامن پري نہ ڪرڻ جي آکاڻي

هڪڙي شخص جي پاسي ۾, هڪڙو پليد ڪتو ويجي رهيو هو ليڪن هن انهيءَ کان پنهنجو دامن پري نہ ڪيو. جڏهن هڪڙي سائل ان کان احتراز ڪرڻ طرف سندس ڌيان ڇڪايو تڏهن جواب ڏنائين: هيءُ ڪتو ظاهر ۾ پليد آهي ۽ مان اندر ۾ پليد آهيان. هاڻي جڏهن منهنجو باطن ڪتي جي ظاهر جهڙو آهي, تڏهن ان کان ڪيئن پرڀي پاسو ڪريان؟

## هڪڙو عابد، جو ڏاڙهيءَ جي ٺهل ٺڪور ۾ مشغول هو، تنهن جي آکاڻي

حضرت موسيٰ عليه السلام جي ڏينهن ۾, هڪڙو وڏو عابد ٻانهو هو, مگر باوجود جهجهي عبادت جي هو الاهي زوق ۽ اندر جي سوجهري کان صفا خالي هو. کيس هڪ وڏي ڏاڙهي هئي, جنهن کي هر گهڙيءَ پيو ڦڻي ڏيندو هو. هڪڙي ڏينهن, حضرت موسيٰ عليه السلام کي ڏسي, اچي کيس عرض ڪرڻ لڳو: مهرباني ڪري الله تعاليٰ کان پڇي ٻڌائينم نہ ان جو ڪارڻ ڇا آهي؟ حضرت موسيٰ عليه السلام دريافت ڪري کيس ٻڌايو تہ الله تعاليٰ جو چوڻ اهي تہ هو هميشه پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ ئي مشغول آهي ۽ اسان جي وصل جي درد کان ڪورو ۽ کوهين ڏور آهي. هيءُ ٻڌي, هو ڏاڙهيءَ کي پٽڻ ۽ روئڻ ۾ لڳي ويو. ايتري ۾ جبرائيل عليه السلام تڪڙو اچي حضرت موسيٰ عليه السلام کي ٻڌايو تہ هيءُ شخص اجا بہ پنهنجي ڏاڙهيءَ ۾ مشغول آهي. جڏهن ڏاڙهيءَ کي سنواريائين ٿي, تڏهن بہ پريشانيءَ ۾ رهيو ۽ هاڻي جڏهن ان کي پٽي ٿو تڏهن بہ انهيءَ جي ئي خيال ۾ آهي.

اي انسان، الله تعاليٰ جي ياد کانسواءِ هڪڙو دم کڻڻ به وڏي خطا آهي. ڪاش تون ان کي سمجهين!

## هڪڙي ڏکِيءَ ڏاڙهيءَ واري جي آکاڻي

هڪڙِ بيوقوف کي ڏکِي ڏاڙهي هئي، هڪ دفعي اوچتو درياءَ ۾ ڪري ٻڏڻ لڳو. هڪڙو چرچائي، جو ڪناري تي بيٺو هو تنهن کيس ڏسي چيو، ته تون توبري کي مٿي کان ڪڍي اڇلائي ڇڏي (ورنه ٻڏي مرندين). ان جواب ۾ چيو: هيءُ توبرو نه بلڪ منهنجي ڏاڙهي آهي ۽ هيءُ ئي آهي جا منهنجي پريشانيءَ جو باعث آهي. انهيءَ تي هن چيس ته جيڪڏهن تنهنجو هيءُ حال رهيو ته اها ڏاڙهي هڪ ڏينهن تنهنجو خاتمو آڻيندي.

اي انسان، جيستائين تو ۾ نفسانيت ۽ شيطانيت موجود آهي، تيستائين ههڙي ٻڪر جيان ڏکِيءَ ڏاڙهيءَ کان ڪو شرم ڏار.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سفر متعلق سوال

هد هد کان هڪڙي ٻئي پکيءَ اتي پڇيو ته ڀلا هن سفر ۾ ڪهڙيءَ شيءِ سان دل خوش رهندي؟ جيڪڏهن تون ٻڌائيندين ته منهنجي پريشاني به گهٽبي ۽ رستي لاءِ ڪجهه هدايت به ملي ويندي.

## هد هد جو جواب

اي پيارا! جيستائين تون انهيءَ سان آهين، تيستائين خوش رهه ۽ لوڪن جي پچار کان آزاد ٿي وڃ. جڏهن تنهنجي غمگين دل، انهيءَ سان خوش رهي سگهي ٿي، تڏهن کيس خوش ڪر. ياد رک ته ٻنهي جهانن جي زندگي ۽ خوشي انهيءَ کان ئي آهي ۽ جيڪڏهن تنهنجي دل هڪ گهڙي پلڪ ان سان خوش ٿئي ته ان کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڳالهه! چڱو هي به چار قصا ٻڌي ڇڏ، انهن ۾ تنهنجي ڀلائي آهي.

## ٻهاڙي مجنونءَ جو قصو

ڳالهه ٿا ڪن، ته جبلن ۾ هڪ عجيب مجنون رهندو هو. هو وقتن حال کان بيحال ٿي ويندو هو ۽ ويهن ڏينهن تائين سندس هيءَ ئي حالت

رهندي هئي. صبح کان ويندي شام تائين پيو نچندو ۽ چوندو هو ته هينئر اسين بئي اڪيلا آهيون، اسان جي خوشيءَ جي ڪا حد ئي ڪانهي.

اي عزيز! جنهن جي دل ان سان ڳنڍيل آهي، سو سدائين جيئرو آهي ۽ ڪڏهن مرندو ئي ڪو نه. تون ان جي شوق ۾ پنهنجي دل اڙاءِ، انهيءَ ۾ ئي تنهنجي حياتي آهي.

## هڪڙي عاشق جي مرڻ وقت روئڻ جو قصو

هڪڙو عاشق، مرڻ وقت زارو زار روئي ۽ چئي رهيو هو: جڏهن منهنجي دل الله تعاليٰ سان ڳنڍيل آهي، تڏهن منهنجي موت جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي؛ ۽ جنهن جي به دل انهيءَ سان وابسته آهي، سو سدائين حيات آهي. ان لاءِ موت مناسب ئي نه آهي. منهنجي دل جو ساٿس وصال ٿي ويو آهي، تنهن ڪري منهنجو مرڻ محال آهي.

اي انسان! جيڪڏهن تون ان راز کان گهڙي کن خوش ٿين ته پوءِ ته تون (خوشيءَ کان) هن جهان ۾ ماپي ئي ڪو نه سگهندين ۽ غير فاني حياتي ۽ سعادت ماڻيندين.

## هڪڙي شخص جو قصو، جنهن کي ستر سال غم ۾ گذريا

هڪڙو شخص ڳالهه ٿو ڪري، ته ستر سالن کان پوءِ مون کي مس وڃي صحيح خوشي ۽ حال حاصل ٿيو. منهنجي دل ۽ جسم بئي هميشه موم وانگر پيا ڳرندا هئا. ڇاڪاڻ ته اسان جو تعلق الله تعاليٰ سان آهي ۽ ان تعلق جي تقاضائي اها آهي.

اڙي نادان! جيڪڏهن تون عيب جوئيءَ ۾ مشغول هوندين ته پوءِ غيب جو حظ توکي ڪٿان حاصل ٿيندو؟ تون پهريائين پاڻ کي پنهنجي عيبن کان آزاد ڪري، پوءِ وڃي مطلق غيب جي عشق ۾ دل وندراءِ. جيڪڏهن تون پنهنجي عيبن ڳولڻ ۾ مشغول آهين ته پوءِ تون ڪيترو به ڪٽي عيبدار آهين ته به مقبول ۽ پسند آهين.

## هڪڙي مست جو قصو

هڪڙو بيوقوف لڳاتار ميري ۽ صاف شراب پيئڻ سبب آپي کان

نڪتل هو. هڪڙي هوشيار کي انهيءَ ڪري ڪانئس رنج پهتو ۽ وٺي،
هڪ ڳوڻ ۾ بند ڪري، جيئن پنهنجي جڳهه ڏانهن کڻي تي ويس، تيئن
رستي ۾ هڪرو بيو مست منهن پيس، جو سيءَ ڪنهن سان مستي
ڪندو پئي هليو. ان تي ڳوڻ واري مست کيس طعنا تنڪا هنيا.

اي منهنجا ياءُ! جيئن ڳوڻ ۾ بند ٿيل مست پنهنجي حالت کي نہ،
پر ٻئي جي حالت کي پئي ڏٺو، تيئن اسان جي بہ حالت آهي. ٻين جا
عيب ڏسڻ تنهنجي ناعاشقيءَ جو پڌرو ثبوت آهي.

## هڪڙي شخص جو قصو، جو پنج سال هڪ عورت تي عاشق هو

هڪڙو بهادر، پنجن سالن تائين هڪڙي عورت تي عاشق هو.
انهيءَ جي اک ۾ ٿورڙي سفيدي بہ هئي، جا هن کي باوجود گهڻي ڏسڻ
جي بہ معلوم نہ پئي ٿي. پلا. جڏهن عاشق پنهنجي عشق ۾ چور هوندو
تڏهن ان کي پنهنجي معشوق جي عيب جي ڪٿي تي خبر پوي! ان بعد
جڏهن سندس عشق گهٽجڻ لڳو تڏهن انهيءَ اک جي عيب کان بہ
آگاهي ٿيس. عورت کان پڇڻ تي ان کيس ٻڌايو: هيءُ عيب ان وقت
کان ظاهر ٿيو آهي، جنهن وقت کان تنهنجو مون لاءِ پيار گهٽيو آهي.

اڙي انسان! تو پنهنجي دل وسوسن سان پري چڏي آهي. تون
ڪجهه پنهنجي عيبن ڏي بہ ڏس. جڏهن تو کي خود پنهنجو عيب ڳرو
معلوم ٿيندو، تڏهن توکي ٻين جي عيب جو ڪو خيال ئي نہ رهندو.

## هڪڙي محتسب ۽ مست جو قصو

هڪ دفعي هڪڙي محتسب (پوليس سپرنٽينڊنٽ)، هڪڙي
مست کي گهڻي مار پئي ڏني، جنهن تي هن کيس چيو: تون ايتري
زيادتي ۽ شور نہ ڪر. چاڪاڻ تہ جيڪڏهن حرام ماني، هن دنيا ۾
مستي آڻي ۽ رسوا ۽ خوار ڪري تہ پوءِ تون مون کان زياده مست رهيو
آهين. مگر ڳالهہ چا آهي تہ ان مستيءَ کي ڪير ڏسي ڪو نہ ٿو. مون
کي مار ڏيڻ ۾ ايترو حد کان لنگهي نہ وڃ. ڪجهہ پاڻ ڏي بہ ڏس.

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو سوال

اي اسان جا سردار هد هد! مون کي ٻـ هڪڙو سوال ڪرڻو آهي. پلا مان جڏهن سيمرغ وٽ پهچي وڃان، تڏهن پوءِ ڪائنس ڪهڙيءَ شيءِ جي گهر ڪريان؟ ھاڻي جڏهن هيءُ جهان ان (سيمرغ) سبب مون لاءِ روشن آهي، تڏهن سمجهي نٿو سگهان تـ آخر هن ڪان ڇا گهران. برابر جيڪڏهن مون کي ڪا بهتر ۽ زياده عمدي شيءِ معلوم هجي ها تـ اتي پهچڻ بعد اها ئي ڪائنس طلب ڪريان ها.

## هد هد جو جواب

اڙي جاهل! معلوم ائين ٿو ٿئي تـ تون ان ڪان آگاهـ ئي ڪو نـ آهين. مخلوق کي ڪنهن شيءَ طلب ڪرڻ ۾ بـ ڄاڻ ضروري آهي، ڇالاءِ جو مان تو کي ٻڌايان ٿو تـ انهيءَ کان وڌيڪ بهتر ۽ عمدي ٻي ڪا شيءِ ئي ڪانهي، جا تون طلب ڪرين. هڪ دفعو جيڪڏهن تون، ان عالي درگاهـ کان واقف ٿي وئين تـ پوءِ ڪنهن بـ قيمت تي، تون انهيءَ کي ڇڏڻ لاءِ تيار نـ ٿيندين. هاڻي مان تو کي بـ چار حڪايتون ٻڌايان ٿو جي توکي هن حقيقت کي سمجهڻ ۾ مدد ڏينديون.

## بوعلي رودباريءَ جي حڪايت

جڏهن بوعلي رودباريءَ جي مرڻ جو وقت ويجهو آيو تڏهن اکيون نٽي کڻي چوڻ لڳو: اي منهنجا پروردگار! تنهنجو انتظار ڪندي ڪندي، هينئر آخري دم کڻي رهيو آهيان. مون لاءِ بهشت جا دروازا کوليا ويا آهن ۽ ملائڪ سڳورا منيون منيون ڳالهيون ڪري، مون کي ان اندر اچڻ لاءِ سڏي رهيا آهن ۽ هر لذت ۽ راحت جو سامان مون لاءِ مهيا ڪيو ويو آهي، ليڪن منهنجي دل تو متعلق تحقيق ڪرڻ کان هٽ ئي نـ ٿي کڻي ۽ چوي ٿي: آخر منهنجو هنن شين سان ڪهڙو ڪم؟ مون تـ ساري عمر تنهنجي ئي انتظار ۾ گذاري، اي منهنجا مولي! تنهنجو عشق (منهنجو تولاءِ عشق) منهنجي دل سان خوب ڳوهيو ۽ ملايو ويو آهي، مان نـ دوزخ ڄاڻان نـ بهشت، ساري جهان ۾ تون ئي

منهنجو مطلوب آهين. ڪا گهڙي تہ هن منتظر دل سان اڪيلائيءَ ۾
گذار بس اها ئي منهنجي مراد آهي ۽ اها ئي منهنجي حاجت.

## الله تعاليٰ جو حضرت دائود عليه السلام سان خطاب

الله تعاليٰ، حضرت دائود عليه السلام کي فرمائيندي چيو: منهنجي ٻانهن کي وجي چئو تہ. جيڪڏهن دوزخ ۽ بهشت نہ هجن ها تہ بہ منهنجي بندگي ڪرڻ مناسب ۽ واجب هئي. ها، جيڪڏهن نُور ۽ نار واقعي نہ هجن ها تہ توهان جو مون سان ڪو سروڪار ئي نہ رهي ها. هاڻي جڏهن مان عبادت جو هر لحاظ کان مستحق آهيان، تڏهن منهنجي عبادت بهشت جي اميد ۽ دوزخ جي خوف کان نہ ڪئي وڃي. انهن کي سمجهاءِ تہ هو غير کان هٿ کڻي، پوءِ صحيح معنيٰ ۾ منهنجي پرستش ڪن. مان ئي سندن مقصود رهان ۽ نہ حورون ۽ غلمان.

## سلطان محمود جو اياز کي بادشاهي ڏيڻ

جڏهن محمود، اياز کي پنهنجو خاص ڪري چونديو تڏهن ان کي پنهنجي بادشاهي ڏيئي تاجدار ڪري، تخت تي ويهاريائين. سپاهي ۽ سولجر هيءَ حالت ڏسي، غيرت کان جلي ويا ۽ چوڻ لڳا: ڪنهن بہ بادشاهہ ڪنهن غلام کي ايتري عزت ڪڏهن نہ بخشي. اياز جو نهايت سمجهدار هو سو سلطان جي انهيءَ فعل کان راضي تہ درڪنار، مگر زاروزار پئي رنو. هي ڏسي سڀيئي کيس ديوانو ۽ بي عقل سڏڻ لڳا ۽ چوڻ لڳا: جڏهن توکي هيتري ساري بادشاهي ملي، تڏهن هاڻي هي روڄ رارو ڇا جو؟ تون تہ هاڻي وڃي عيش ۽ آرام ڪر. اياز وراڻيو: توهين سڏيءَ راهہ کان پري پيل آهيو. ڇا، توهان اهو نٿا سمجهو تہ ائين ڪرڻ سان بادشاهہ مون کي پاڻ کان پري ڪري رهيو آهي؟ هو ڪٿي مون کي جهان جي بادشاهي ڇو نہ ڏئي، ليڪن مان هن کان هڪڙي گهڙِي بہ غائب ٿيڻ نٿو گهران. هو جيڪي بہ فرمائي، تنهن جي بجا آوريءَ لاءِ مان هر وقت تيار آهيان، مگر هن کان هڪ پلڪ پري ٿيڻ نٿو چاهيان. مان هن ملڪ کي ڇا ڪندس، منهنجو ملڪ، هن جو ديدار آهي ۽ بس.

اي عزيزا جيڪڏهن تون طالب ۽ حق شناس آهين تہ بندگيءَ جو سبق وجي اياز کان سک ۽ هيءَ ڳالهہ بہ سمجهي ڇڏ تہ جيستائين دوزخ ۽ بهشت تنهنجي رستي ۾ حائل رهندا، تيستائين تون ان راز کان واقف ٿي نہ سگهندين. تون انهن ٻنهي کان پنهنجي جان ڇڏاءِ تہ جيئن ابدي دولت حاصل ڪرين.

## رابعہ بصريءَ جي مناجات

هڪ دفعي رابعہ بصري، پنهنجي دعا ۾ چئي رهي هئي: اي راز جا ڄاڻندڙا دشمنن جا دنياوي ڪم پلي ناهہ ۽ پنهنجي دوستن کي هميشه لاءِ آخرت عطا ڪر (مان راضي آهيان)، ڇالاءِ جو مان انهن ٻنهي کان آزاد آهيان. مان جيڪڏهن انهن ٻنهي کان سجي ٿي وڃان، پر تنهنجي غم جي گهڙي مون سان ساڻ هجي تہ هھڙي سڃائي مون لاءِ ڪافي آهي، ڇاڪاڻ تہ تون، مون لاءِ سيني شين کان بهتر آهين. جيڪڏهن تو کان سواءِ مان ڪنهن ٻيءَ شيءِ کي چاهيان تہ پوءِ يقينن مان ڪافرياڻي آهيان.

## الله تعاليٰ جو حضرت دائود عليه السلام کي خطاب

دنيا جي پيدا ڪرڻ واري، حضرت دائود عليه السلام کي پردي جي اندران مخاطب ٿي چيو: دنيا ۾ جا بہ شيءِ آهي، پوءِ ڪٽي سٺي خواه خراب، انهيءَ جو عيوض توکي ملي سگهي ٿو ليڪن منهنجو عيوض (بدل) توکي ڪٿي بہ نہ ملي سگهندو. هاڻي جڏهن حالت هيءَ آهي، تڏهن پوءِ تون مون کانسواءِ غافل نہ رهہ، مان تو لاءِ بس آهيان. حقيقت تہ هيءَ آهي تہ، توکي مون کانسواءِ ڪو چاروئي ڪونهي ۽ مون بغير توکي ڪو بقائي ڪونهي. تنهن ڪري تون مون کان غافل نہ ٿي ۽ نہ مون کانسواءِ ڪنهن ٻيءَ شيءِ جي ڪا طلب ئي ڪر.

## سلطان محمود جي لشڪر جو سومنات بت کي ڳولي لهڻ

سومنات ۾، سلطان محمود جي لشڪر ان بت کي وڃي ڳولي لڌو جنهن جو نالو لات هو. هندو ان بت کي بچائڻ خاطر اتي ڪٺا ٿيا ۽ ان

جي برابر سون ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويا. ليڪن محمود اها ڳالهه نه مڃي ۽ ان بت کي باهه ۾ جلائي ڇڏيائين. ڪنهن سرڪش اتي چيو: بت کي ساڙيو نه وڃي ها ۽ ان جي عيوض سون وٺڻ بهتر هو. محمود جواب ڏنو: مون کي ڊپ ٿيو ته متان سڀاڻ قيامت جي ڏينهن، ساري مخلوق جي اڳيان پروردگار ڪٽي چوي ته، آذر ۽ محمود کي ڏسو هڪڙو بت تراش هو ته ٻيو وري بت فروش.

اي انسان، تون پاڻ سان ڪئين بت کنيو پيو هلين. دوست (الله تعاليٰ) خاطر پنهنجي نفس جي بت کي ته باهه لڳاءِ.

## سلطان محمود جي نذر جي حڪايت

راوي ڳالهه ٿو ڪري، ته جڏهن سلطان محمود هندن سان جنگ ڪرڻ لاءِ غزنيءَ کان روانو ٿيو. تڏهن هندوستان پهچڻ تي انهن جي وڏي لشڪر کي ڏسي گهبرائجي ويو. ان وقت ٻي واهه نه ڏسي، هن هڪڙي باس باسي ته جيڪڏهن مون کي هن لشڪر تي ڪاميابي ٿي ته، مان غنيمت جو سارو مال درويشن ۽ فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيندس. آخر جڏهن ڪامياب ٿيو تڏهن غنيمت جو مال ڪيس هٿ آيو سو ڳاڻيٽي کان ٻاهر هو مگر باوجود ان جي هن چاهيو ته اهو سارو درويشن ۾ ورهائي، پنهنجو عهد پورو ڪري. ليڪن سپيئي ماٺهو ڪيس چوڻ لڳا: هيترو سارو مال چند فقيرن ۾ ورهائڻ مناسب نه آهي. عين ان وقت هڪڙو بي ادب ديوانو جو حقيقت ۾ وڏو عقلمند ۽ هوشيار هو سو اچي ان لشڪر جي وچ مان لانگهائو ٿيو. جڏهن بادشاهه ڪيس پري کان ڏٺو تڏهن چيائين: انهيءَ ديواني جو حڪم بجا آڻيندس، ۽ جيڪي هو چوندو سو ڪندس. جڏهن هن ان کي سارو قصو ڪري ٻڌايو تڏهن ان ديواني چيس: هاڻي جڏهن تنهنجو ڪم مفت ۾ پورو ٿيو آهي، تڏهن تون پنهنجو شرط پورو ڪر. محمود هي ٻڌي سارو مال درويشن ۾ ورهائي ڇڏيو.

## هڪڙِ ٻئي پکيءَ جو سوال

هڪڙي ٻئي پکيءَ هد هد کان پڇيو: انهيءَ دربار ۾ ڪهڙيءَ شيءِ جو زياده رواج آهي ته اسين اها اتي وڃي پيش ڪريون؟ بادشاهن

ڏانهن تہ ڪو قيمتي تحفو ڪٺي وڃڻ گهرجي، پر جيئن تہ اسين ان کان غير واقف آهيون، تنهن ڪري تون اسان جي رهنمائي ڪر.

## هد هد جو جواب

هد هد چيس: اي يارا! جيڪڏهن تون واقعي حڪم جي بجا آوري چاهين ٿو تہ پوءِ اوڏانهن اها شيءِ کڻي وڃ جا اتي هجي ئي نہ. باقي جيڪڏهن تون هتان اها شيءِ کڻي وڃين جا اتي اڳيئي موجود هجي تہ ان مان ڪهڙو فائدو؟ هي تہ اٽلو توکي ڏنو ۽ شرمسار ڪندي اتي علم بہ آهي، معرفت جا اسرار بہ آهن ۽ فرشتن جي جهجهي عبادت بہ آهي. تون جانِ جو جلڻ ۽ دل جو درد پاڻ سان کڻي وڃ، ڇالاءِ جو انهن شين جو اتي ڪو نشان ئي ڪونهي. اجهو مان توکي بہ چار قصا ٻڌايان ٿو جن ۾ تولاءِ سراسر هدايت آهي.

## زليخا جو يوسف عليه السلام کي قيد ۾ وجهڻ جو قصو

هڪڙي ڏينهن زليخا، حضرت يوسف عليه السلام کي کڻي قيد ۾ وڌو ۽ نوڪر کي حڪم ڪيائين تہ، هو ان کي پنجاهہ لڪڻ اهڙي زور سان هڻي، جيئن هوءَ ان جي دانهن (آه) پري کان ٻڌي سگهي. جنهن وقت نوڪر، يوسف عليه السلام کي لڪڻ هڻندو هو، تنهن وقت هو زارو زار روئندو هو ۽ ان جي روئڻ جو آواز زليخا ٻڌندي بہ هئي ۽ نوڪر کي اجا زور سان هڻڻ لاءِ چوندي هئي. آخر جڏهن هن ان کي هڪ لڪڻ نهايت زور سان هڻي، زمين تي ڪيرائي وڌو. تڏهن ان کان اهڙي آه نڪتي، جنهن سڌو وڃي زليخا جي دل کي چوٽ لڳائي. زليخا بي اختيار ٿي چوڻ لڳي: هاڻي ان کي مارڻ بند ڪيو وڃي. هيءَ آهہ ڪنهن تيز جڳهہ مان نڪتي آهي ۽ انهيءَ هڻي هنڌ ڪيو آهي.

اي پيارا! تون جيستائين درد نہ رکندين، تيستائين تون مردن ۾ شمار ئي نہ ٿيندين. جنهن کي عشق جو درد ۽ سوز آهي، تنهن کي نہ رات جو ننڊ ۽ نہ ڏينهن جو آرام.

## هڪڙي خواجہ ۽ سندس پاڪباز غلام جو قصو

هڪڙي خواجہ کي، هڪڙو حبشي نوڪر هو جنهن دنيا جي ڪمن ڪان هٿ ڏوئي ڇڏيا هئا ۽ ساري رات نماز پڙهندي گذاريندو هو. هڪ ڏينهن خواجہ چيس: تون جنهن مهل رات جو ننڊ مان اٿين، تنهن مهل مون کي بہ جاڳائج تہ جيئن وضوع ڪري، ٻئي گڏ جي نماز پڙهون. نوڪر جواب ڏنو تہ جنهن شخص کي هن رستي جو درد نہ آهي، تنهن کي جاڳائڻ ئي مناسب ناهي. جيڪڏهن توکي درد هجي ها تہ تون سجاڳ رهين ها ۽ اجايو ساري رات ننڊ ۾ نہ وڃائين ها.

اي منهنجا دوست! نهن کي هيءَ حسرت ۽ هيءُ درد نہ آهي، تنهنجي مٿي تي شال ڏوڙ وسي!

## بو علي طوسيءَ جو قصو

بو علي طوسي، هڪ ڏينهن فرمايو: سڀاڻ قيامت ڏينهن، جڏهن دوزخي، اهل جنت وارن کي نهايت عاجزي سان ڏسندا ۽ ڪانئن جنت جي خوشيءَ ۽ وصال جي ذوق بابت پڇندا، تڏهن سيئي چوندا تہ بهشت جي خوشي تہ اسان کان ويندي رهي، ڇالاءِ جو اسان کي هن ڪمال سان پريل بهشت ۾ انهيءَ آفتاب جي ڏسڻ جو تاب نہ آهي. جڏهن انهيءَ جو جمال اسان جي ويجهو ٿئي ٿو، تڏهن اٺ ئي بهشت شرم کان ڪارا ٿي وڃن ٿا. ان بعد دوزخي جواب ۾ چوندا: اسان تہ هڪ خراب جڳهہ ۾ مٿي کان ويندي پيرن تائين باهہ ۾ پيا آهيون. هن اسان کي پنهنجو ظاهر ظهور ڏيکاريو ۽ اسان پنهنجي ذلت ۽ ان جي جدائيءَ جي حقيقت کان آگاهہ ٿياسين، تڏهن حسرت ۽ ارمان جي باهہ کان اسان جي ناخوش دلين، اسان کان دوزخ جي ياد ئي وسارائي ڇڏي.

اي منهنجا دوست! جتي عشق جي باهہ پنهنجو اثر ڏيکاريندي، تتي دوزخ جي باهہ جو اثر ڪٿي رهندو؟

## هڪڙي شخص جي حضرت رسول مقبول ﷺ جن جي مصلي تي نماز پڙهڻ جي درخواست

هڪڙي دفعي ڪنهن شخص، حضور جن کان سندن مصلي تي

نماز پڙهڻ جي اجازت گهري، جا پاڻ نہ ڏنائون ۽ فرمايائون: هن وقت مٽي ۽ واري گرم آهن (تنهن ڪري انهن تي پيشاني رکڻ مناسب نہ آهي). تون پهريائين پنهنجي دل کي داغ لڳاءِ، ڇا لاءِ جو سياڻ تون داغ جي وسيلي ئي سڃاتو ويندين ۽ عزت ۽ مرتبو پائيندين.

# ستن وادين جو بيان

## هڪڙي ٻئي پکيءَ جو طلب جي واديءَ متعلق سوال

اي دوست هد هد! تون تہ انهيءَ واديءَ جي رستي کان چڪيءَ طرح واقف آهين، ليڪن اسين تہ ان کان سراسر انڌا آهيون. مهرباني ڪري ٻڌاءِ، تہ اهو ڪيترو ڏگهو آهي؟

## هد هد جو جواب

هد هد جواب ڏيندي کيس ٻڌايو: هن رستي ۾ اسان کي ست واديون طئہ ڪرڻيون آهن. جڏهن اهي سڀئي لنگهي پار پونداسين، تڏهن سيمرغ جي درگاهہ وٽ اچي پهچنداسين، جا مخلوق بہ هيءُ رستو وٺي وئي، سا وري واپس نہ موٽي: تنهن ڪري ان جي مفاصلي جو ڪو پتو ئي ڪونہ ٿو پوي. سڀني کان اول طلب جي وادي آهي، ان بعد عشق جي وادي آهي، جنهن جو نہ آهي ڪنڌي ۽ نہ ڪنارو. ان کان پوءِ معرفت جي وادي آهي، ۽ ان بعد اسغنيٰ جي وادي آهي، پوءِ توحيد جي وادي آهي، تنهن کان پوءِ حيرت جي وادي آهي. جا ڏاڍي اوکي آهي ۽ آخر ۾ فقر ۽ فنا جي وادي آهي. جنهن بعد توکي اڳتي وڌڻ جي طاقت نہ هوندي، جيڪڏهن تون هڪڙو هوندين تہ بہ هن هنڌ هڪ سمنڊ نظر ايندين.

## طلب جي وادي جو بيان

جڏهن تون طلب جي واديءَ ۾ داخل ٿيندين، تڏهن توکي هر گهڙيءَ ڪئين تڪليفون درپيش اينديون. ڪئين سال محنت ۽ ڪوشش ڪرڻي پوندي، ڇاڪاڻ تہ هن هنڌ حالتون ئي بدلجي وڃن ٿيون. مال، ملڪ ۽ پيسي، مطلب تہ هر شيءِ کان هٿ ڪڍڻو ۽ دل کي پاڪ ڪرڻو پوي ٿو. جڏهن دل هڪ دفعو پاڪ ۽ صاف ٿي ويئي تہ پوءِ

هوءَ پاڻهي عالي دربار کان نور ونڻ شروع ڪري ڏينديءَ ۽ جڏهن اهو نُور تنهنجي دل تي ظاهر ٿيندو. تڏهن تنهنجي رستي ۾ ڪا باهه ڪٿي ظاهر ٿي، تہ تون عشق جي ماريل پتنگن جيان پيو پاڻ کي باهہ ۾ سٽيندين. طلب جي درياءَ ۾ هوندي بہ پاڻ کي اجارو سمجهندين، ۽ محبوب جي راز کي معلوم ڪرڻ ۾ اهڙو بيتابيءَ سان لڳل هوندين جو ان خاطر، ڪنهن بہ خطرناڪ شيءِ کان نہ گهبرائيندين. هاڻي هي بہ چار ڳالهيون ڪن ڏيئي ٻڌ ۽ هنئين سان هنداءِ.

## ابو عثمان مڪيءَ جي ڳالهہ

عمرو ابو عثمان، جڏهن حرم اندر "گنج نامہ" تحرير ڪيو تڏهن هُن ان ۾ هن ڳالهہ جو ذڪر ڪيو تہ جڏهن الله تعاليٰ، حضرت آدم عليه السلام جي جسم ۾ روح ڦوڪيو تڏهن چاهيائين، تہ فرشتن کي ان حقيقت جي ڪا خبر نہ رهي. هن پوءِ انهن کي آدم اڳيان سجدي ڪرڻ جو حڪم ڪيو جنهن جي پوري بجا آوري ڪندي، انهن پنهنجا سر زمين تي رکيا، ۽ ائين ڪرڻ ڪري انهن مان ڪو هڪ بہ ان راز کي ڏسي نہ سگهيو. بعد ۾ ابليس اچي چوڻ لڳو تہ مان سجدو هرگز نہ ڪندس، پوءِ ڪٿي منهنجو سر ڇو نہ ڪاٽيو وڃي. هاڻي جڏهن هن پنهنجو سرزمين تي نہ رکيو تڏهن هن اهو راز ڏسي ورتو ڇالاءِ جو اهو اڳي ئي تاڙ ۾ وينو هو. الله تعاليٰ کيس چيو: تو وڏي جاسوسي ڪئي آهي ۽ هن گنج کان واقف ٿي ويو آهين، تنهن ڪري متان تون هي راز فاش ڪري وجهين، تنهنجو سر ڪاٽڻ ئي مناسب آهي. ابليس عرض ڪيو: مون کي مهلت ڏني وڃي، جا کيس ڏني ويئي ۽ لعنت جو طوق سندس ڳچيءَ ۾ وڌو ويو. ان کانپوءِ ابليس چوڻ لڳو: هاڻي جڏهن مون کي پاڪ خزانو معلوم ٿي ويو آهي، تڏهن ڊپ ڇا جو؟ اي منهنجا موليٰ! لعنت بہ تنهنجي ملڪيت آهي، ۽ رحمت بہ تنهنجي ئي ملڪيت آهي؛ هيءُ بندو بہ تنهنجي ملڪيت آهي ۽ قسمت بہ تنهنجي ئي هٿ ۾ آهي. جيڪڏهن منهنجي حصي ۾ لعنت آئي آهي تہ مڙيوئي خير آهي (اها بہ آخر تنهنجي ئي طرف کان آئي آهي). مون جڏهن ماڻهن کي رحمت جي طلب ڪندي ڏٺو تڏهن تنهنجي لعنت مون بي ادب کي پڙڪائي ڪرو

ڪيو. رحمت وانگر تنهنجي لعنت لاءِ بہ هڪ بندو آهي ۽ اهو مان آهيان جو هينئر رتبي کان ڪري پيو آهيان.

اي عزيز جيڪڏهن تون طالب آهين تہ تنهنجي طلب هن نموني جي هئڻ گهرجي ورنہ تنهنجي طلب جي دعويٰ ڪوڙي آهي. جيڪڏهن تون، ان کي باوجود ڏينهن رات تلاش ۽ جستجو جي نتو لهي سگهين، تہ سمجهي ڇڏ تہ تنهنجي طلب ۾ ڪا گهٽتائي آهي، باقي هو تہ هر وقت هر هنڌ موجود آهي.

## شبلي رحمة لله عليه جي ڳالهہ

مرڻ وقت، شبلي رحہ ڏاڍو بيقرار هو اکيون بند، دل منتظر ۽ ڪمر تي حيرت جو پٽو چڙهيل هوس، متيءَ جي هڪ ڍير تي وينو هو ڪنهن مهل ان متان پئي ڳوڙها ڳاڙيائين تہ، ڪنهن وقت متي کڻي پئي متي ۾ وڌائين. هڪڙي سائل کانئس پڇيو: تو اهڙي وقت ۾ ڪنهن کي زنار بڌل ڏنو آهي؟ جواب ڏنائين: منهنجي جان، جنهن ٻنهي جهانن کان اک ٻوتي ڇڏي آهي، سا هن وقت ابليس جي غيرت کان سڙي رهي آهي. جڏهن لعنت جو خطاب فقط ان کي مليل آهي، تڏهن انهيءَ اضافت کان مون کي افسوس اچي ٿو!

اي منهنجا ياءُ، تون شبليءَ جي پياس ۽ سندس جگر جي گرميءَ کي ڏيان ۾ رکي ڏس تہ، هو ٻين کي ڇا ڪجهہ چئي رهيو آهي. جيڪڏهن محبوب توکي پٿر هڻي تہ، اهو ان موتيءَ کان افضل آهي جو ڪنهن غير جي طرف کان اچي. ڏسڻو صرف هي آهي، تہ جا شيءِ اچي ٿي سا طرف ڪهڙي کان اچي رهي آهي ۽ بس. تون طلب ۽ انتظار جي راهہ ۾ پاڻ گهوريندو رهہ ۽ گهڙي بہ خاموش تي نہ ويهہ. ڇالاءِ جو هن راهہ ۾ ذرو بہ دير ڪفر برابر آهي.

## مجنونءَ جي ڳالهہ

ڳالهہ ٿا ڪن تہ ڪنهن شخص، مجنونءَ کي رستي تي متي ڇاڻيندو ڏسي، کانئس پڇيو تہ تون هتي ڇا ڳولهي رهيو آهين؟ مجنونءَ جواب ڏنو تہ ليليٰ ڳولهي رهيو آهيان. انهيءَ تي ان شخص چيس: ليليٰ

توکي مٿيءَ ۾ ڪٿان ملندي؟ آخر ڪڏهن ناياب موتي بہ ائين مٿيءَ ۾ ملندو! مجنون وراڻي ڏنس: مان تہ هن کي هر جڳهہ ڳولهي رهيو آهيان. ممڪن آهي تہ ڪنهن هنڌ ملي بہ وڃي.

## يوسف همدانيءَ جي ڳالهہ

يوسف همداني، جيڪو پنهنجي زماني جو امام ۽ معرفت جو صاحب هو تنهن هڪ دفعي چيو: جيڪڏهن اڪين وارو زمين ۽ آسمان اندر هر ننڍيءَ ۽ وڏيءَ شيءِ کي غور سان ڏسندو تہ. ڪيس معلوم ٿي ويندو تہ هر هڪ ذرو يعقوب (عليه السلام) آهي، جو پنهنجي وڃايل يوسف (عليه السلام) جي پڇا ڪري رهيو آهي.

اي منهنجا دوست، هن راهہ ۾ صبر ۽ انتظار درڪار آهن. ساري عمر انهن ۾ ئي صرف ڪرڻ گهرجي. تون ڪنهن بہ حالت ۾ صبر جي واڳ هٿان نہ ڇڏ. ممڪن آهي، انهيءَ جي ڪري وڃي هڪ ڏينهن پنهنجي مراد کي پهچين.

## سلطان ابو سعيد مهنہ جي ڳالهہ

هڪڙي دفعي شيخ مهنہ، ”قبض“ جي سخت لپيٽ ۾ اچي ويو ۽ جيئن بيابان طرف وڃي رهيو هو تيئن هڪڙي پيرسن ڳوناٺي تي پري کان نظر وڃي پيس، جنهن جي اکين مان نور پئي ٽپڪيو. شيخ وٽس وڃي پنهنجي قبض جي حال کان کيس چڱيءَ طرح واقف ڪيو. پوڙهي سندس ڳالهہ ٻڌي کيس چيو: جيڪڏهن زمين کان ويندي عرش تائين، ساري ميدان کي ڇڻن سان هڪ نہ. بلڪ هزار بار وري وري ڪري پرجي ۽ هڪڙو پکي، هزار سالن کان پوءِ هڪڙو داڻو کڻي تہ ڪنهن وقت هي سارو ميدان خالي بہ ٿي ويندو مگر تون ايتري زماني گذرڻ بعد بہ، ان جي دروازي جي اجا خوشبوءِ کان ئي بهرور ٿي نہ سگهندين، ۽ انهيءَ کان تمام گهڻو پري رهندين.

اي عزيز طالب کي گهڻو صبر ڪرڻ گهرجي، ۽ هن راهہ ۾ ڪنهن ٻيءَ شيءِ کي ڏسي روڪجي وڃڻ نہ کپي.

## سلطان محمود جي ڳالهه

هڪ رات. سلطان محمود اڪيلو وڃي رهيو هو ته رستي تي هڪڙي مٽيءَ ڇاڻيندڙ کي مٽيءَ جي هڪ ڍير تي ويٺل ڏسي، ڪٽي پنهنجو بازو بند ان ڍير ۾ اڇلايو ۽ بعد ۾ ويندو رهيو. ٻيءَ رات جڏهن بادشاهه انهيءَ هنڌ آيو تڏهن هن کي انهيءَ ڪم ۾ مشغول ڏسي، چيائينس ته توکي جا شيءِ ڪانه ملي هئي، سا ته نهايت ئي قيمتي هئي؛ تون ته وڃي هيئنر بادشاهي ڪر. تون ڪنهن جو محتاج ئي نه رهيو آهين. انهيءَ تي جواب ۾ چيائين: هن مٽيءَ ڇاڻيندي ته مون هي خزانو لڌو آهي. هاڻي منهنجي هيءَ ئي ڪار رهندي، جيستائين جيئرو آهيان.

اي انسان. تون هن در جو طالب ٿي رهه ته جيئن اهو تو لاءِ کوليو وڃي. هن راهه کان منهن نه موڙ ته جيئن اها توکي ڏيکاري وڃي.

## هڪڙي بيخود جي ڳالهه

هڪڙي دفعي، جيئن هڪڙو بيخود. خدا تعاليٰ کي در کولڻ لاءِ چئي رهيو هو تيئن رابعه بصري جا اتي پاسي ۾ ويٺي هئي، تنهن جواب ڏنس: اڙي غافل! هيءُ دروازو ڪڏهن بند ٿيو به آهي؟

اي عزيز. هيءُ دروازو سدائين کليل آهي ۽ رحمت جو خومچو هر وقت حاضر ۽ موجود آهي.

## عشق جي واديءَ جو بيان

طلب جي واديءَ کان پوءِ، عشق جي وادي اچي ٿي، جنهن ۾ جو به گهڙيو. سو گويا باهه جي مچ ۾ وڃي پيو. جو عاشق خود باهه نه آهي، تنهن کي هيءَ وادي ڪٿي ٿي سونهين؟ عاشق جڏهن هن واديءَ اندر پير رکي ٿو تڏهن ڪفر ۽ دين، شڪ ۽ يقين، نيڪي ۽ بديءَ کي ته ڪا گهڙي بلڪل وساري ڇڏي ٿو. معشوق جي وصال خاطر هو سڀ ڪجهه قربان ڪري ٿو ۽ جيستائين پاڻ کي ساڙي نٿو تيستائين غم کان به ڇٽي نٿو سگهي. عشق هڪ باهه آهي ۽ عقل دونهون. جتي عشق آيو تتي عقل ويندو رهيو. جيڪڏهن غيب جي طرفان توکي ڪا تائيد حاصل آهي ته پوءِ، تون عشق جي منزل ماڻي سگهندين ۽ سارو جهان

تنهنجو همراز ٿي ويندو. بهرحال هتي هڪ زنده دل گهرجي. جو هر دم پنهنجي جان گهوريندو رهي. پيارا. هي ٻہ چار قصا ٻڌي ڇڏ. جي انهيءَ حقيقت ڏانهن تنهنجي رهنمائي ڪندا.

## هڪڙي خواجہ جي عشق جو قصو

هڪڙو خواجہ ڪنهن ڇوڪريءَ جي عشق ۾ چريو ٿي پيو ۽ عشق جي زيادتيءَ سبب گهڻو رسوا ۽ مشهور ٿي ويو. جو ڪجهہ مال ۽ ملڪيت وٽس هو سو سڀ وڪڻي شراب خريد ڪندو هو. جڏهن صفا سڃو ۽ هٿين خالي ٿي ويو تڏهن سندس عشق بہ سؤ دفعا وڌي ويو. مگر باوجود بکئي رهڻ جي بہ هو سدائين سير نظر ايندو هو. جڏهن هڪڙي سائل کانئس عشق جي حقيقت دريافت ڪئي، تڏهن چيائين تہ عشق تہ هڪ اهڙي شيءِ آهي، جنهن خاطر هھڙيون سوين دنيائون قربان ڪرڻ بہ ڪا معنيٰ نٿيون رکن. پلا. جنهن جو عشق سان ڪو پيچ ئي نہ پيو آهي سو انهيءَ کي ڇا سمجهندو؟

## مجنونءَ جو چمڙا پوش ٿي ليليٰ وٽ وڃڻ

مجنونءَ غريب جي ڪا اهڙي قسمت هئي، جو ليليٰ جا مٽ مائٽ ۽ عزيز ڀيو تہ نهيو مگر هن مسڪين کي پنهنجي قبيلي ۾ ئي اچڻ نہ ڏيندا هئا. ٻي ڪا واهہ وسيلو نہ ڏسي، هو هڪ قريبي جهنگل ۾ وڃي هڪ ريڍار کان هڪڙي کَل وٺي آيو ۽ پوءِ اها پائي ڪٽي پاڻ کي گهتو ٻڌايائين. ان بعد ريڍار کي عرض ڪيائين تہ. خدا جي نالي مون کي هن ڌڻ ۾ گڏي ليليٰ جي طرف وٺي هل تہ ڪا گهڙي ان جي خوشبوءِ جو واس وٺان. آخر هو رڍن جي ڌڻ سان گڏجي اچي ليليٰ جي گهٽيءَ ۾ پهتو. پهچڻ شرط سندس عشق پڙڪو کائي اٿيو ۽ سندس هوش کانئس ويندو رهيو. جڏهن عشق پنهنجو غلبو ڏيکاريو ۽ معاملو هٿن مان نڪري ويو تڏهن ريڍار کيس پڪڙي موٽائي جهنگل وٺي آيو. هو پوءِ ان جهنگل جي ماڻهن سان گڏجي گذارڻ لڳو. هڪ دفعي انهن مان ڪنهن چيس تہ. اي مان وارا مجنون! تون ننگو ڇو ٿيو وينو آهين؟ ڇا، مان تو لاءِ هينئر اهو ريشمي ڪپڙو نہ ڪٽي اچان، جنهن کي تون زياده

پسند ڪندو هئين؟ مجنونءَ جواب ۾ چيو تہ هر پوشاڪ عاشق کي سونهين نٿي. مون لاءِ گل کان وڌيڪ عمدي بي پوشاڪ ئي ڪانهي. مجنونءَ جو اطلس ۽ ريشم ڪل آهي ۽ جو بہ ليليٰ سان عشق رکندو سو ڪَل ئي چاهيندو. مون پنهنجي معشوق جو منهن هن ڪَل وسيلي ڏٺو آهي. هاڻي تون ئي ڪٺي ٻڌاءِ تہ مان هن ڪَل کان سواءِ ٻيو ڪو لباس ڪيئن ٿو پهري سگهان؟

## هڪڙي مفلس جو اياز تي عاشق ٿيڻ

هڪڙي دفعي، هڪڙو مفلس، اياز تي عاشق ٿي ڏاڍو مشهور ٿي ويو. اياز جنهن مهل سوار ٿي ٻاهر ويندو هو، تنهن مهل هو بہ سندس پاسو وٺيو ويندو هو. جڏهن سلطان محمود کي هن ڳالهہ جي خبر پئي، تڏهن گهرائي چيائينس، تہ تون هڪ بادشاهہ (يعنيٰ منهنجو) جو رقيب ٿو ٿو چاهين؟ انهيءَ تي هن جواب ڏنس تہ اي بادشاهہ! جيڪڏهن تون مون کي فقير سڏين تہ ڀلي، ليڪن عشقبازيءَ ۾ مان تو کان گهٽ نہ آهيان. عشق ۽ افلاس پاڻ ۾ ڀاڙيسري آهن ۽ فقير غريب جو تہ سرمايو ئي اهو ڪجهہ آهي. عشق تہ پڻ افلاس ۾ تازگي ۽ رونق وٺي ٿو ۽ هوڏانهن تون تہ خوش دل بادشاهہ ٿيو ويٺو آهين، حالانڪ عشق لاءِ مون جهڙي سڙيل دل گهرجي. تو وٽ وصل جو سامان تہ برابر موجود آهي، ليڪن جدائيءَ جي درد جي سامان جي ڪمي آهي. آخر ۾ سلطان چيس، تہ تو منهنجي روبرو افلاس جي دعوي ڪئي آهي ۽ تون جيڪڏهن انهيءَ دعوي ۾ سچو آهين تہ ڪو گواهہ پيش ڪر. هن غريب جواب ۾ چيو تہ جيستائين منهنجي جان باقي آهي، تيستائين تہ مان مفلسيءَ کان خالي آهيان. ها، جيڪڏهن مان پنهنجي جان، عشق مٿان گهوري ڇڏيان تہ پوءِ تہ هيءَ مفلسيءَ جي چٽي نشاني چئبي. هن ائين مس چيو تہ سندس زبان مان آخري لفظ هي نڪتا "هن (مون غريب) محبوب جي سر تان پنهنجي جان گهوري ڇڏي."

اي عزيزا هن راهہ ۾ سچائيءَ جي نشاني، جانفشاني آهي.

## هڪ عرب جو عجم ۾ وڃڻ ۽ قلندرن سان ملڻ

عرب ملڪ مان جڏهن هڪڙو ماڻهو عجم ۾ آيو تڏهن انهن جون ريتيون رسمون ڏسي عجب ۾ پئجي ويو. هڪ دفعي گهمندي ڦرندي قلندرن جي جاءِ کان لانگهائو ٿيو ۽ ڏٺائين ته هو ٻنهي جهانن کان بيخبر ۽ ناپاڪيءَ ۾ هڪٻئي کان وڌ ۽ شراب ۾ مست آهن. اتفاق سان سندس ميلان انهن جي طرف ٿي پيو ۽ انهيءَ ميلان ۾ ئي هو پنهنجو هوش ۽ حواس گم ڪري ويٺو. قلندرن پاڻيءَ جا ڇنڊا هڻي کيس هوش ۾ آندو ۽ اندر اچڻ (اندر آ) لاءِ چيائونس. جڏهن اندر ويو تڏهن شراب پي، مست ٿي پاڻ وڃائي ويٺو ۽ انهيءَ گهڙيءَ سندس زر ۽ مال به کو وٺائنس کڻي هليو ويو. جڏهن واپس وطن پهتو تڏهن گهر وارن کيس پريشان حال ۾، هٿين خالي ڏسي، ان جو ڪائنس سبب پڇيو. انهيءَ تي انهن کي ٻڌايائين ته، مان جيئن هڪ رستي تان مزي سان وڃي رهيو هوس، تيئن منهنجو گذر وڃي قلندرن وٽان ٿيو. بس اتي مان سڀ ڪجهه وساري ويٺس ۽ خود پاڻ کان ئي بيخبر ٿي ويس. جڏهن کيس قلندرن جي وصف بيان ڪرڻ لاءِ چيائون، تڏهن جواب ڏنائين ته، انهن جي وصف جا مون کي معلوم ٿي سا هيءَ آهي: "اندر آ" (يعني اندر اچ).

## شيخ شبليءَ جو هڪڙي ڳالهه ٻڌائڻ

شيخ شبلي، هڪڙي دفعي پنهنجي ياءُ سان ڳالهه ڪئي ته، شهر جي مڪتب ۾ هڪڙو اميرزادو پڙهندو هو جو نهايت خوبصورت ۽ يوسف مثل حسن ۽ جمال جو پيڪر هو. هو جڏهن مڪتب اندر استاد اڳيان ايندو هو تڏهن سيني شاگردن کان رڙ نڪري ويندي هئي. انهيءَ ساڳي مڪتب ۾ هڪڙو درويش حال ڇوڪرو به پڙهندو هو جو انهيءَ اميرزادي جي عشق ۾ گرفتار ٿي چريو ٿي پيو. هن جي هيءَ روش استاد کي پسند نه آئي، تنهن مڪتب مان خارج ڪري ڇڏيس. ان بعد هو ويچارو وڇوڙي جي درد ۽ جدائيءَ جي داغ کان جلي اگر ٿي ويو. سدائين پريشان ۽ سرگردان پئي ڦريو ۽ حياتيءَ کان هٿ کڻي، موت لاءِ تيار ٿي ويو. اميرزادي کي ان جي حال کان آگاهي ٿي ويئي، تنهن ماڻهو

موڪليس ته. آخر هو ٻڌائي ته سندس هي روح ۽ راڙو، آهه ۽ فغان ڇا جي ڪري آهي؟ ان هٿ جواب موڪلياڻينس ته. مون تنهنجي عشق ۾ پنهنجي دل اڙائي ڇڏي آهي ۽ هن راهه ۾ جي تڪليفون مون ڏٺيون آهن، سي خدا شال ڪنهن کي نه ڏيکاري. امير زادي وري ٻيو دفعو پيغام موڪلي کانئس گهر ڪئي ته. جو ڪجهه تون چوين ٿو سو جيڪڏهن سچ آهي ته پوءِ پنهنجي دل ڪڍي مون ڏانهن ڏياري موڪل. هي پيغام ٻڌنديئي هن گهر وڃي، سينو چيري، دل طبق اندر وجهي، ان کي ڍڪي، نيا پي آٽينڊڙ کي آٽي ڏني ۽ کيس عرض ڪيو ته. هو ان منهن ڍڪيل طبق کي لڪائي کڻي وڃي ان اڳيان حاضر ڪري ۽ ائين چوندئي هو فورن مري ويو. جڏهن اميرزادي ان طبق کي کوليو، تڏهن ان جي خون سان ڀريل دل کي ڏسي، اکين آڏو اوندهه اچي ويس ۽ سارو مڪتب هڪ ماتم گهر بڻجي ويو. ان واقعي کان پوءِ انهيءَ اميرزادي پنهنجي ماريل جو ماتم شايان شان نموني ۾ ڪيو ۽ جو ڪجهه ان ڏس ۾ مناسب هو هن سو سڀ ڪيو. انهيءَ جي خاڪ (قبر) کي پنهنجي قبلو بنايائين ۽ ان جو ماتم پاڻ لاءِ هڪ لازمي مشغلو ڪري ورتائين.

اي يار! جيڪڏهن تون سمجهين ٿو ته تون دنيا جو پير آهين، ته به عشق جي رستي ۾ هڪ ٻار کان به گهٽ آهين. جيڪڏهن تون واقعي عاشق آهين ته، دل کي چيري ٻاهر آڻ ورنه اجائي لباڙ کان پاسو ڪر.

## هڪڙي عاشق جو پنهنجي معشوق کي مارڻ جو قصو

ڳالهه ٿا ڪن ته هڪڙو بزرگ، ڪنهن سهڻي تي عاشق ٿي پيو. اتفاق سان سندس معشوق موت جي بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي، وڃي پوين پساهن ۾ پيو. جڏهن عاشق کي اها خبر پيئي، تڏهن هٿ ۾ ڇري کڻي ڊوڙندو آيو ۽ اچي چوڻ لڳو ته، مان پنهنجي معشوق کي مارينديس. سڀيئي کيس بيوقوف سڏڻ لڳا ۽ کانئس پڇڻ لڳا ته آخر هن فعل (مرڻينگ کي مارڻ) ۾ ڪهڙي حڪمت آهي. جواب ڏنائين ته هو جڏهن منهنجي هٿان مرندو، تڏهن مان ان جي بدلي ۾ هتي ماريو ويندس، ۽ وري قيامت ڏينهن انهيءَ خاطر شمع جي طرح جلايو ويندس. ڇا منهنجي لاءِ هي جلڻ ڪافي نه آهي!

اي پيارا! تون دل کي هڪدم هن جهان کان هٽائي ڇڏ ته جيئن محبوب جي خلوت ميسر ٿيئي.

## حضرت ابراهيم عليه السلام جي وفات جو قصو

جڏهن حضرت ابراهيم عليه السلام جي مرڻ جي آخري گهڙي آئي، تڏهن هن حضرت عزرائيل کي آسانيءَ سان جان ڏيڻ کان انڪار ڪيو ۽ کيس چيائين ته، هو الله تعاليٰ کي وڃي چوي، ته هو هرويرو پنهنجي دوست جي جان نه وٺي. الله تعاليٰ کيس جواب ۾ چوائي موڪليو ته جيڪڏهن تون دوست آهين ته پوءِ پنهنجي دوست (مون) لاءِ جان جي قرباني ڏي. حاضرين مان هڪڙي حضرت ابراهيم عليه السلام کي چيو ته توهين حضرت عزرائيل کي جان ڇو نٿا ڏيو؟ حالانڪ عاشق ته هميشه انهيءَ راهه ۾ جان نثار هوندا آهن. حضرت ابراهيم عليه السلام جواب ڏنس ته مان جان ڇاجي ڪري ڏيان، جڏهن جو هو (عزرائيل) اچي اسان جي (مون ۽ الله تعاليٰ) وچ ۾ پيو آهي. جڏهن مان باهه ۾ اڇلايو ويو هوس، تڏهن جبرئيل اچي مون کي مدد جي آڇ ڪئي هئي، ليڪن مون ان ڏانهن نظر کڻي به نه ڏٺو هو ڇالاءِ جو هو مون ۽ منهنجي پروردگار درميان هڪ روڪ ٿي پيو هو. جڏهن مون جبرائيل کان ئي منهن ڦيري ڇڏيو تڏهن عزرائيل ڇا آهي؟ مان پنهنجي جان خوشيءَ سان انهيءَ ڪري نٿو ڏيان، جو چاهيان ٿو ته مان اهڙو حڪم (ته جان ڏي) انهيءَ کان پنهنجي ڪنين ٻڌان. بس ڳالهه صرف اها آهي.

## معرفت جي واديءَ جو بيان

طلب ۽ عشق جي وادين کي طئہ ڪرڻ کان پوءِ معرفت جي وادي سامهون ايندي، جنهن جو نه آهي منڍ ۽ نه آهي ڇيڙو. ڪا به اهڙي مخلوق ڪونهي، جو هن رستي جي ڏکيائيءَ سبب مختلف راهِ نه رکندي هجي. هن واديءَ جون واٽون ته مختلف آهن، ۽ ان ۾ هر هڪ پنهنجي حد اندر ظاهر ٿئي ٿو. سڀ ڪنهن جي رفتار ۽ ترقي هڪجهڙي نٿي رهي. انهيءَ ڪري ئي ته معرفت جي حصول ۽ سمجهه

۾ ماڻهو مختلف ٿي ويا. ڪن کي اها محراب اندر نظر آئي ته، ڪن کي وري بتخاني ۾ نظر آئي. جڏهن معرفت جو آفتاب خوب چمڪندو آهي، تڏهن هر هڪ پنهنجي درجي ۽ مقام کي سڃاڻي ويندو آهي ۽ سالڪ، هر ذري ۾ پنهنجي دوست کي ڏسندو آهي ۽ هر طرف انهيءَ جو ئي منهن نظر ايندو آهيس. ان جي منهن جي پردي اندران لکين اسرار رونما ٿين ٿا ۽ هن هنڌ ڪئين سالڪ گم ٿي وڃن ٿا. مشڪل سان ڪو هڪڙو وڃي ٿو اصل حقيقت کي پهچي ۽ انهن رازن کي چڱيءَ طرح سان سمجهي. هن عجيب راهه ۾ ڪو ڪامل هجي، جو ان گهري سمنڊ ۾ غوطو هڻي سگهي. خوش قسمتيءَ سان جيڪڏهن انهن اسرارن ڄاڻڻ لاءِ تو ۾ ڪجهه ذوق پيدا ٿي پيو ته، پوءِ هر گهڙيءَ تنهنجي شوق ۾ ويندو اضافو ٿيندو ۽ تنهنجي پياس هتي حد درجي کي پهچي وڃي ٿي.

اي پيارا! تو تي هي فرض عائد ٿئي ٿو ته، تون عرفان جي سمنڊ ۾ پاڻ کي ٻوڙي ڇڏين يا وري پنهنجي مٿي تي مٽي وسائين. هاڻي مان تو کي ٻه چار ڳالهيون ٻڌايان ٿو اميد ته تون انهن مان هدايت حاصل ڪندين.

## هڪڙي ماڻهوءَ جو پٿر ٿي وڃڻ

چين ملڪ جي ڪنهن جبل ۾، هڪڙو سنگدل ماڻهو آهي، جنهن جي اکين مان هميشه پيا لڙڪ وهن. جڏهن اهي لڙڪ زمين تي ڪرن ٿا، تڏهن پٿر ٿي پون ٿا. جيڪڏهن انهن مان ڪو هڪ پٿر ڪڪر جي هٿ چڙهي وڃي ته هوند هو قيامت تائين پيو افسوس ۽ ارمان جو مينهن وسائي.

هو هڪ سچار ۽ پاڪ مرد آهي. جيڪڏهن تو کي ڳولڻو آهي ته وڃي چين ۾ ڳولينس، ڇاڪاڻ ته بي همتن جي غصي ڪان هو پٿر ٿي ويو آهي. هن اونداهيءَ دنيا ۾ تنهنجو رهنما علم جو چراغ آهي. تون اٿ ئي پهر انهيءَ جي طلب ۾ لڳو رهه.

## هڪڙي معشوق جي ڳالهه

هڪڙو عاشق، جيئن پريشان حاليءَ ۽ عاجزيءَ سان مٽيءَ تي

سمهيو پيو هو. تيئن سندس معشوق اچي هڪڙي مناسب چٽني لڪي.
سندس آستين ۾ ٻڌي هليو ويو. جڏهن هو ننڊ مان اٿيو تڏهن چٽني
پڙهي خوني لڙڪ وهائڻ لڳو. چٽنيءَ ۾ لکيل هو تہ ”تون جيڪڏهن
واپاري آهين تہ اُتي اُن لاءِ ڪوشش ڪر ۽ جيڪڏهن زاهد آهين تہ
ساري رات بندگيءَ ۾ گذار ۽ جيڪڏهن تون عاشق آهين تہ ڪجھ
شرم ڪر. ڪڏهن عاشق غريب جي اکين کي ننڊ آهي؟ هاڻي
جيڪڏهن تون انهن مان هڪ بہ نہ آهين تہ پوءِ عشق جي ڪوڙي
دعويٰ نہ ڪر. تون ناداني کان عشق ۾ اچي اڙيو آهين. ڀلي سمهي
ننڊون ڪر.

## هڪڙي چوڪيدار جي عشق جي ڳالهہ

هڪڙو چوڪيدار ڪنهن تي عاشق ٿي پيو. جنهن سبب سندس
ننڊ آرام ڦٽي ويو. هڪڙي دوست چيس تہ آخر تون ڪا گهڙي ننڊ بہ
ڪر. ساري رات پيو بيخوابيءَ ۾ گذارين. جواب ڏنائين تہ عشق،
چوڪيدار جو ساٿي آهي. انهيءَ (چوڪيدار) کي ننڊ سونهين ئي نٿي.
هڪڙي چوڪيداري ۽ ٻيو ان سان گڏ عشق، تنهن ڪري ننڊ جو نہ
ڪو سوال ئي نٿو اُٿي. عشق هر رات منهنجو امتحان وٺي ٿو گويا
چوڪيدار جي چوڪيداري ڪري ٿو. تنهن ڪري بيخوابي منهنجي
مغز ۾ جاءِ ڪري ويئي آهي ۽ اها مون کي ڏاڍي مني لڳي ٿي.

اي متلاشي (ڳوليندڙ)، تون ننڊ کي خيرباد چئو ۽ دل جي گهٽيءَ
جي پاسباني (چوڪيداري) ڪر. ڇا لاءِ جو انهيءَ جي ارد گرد گهڻا چور
رهن ٿا. تون خبردار ٿي دل جي جوهر کي چورن جي لُٽِ کان حفاظت ۾
رک. ڇاڪاڻ تہ جڏهن ههڙي قسم جي چوڪيداري تنهنجي طبيعت
ٻڻجي ويئي، تڏهن تون عشق ۽ معرفت ٻنهي جو مالڪ ٻڻجي ويئين.
رات جو بيخوابيءَ ۾ خوني ڳوڙهن ڳاڙڻ سان ئي تہ معرفت حاصل
ٿيندي آهي. جيڪڏهن انهيءَ وقت ڪنهن ۾ عشق جو ذوق ظاهر ٿيو
تہ هن اڳيان ٻنهي جهانن جو راز کلي پوندو. پوءِ جيڪڏهن هو ڪمزور
هوندو تہ مضبوط ٿي ويندو ۽ جيڪڏهن اڳي ئي مضبوط هوندو تہ
موجزن درياءَ ٻڻي ويندو.

## عباسہ جي عشق بابت گفتگو

هڪ رات، عباسہ چيو تہ جنهن ماڻهوءَ ۾ عشق جي درد جو ذرو آهي، سو جيڪڏهن مرد آهي تہ، ان مان عورت پيدا ٿئي ٿي ۽ جيڪڏهن عورت آهي تہ ان مان مرد پيدا ٿئي ٿو. تو ڏنو آهي تہ حضرت آدم عليه السلام کان عورت پيدا ٿي ۽ حضرت مريم کان مرد پيدا ٿيو ۽ اهو انهيءَ ڪري آهي تہ، جيستائين جيڪي ڪي گهربل آهي، اهو تڪميل کي نٿو پهچي، تيستائين هي ڪم ڪڏهن بہ تو اڳيان، صفائيءَ سان ظاهر نہ ٿيندو.

جيڪڏهن تون هن جهان تي قانع رهندين تہ هميشه لاءِ ضايع ٿي ويندين. غير فاني بادشاهي فقط معرفت ۾ آهي. تون انهيءَ جي حصول لاءِ ڪوشش ڪر. جو شخص عرفان ۾ مست آهي، سو ساري مخلوق جو بادشاهہ آهي. جيڪڏهن دنيا جي بادشاهہ کي ان طرفان ڪا ٿورڙي آگاهي ٿي وڃي تہ، هوند هو ڏک ۽ ارمان کان سڀ ڪجهہ وساري، ويهي ماتم ڪن.

## هڪڙي ديواني جي ڳالهہ

سلطان محمود، جڏهن هڪ دفعي ڪنهن هنڌ تي پهتو، تڏهن هن اتي هڪڙو پيادل ديوانو ڏٺو، جو غم جي بار کان سر جهڪايو وينو هو. جڏهن بادشاهہ تي نظر پيس، تڏهن ان کي پري هٽي وڃڻ لاءِ چيائين ۽ کيس ٻڌايائين تہ، هو بادشاهہ نہ، پر هڪ پست همت ۽ خدا تعاليٰ جو ناشڪر بندو آهي. ڪاش! جيڪڏهن تو کي هيءُ معلوم ٿي وڃي تہ تون ان کان ڪيترو نہ پري پيو آهين!

## استغنيٰ جي واديءَ جو بيان

چوٿين وادي، استغنيٰ جي آهي، جنهن متعلق ڪو بہ ڏاڙ هڻي نٿو سگهي. هتي بي نيازيءَ جو جهولو اهڙو تہ سخت ٿو لڳي، جو هڪ پلڪ ۾ جهان کي نابود ڪري ٿو ڇڏي. ان اڳيان ست بهشت ۽ دوزخ ڪا معنيٰ ئي نٿا رکن. ۽ نهايت عجب جي ڳالهہ آهي جو هن واديءَ ۾ هڪ ڪِولِ بہ سؤ هاٿين جي طاقت رکي ٿي. هتي تون ڪو عمل ڪرين يا نہ

ڪرين، هيءَ جهان ئي بي نيازيءَ جو آهي. هن هنڌ جيڪڏهن هزارين جانيون ڪري پون تہ اهي سڀ هڪ بي پايان سمنڊ ۾، هڪ شبنم جي قطري برابر آهن. جيڪڏهن هي سڀئي آسمان ۽ تارا، ذرا ذرا ٿي پون، زمينون ۽ آسمان معدوم ٿي وڃن، ٻنهي جهانن ۾ ، جنن ۽ انسانن جو نشان ئي نہ رهي ۽ جيڪڏهن هيءَ ساري مخلوق خاڪ ۾ ملي وڃي تہ ان استغنيٰ جي دنيا کي ڪا پرواهہ ڪانهي، اها جيئن آهي تيئن رهندي. هاڻي نصيحت خاطر مان تو کي ٻہ چار حڪايتون ٻڌايان ٿو.

## هڪڙي جوان جي حڪايت

اسان جي ڳوٺ ۾ محمد نالي هڪڙو چنڊ جهڙو خوبصورت جوان کوہ ۾ ڪري پيو. ڪرڻ سان مٿس گهڻي مٽي پئجي ويئي، مگر ڪنهن شخص اَچي کيس باهر ڪڍيو ليڪن ان وقت، هو پوين پساهن ۾ هو. پڻس هيءَ حالت ڏسي چوڻ لڳ: "اي بابا، تون مون پيءُ سان تہ مهرباني ڪري ٻہ ٽي لفظ ڳالهاءِ." ان جواب ۾ چيس: محمد هجي يا ڪو ٻيو[1] ، هتي ڳالهائڻ جي جاءِ ڪانهي. بس ائين چئي هن دم ڏنو.

اي سالڪ! ڪجهہ غور سان ڏس: ڪٿي محمد ۽ ڪٿي آدم جو اولاد، ڪٿي جزئيات ۽ ڪٿي ڪُليات، هتي تہ سڀ گم آهن ۽ ڪنهن جي ٻہ هلي نٿي!

## شيخ يوسف همدانيءَ جي حڪايت

يوسف همداني، جو انهيءَ راهہ کان آگاهہ هو، تنهن هڪ شخص کي چيو تہ جيڪڏهن تون عرش تي وڃي وري واپس زمين موٽي اچين تہ اهو ٻہ آسان آهي ۽ جو ڪجهہ ٿيو ۽ ٿيندو، نيڪي خواہ بدي، سڀ ان درياءَ جو هڪ قطرو آهي، ليڪن هيءَ وادي ڏاڍي اوکي آهي ۽ تون محض ناداني کان ان کي سهل سمجهي وينو آهي. هن جهان ۾ تون

---

[1] هتي محمد لفظ ۾ حضرت محمد ﷺ جن ڏانهن اشارو آهي ۽ ان جي پيءُ ۾ اشارو وري حضرت آدم عليه السلام ڏانهن آهي. مطلب تہ هن واديءَ ۾ ڪو ٻہ ڪنهن جي دستگيري ڪري نٿو سگهي. هر ڪو پنهنجي جان ڇڏائڻ ۾ ئي پورو آهي.

ڪيترو بہ رستو طئہ ڪندين، تہ بہ ڏسندين تہ اهو اجا تنهنجو پهريون قدم آهي، ڇاڪاڻ تہ هن رستي جي نہ تہ ڪا انتها آهي ۽ نہ هن درد جي ڪا دوا. تون ان اندر ڪيترو بہ هلندو ۽ ڊوڙندو وڃين، مگر قيامت تائين تون گهنڊ جو آوز نہ ٻڌندين (دربار عالي تنهنجي وهم ۽ گمان کان ٿي پري آهي). تون هر حالت ۾ هن جهان جي بي نيازيءَ ۽ بيپرواهيءَ کي لحاظ ۾ رکيو اچ، ڇالاءِ جو هن دربار ۾ استغنيٰ جي اها بجلي ٿي چمڪي، جنهن جي گرميءَ کان سوين جهان هڪ پلڪ ۾ سڙي ڀسم ٿي وڃن ٿا.

## هن جهان جي دشواريءَ جي حڪايت

هڪڙو ڏاهو حڪيم (نجومي)، جيئن مٽيءَ جي تختيءَ تي سيارن ۽ ثابت ستارن، آسمان ۽ زمين جا نقوش ڪڍي، انهن تي-پنهنجو فيصلو مرتب ڪندو آهي ۽ سعادت يا نحوست جا چٽ چٽيندو ۽ موت ۽ جمر جا خانا بنائيندو آهي ۽ بعد ۾ جڏهن نحوست جو حساب سعادت سان بدلجي ويندو آهي، تڏهن انهيءَ تختيءَ کي وٺي ڇنڊيندو آهي، ڇڪ اهي نقوش اصل هئا ئي ڪو نہ. تيئن هن دشوار جهان جو نقشو بہ آهي. تون جيڪڏهن ان جو تاب جهلي نٿو سگهين تہ، ان جي چوڌاري چڪر ڪاٽيندو رهہ ۽ وچي ڪا ڪنڊ وساءِ.

## شخص جنهن اڳيان پردو هٽايو ويو، تنهن جي حڪايت

هڪڙي عارف، ڪنهن شخص کي چيو: عالم اسرار تان پردو هٽايو ويو آهي. غيب کان فورن آواز آيو: "اي ٻڍا! جو ڪجهہ گهرڻو هجيئي سو جلدي گهري وٺ." ٻڍي، هن جواب ۾ چيو تہ، مون ٻڌو آهي تہ نبي سڳورا هميشہ هر ڪنهن قسم جي تڪليف ۾ مبتلا رهيا آهن. هاڻي جڏهن نبين سڳورن جي هيءَ حالت هئي، تڏهن هن غريب ٻڍي کي ڪٿي ٿي راحت ملي سگهي؟ مان نہ عزت ٿو چاهيان ۽ نہ ذلت. ڪاش مون مسڪين کي هن عاجزيءَ ۾ ڇڏيو وڃي!

## هڪڙيءَ مک جي حڪايت

هڪڙي مک. جيئن پنهنجي ثمر لاءِ وچي رهي هئي، تيئن ڪنهن ڪنڊ ۾ ماکيءَ جو مانارو ڏسي متس شائق ٿي پيئي ۽ چوڻ لڳي: ڪا آزاد مخلوق هجي. جا مون کان هڪڙو جؤ وني. مون کي هن ماناري ۾ آٽي اندر ويهاري. ڪنهن شخص هي ٻڌي. ان کان جؤ وني کيس اندر جاءِ ڏني، پر جڏهن مک جو وچي ماکيءَ سان ڪم پيو. تڏهن ان ۾ ڦاسي پيئي ۽ جيترو پاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪيائين. تيترو سوگهي ٿي ويئي. هيءَ حال ڏسي رڙيون ڪرڻ لڳي ته. مان ته مصيبت ۾ اچي ويئي آهيان ۽ ماکي ته مون لاءِ زهر کان به زياده ڪڙي ٿي پيئي آهي. مان هاٽي هڪ جوَ جي عيوض ٻه جوَ ڏيان ٿي ته جيئن هن قيد کان ٻاهر نڪري اچان.

اي برادر. هن واديءَ ۾ ڪو به شخص هڪ گهڙي به شال فارغ نه هجي، ۽ هن واديءَ جو سالڪ به ڪو پختو صوفي هجي!

## هڪ گودڙئيءَ جي عشق جي حڪايت

هڪ مشهور گودڙيو ڪنهن شڪاريءَ جي ڇوڪريءَ تي بيتاب عاشق ٿي پيو ۽ ان جي منهن لاءِ انهيءَ جي گهٽيءَ جي ڪتن سان رات جو گذ گذاريندو هو. جڏهن ڇوڪريءَ جي ماءُ کي اها خبر پئي، تڏهن چيائينس ته اسان جو ڌنڌو آهي. ڪتا ذارڻ ۽ پالڻ ۽ جيڪڏهن تون اسان جو ڌنڌو اختيار ڪرين ته سال کان پوءِ تون نڪاح ڪري سگهين ٿو. شيخ چاڪاڻ ته عشق ۾ مضبوط هو. تنهن ڪري گودڙي اڇلائي، ڪتي کي هٿ ۾ وني، بازار ويندو رهيو ۽ سال کن اهو ئي ڪم ڪندو رهيو. هڪڙي ڏينهن هڪ رفيق صوفيءَ هيءَ حالت ڏسي. کيس چيو ته. ٽيهه سال تون پورو صوفي هئين ۽ هاٽي هي تو ڇا ڪيو آهي؟ جواب ڏنائين ته. تون اڃا غافل آهين. بهتر آهي ته تون هن ڳالهه کي ڏيگهه نه ڏي، ڇاڪاڻ ته الله تعاليٰ رازن کان چڱيءَ پر واقف آهي، ٿي سگهي ٿو هو جڏهن توکي مون مٿان مواتر معنيٰ ڏيندي ڏسي، تڏهن هن ڪتي کي مون هٿان ڇڏائي تنهنجي هٿ ڇڏي!

## حضور قلب جي حڪايت

هڪڙي مريد، جڏهن مرشد کان حضور قلب بابت نڪتو دريافت ڪيو، تڏهن هن کيس جواب ڏنو تہ توهان سڀيئي منهن ڏوئي اچو تہ مان اهو نڪتو بيان ڪريان. توهان جڏهن تہ نجاست ۾ ٿڦيا (لت پت ٿيا) پيا آهيو، تڏهن ان نڪتي ٻڌائڻ مان طرفين کي ڪهڙو فائدو؟

## توحيد جي واديءَ جو بيان

پنجين وادي، توحيد جي آهي ۽ هيءَ تفريد ۽ تجريد جي منزل آهي. جڏهن هن واديءَ ۾ سالڪ منهن مٿي ڪڻندا، تڏهن هڪ ئي گريبان مان سر ٻاهر ڪڍندا. هتي وڏو عدد يا ننڍو، سڀ هڪ آهي. هو حد ۽ عدد کان بالاتر آهي، تنهن ڪري ازل ۽ ابد کان نظر ڦيري ڇڏ. هوئي موحد ۽ واجب الوجود آهي ۽ هن کانسواءِ ٻيو ڪجھ آهي ئي ڪونہ. ڇڳو هاٿي تون بہ چار آکاڻيون ٻڌي ڇڏ، جن ۾ تنهنجي ڀلائي آهي.

## هڪڙي شخص جو ديواني کان سوال

ڪنهن شخص، هڪڙي ديواني کان پڇيو تہ، هن جهان جي سمجهاڻي تہ ڏي، تہ اهو ڪهڙو آهي؟ جواب ڏنائين تہ ماکيءَ جي ڳنڍيل مکين جيان رنگارنگي آهي. جيڪڏهن ڪو شخص انهن کي هٿ ۾ وني مليندو تہ اُهي سڀ موم بڻجي وينديون. هاڻي جڏهن اصل ۾ هي سڀ موم هُيون، تڏهن ايترن رنگن جي تہ ڪا حقيقت ئي ڪانهي. جڏهن سڀ هڪ آهي ۽ ٻيائي ڪانهي، تڏهن هتي تون ۽ مان، جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي.

## هڪ پوڙهيءَ جي آکاڻي

هڪڙي ٻيڙي، ابو عليءَ وٽ هڪڙو سونهري ڪاغذ کڻي آئي، ليڪن هن کانئس وٺڻ کان انڪار ڪندي ٻڌايو تہ، مون عهد ڪيو آهي تہ الله تعاليٰ کانسواءِ ٻئي ڪنهن کان بہ ڪا شيءِ نہ وٺندس. ٻيڙيءَ کيس فورن جواب ڏنو تہ، هيءَ تنهنجي ٽيڏائي آهي ۽ جيڪڏهن تون واقعي ٽيڏو نہ آهين تہ، ڪيستائين غير(ٻئي) کي ڏسندين؟ پختي

صوفيءَ جي نظر ۾ تہ هتي غير آهي ئي ڪونہ. ڇالاءِ جو هتي نہ ڪعبو آهي ۽ نہ ڪليسا. هو ڪڏهن انهيءَ ۾ تہ ڪڏهن انهيءَ مان تہ ڪڏهن انهيءَ سان آهي. هر شخص پوءِ هو عيبدار هجي يا بي عيب، غيب جي گريبان اندر (پاڻ سان هڪ) آفتاب رکي ٿو. آخر هڪ ڏينهن اهڙو ايندو جڏهن هو ان کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ونندو ۽ پوءِ جو بہ ان آفتاب اندر پهچي ويو سو يقينن نيڪيءَ ۽ بديءَ کان آزاد ٿي ويو. ڇالاءِ جو جيستائين انسان پنهنجي هستيءَ ۾ گرفتار آهي، تيستائين تہ هن مان نيڪيءَ ۽ بديءَ جو رڳڙو هلندو رهندو.

اي بندا! تنهنجي جسم اندر اڪيچار گندگي آهي ۽ منجهس نانگ ۽ وڇون لڪا پيا آهن. جيڪڏهن تون ڪا ڪوشش ڪري انهن مان هر هڪ کان ڪو ڇوٽڪارو حاصل نہ ڪندين تہ اهي تو کي (مرڻ بعد قبر ۾) قيامت تائين ڏنگيندا رهندا.

سالڪ جڏهن هن هنڌ پهچي ٿو، تڏهن اهو هنڌ ۽ سالڪ ٻئي گم ٿي وڃن ٿا. هو هتي گم ٿئي ٿو. ڇالاءِ جو گم ٿيڻ ۾ ئي هو ظاهر ٿئي ٿو ۽ گنگو ٿي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ تہ گنگي ٿيڻ ۾ ئي هو گويا بڻجي ٿو. هو جزو ٿي ڪل ٿي وڃي ٿو پوءِ نہ ڪل رهي ٿو نہ جزو. عقل هن درگاهہ جي دروازي کان ٻاهر ڪِريو پيو آهي ۽ مادرزاد انڌي ۽ ٻوڙي مثل آهي، جو بہ شخص هن درگاهہ کان ذرو بہ واقف ٿيو، تنهن ٻنهي جهانن کان منهن ڦيري ڇڏيو.

## شيخ لقمان (سرخسيءَ) جي مناجات

هڪ دفعي لقمان (سرخسي)، دعا ۾ چئي رهيو هو: "اي منهنجا مولي، مان هينئر ٻڍيو پريشان ۽ صفا جهور ٿي ويو آهيان. مون کي هينئر ڪا خوشي ۽ آزادي عطا ڪر،غلام بہ جڏهن پوڙهو ٿي ويندو آهي، تڏهن ان کي آزاد ڪيو ويندو آهي." غيب مان آواز آيس: "جو شخص بندگيءَ کان آزادي چاهي ٿو تہ، ان جو عقل ۽ تڪليف (شرعي قيد) ٻئي محو ٿي وڃن ٿا. هاڻي تون انهن ٻنهي کي ترڪ ڪري اڳتي قدم وڌاءِ." هي ٻڌي عرض ڪيائين: اي منهنجا پروردگار! مان هميشه (لاءِ) تو کي چاهيان ٿو مونکي عقل ۽ تڪليف گهرجن ئي نہ. بس پوءِ

انهن ٻنهي کي ڇڏي نچندو ۽ تاڙيون وڄائيندو چوندو ويو تہ مان نہ ڄاڻان تہ مان ڪير آهيان. جڏهن مان ٻندو ئي نہ آهيان تڏهن خبر نہ آهي تہ الائجي ڇا آهيان. ٻندگي ويندي رهي ۽ ان سان گڏ آزادي بہ. نہ دل ۾ ڪو غم آهي ۽ نہ خوشي. مان هينئر عارف برابر آهيان، ليڪن معرفت کان خالي. مان نٿو ڄاڻان تہ آيا تون منهنجي جاءِ ۾ آهين يا مان تنهنجي جاءِ ۾ آهيان. ها، جڏهن مان تو ۾ محو ٿي ويس تڏهن (ٻوءِ) ٻيائي ڇا جي؟ (ويندي رهي).

## هڪڙي معشوق جو پاڻيءَ ۾ ڪِرڻ

اتفاق سان هڪ معشوق پاڻيءَ ۾ ڪري پيو. عاشق هي ڏسنديئي ڪٽي پاڻ اندر اڇلايو. جڏهن پاڻيءَ ۾ هڪ ٻئي سان مليا، تڏهن معشوق عاشق کي چوڻ لڳو تہ. جيڪڏهن مان ڪٽي قضا سان پاڻيءَ ۾ ڪِري پيس تہ. آخر تو کي ڪهڙي اچي لاچار واريو هو(جو تو بہ ڪٽي پاڻ اڇلايو). عاشق جواب ڏنس: مون اهو انهيءَ ڪري ڪيو جو مان پاڻ کي توکان سواءِ سڃاڻان ئي نٿو (مان پاڻ کي بہ تنهنجي ئي ذات سمجهان ٿو). ڪنهن زماني کان مون کي هڪ شڪ آهي تہ تون مان آهيان ۽ مان تون آهين. مان ۽ تون هڪ آهيون. اسان درميان دوئي آهي ئي ڪانہ. يا تون مان آهيان يا مان تون آهين. جيستائين ٻيائي قائم آهي، تيستائين شرڪ باقي آهي، جڏهن اها ويئي تڏهن توحيد مڪمل طور حاصل ٿي والسلام.

## سلطان محمود ۽ اياز جي آکاڻي

هڪڙي مبارڪ ڏينهن سلطان محمود، حسن وزير ۽ اياز سان گڏ، جيئن پنهنجي ٻي انداز لشڪر جو جائزو وٺي رهيو هو. تيئن هن اياز کي چيو تہ. هي سارو لشڪر تنهنجي ملڪيت آهي ۽ منهنجو بادشاهہ بہ تون ئي آهين، ليڪن اياز تي انهن لفظن جو ڪو اثر ڪو نہ پيو ۽ هن ڪنهن بہ قسم جو ادب بجا نہ آندو. حسن کان هي ڏٺو نہ سنو. تنهن چيس تہ آخر تون بادشاهہ جو غلام آهين. اهڙيءَ بي ادبيءَ سان ٻيهڻ قطعن نامناسب ۽ حق شناسيءَ جي بالڪل خلاف آهي. ان تي اياز

ٻڌايس ته هن جا ٻه واجبي سبب آهن. هڪڙو هيءَ آهي ته جو به شخص بادشاهه جي خدمت خلوص ۽ بيريائيءَ سان ڪري ٿو اهو ان اڳيان ذلت ۽ عاجزيءَ سان بيهي ڳالهه ڪري ٿو. هاڻي پاڻ کي بادشاهه کان متي يا هيٺ ڪري ڏيکارڻ به هڪ طرح کان بادشاهه سان مقابلو ۽ برابري ڪرڻي آهي (پاڻ کي گهٽ ڪري ڏيکارڻ به هڪ قسم جي خوديءَ جي نشاني آهي). اياز به انهيءَ جي ملڪيت آهي. ته خلعت به انهيءَ جي ملڪيت آهي. ۽ مان ڪجهه به نه آهيان ۽ فرمان سارو انهيءَ جو آهي. جا مهرباني هي بادشاهه هر روز ڪري ٿو سا گويا اج هن اياز سان ڪئي. انهيءَ جو ٿورو ٻئي جهان تائا لاهي سگهن. حسن ان جي هن جواب کي ڏاڍو پسند ڪيو ۽ چوڻ لڳو ته. تون هر وقت سون ۽ هزارن انعامن جو لائق آهين. جڏهن ڪانئس ٻئي جواب بابت پڇيائين. تڏهن اياز ٻڌايس ته اهو تنهنجي اڳيان ٻڌائڻ مناسب نه آهي. جيڪڏهن مان ۽ بادشاهه پاڻ ۾ اڪيلا هونداسون ته. پوءِ هن راز جي گهڻي حفاظت ڪنداسون. پر چاڪاڻ ته تون رازدار نه آهين ۽ نه وري بادشاهه ئي آهين. بادشاهه انهيءَ دم حسن کي روانو ڪري ڇڏيو ۽ اياز کي چيو: هينئر خلوت ميسر آهي. تنهن ڪري اهو راز ۽ جواب مون کي ٻڌاءِ. اياز عرض ڪيو ته. جو به (شخص) بادشاهه جي ڪمال مهربانيءَ کان مون مسڪين ڏي نظر ڪڻي نهاري ٿو ته انهيءَ هڪ نگاهه جي عڪس جي روشنيءَ ۾ منهنجو سارو وجود محو ٿي وڃي ٿو. هاڻي جڏهن بادشاهه جي آفتاب اڳيان منهنجي وجود جو نالو ئي نٿو رهي. تڏهن مان ڪيئن تنهنجي اڳيان نياز ۽ نوڙت ڪريان. جيڪڏهن تون ان وقت ڪنهن کي ڏسين ته اهو مان نه هوندس. بلڪ بادشاهه محمود پاڻ هوندو آهي. هاڻي جڏهن بندو پنهنجي ذات کان ئي فاني ٿي ويو ته پوءِ هاڻي جيئن تنهنجي دل چاهي تيئن ڪر.

## حيرت جي واديءَ جو بيان

جڏهن تون حيرت جي واديءَ ۾ پير پائيندين. تڏهن سدائين پاڻ کي درد ۽ حسرت ۾ ڏسندين. آهه ۽ سوز ۾ پيو سڙندين. ڏينهن ۽ رات جي تو کي ڪا خبر ڪانه رهندي. انهيءَ واديءَ جو سالڪ هڪ وسايل

باھ جي طرح. ان جي درد کان خوب پچيل ۽ سڙيل هوندو آهي. توحيد جي واديءَ جو ڪجھ سندس دل تي لکيو هو سو سڀ هتي گم ٿي وڃي ٿو ۽ ڪيس پتوئي نٿو رهي تہ هو آهي ڪٿي ۽ ڇا آهي؟ نہ هن کي باقي هئڻ جو ڪو علم رهي ٿو ۽ نہ فاني هئڻ جي ڪا ڄاڻ. ۽ جيڪڏهن ڪانئس پڇيو ويندو تہ جواب ۾ چوندو تہ مان قطعن نٿو ڄاڻان تہ مان ڇا آهيان. ڪجھ آهيان بہ يا نہ. عاشق آهيان, ليڪن اھا خبر ڪانہ اٿم تہ ڪنهن تي. مان نہ مسلمان آهيان ۽ نہ ڪافر. خبر نہ آهي تہ ڇا آهيان! هاڻي مان توکي بہ چار ڪهاڻيون ٻڌايان ٿو تہ جيئن تون هن حقيقت کي چڱيءَ طرح سان سمجھين.

## بادشاھ جي ڌيءَ جو هڪ غلام تي عاشق ٿيڻ

هڪڙي بادشاھ وٽ, هڪ چنڊ جھڙي ڌيءَ هئي, سندس سونهن ۽ سوڀيا اڳيان پريون پئي شرمايون. سچ پچ هوءَ يوسف ثاني هئي ۽ حسن ۽ جمال جو هڪڙو مجسمو هئي. هن جي هڪ ئي نگاھ ڏسندڙن کي ڦٽي ۽ دائمي داغ لڳائي ٿي ڇڏيو. هڪ دفعي هڪڙو غلام, بادشاھ وٽ نوڪري لاءِ آيو ۽ هو بہ اهڙو تہ مليح ۽ موچارو هو جو سج ۽ چنڊ سندس اڳيان بي نور پئي ٿيا ۽ هو پنهنجي خوبصورتيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. اتفاق سان هڪ ڏينهن ان ڇوڪريءَ جي, ان ڇوڪري تي وڃي نگاھ پيئي. بس سندس دل سندس هٿان هلي ويئي. عقل ۽ هوش بہ کانئس موڪلائي ويا ۽ عشق مٿس مڪمل قبضو ڪري ورتو. ڪجھ ڏينهن تہ فڪر ۽ خيال ۾ رهي, ليڪن شوق ماريل, فراق سڙيل آخر بيچين ۽ بيقرار ٿي پيئي. وٽس ڏھ ڳائيندڙ ٻانهيون هيون, جي ڳائڻ ۾ داؤدي فن رکنديون هيون. لاچار ٿي انهن سان پنهنجو حال اوريائين ۽ کين چيائين تہ مان هن غلام لاءِ تڙپي رهي آهيان, مان هن جو وصال چاهيان ٿي, ليڪن اهڙيءَ طرح جيئن هن کي خبر ئي نہ پوي. هيءَ ڳالھ ٻڌي سيئي ڪيس دلداري ڏيندي چوڻ لڳيون تہ, اسان ان کي رات جو ڪنهن مهل اهڙيءَ طرح لڪائي وٺي اينديونسين, جو هن کي خبر ئي نہ پوندي. نيٺ هڪڙي ٻانهي وڃي ڪيس شراب پيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي, جنهن سبب هو مست ۽ بيخبر ٿي ويو. بس جلدئي

ڪيس هڪ بستري تي سمهاريندي، ڪٽي آٽي ان ڇوڪريءَ اڳيان پيش ڪيائونس، جتي وري هن کي هڪ سوني تخت تي ويهاريو ويو ۽ مٿس هيرا ۽ جواهر گهوريا ويا. اڌ رات جو جڏهن نيم مستيءَ ۾ هن پنهنجون نرگس مثل اکيون پٽيون، تڏهن هڪڙو عجيب محلات ڏسي حيرت ۾ اچي ويو. جو ساروئي خوشبوءِ سان پئي ٻهڪيو. انهيءَ دم راڳيندڙين پنهنجو راڳ شروع ڪيو، جنهن (راڳ) عقل ۽ هوش ٻنهي کي لٽي ڇڏيوس. ڇوڪرو ساري رات انهيءَ ڇوڪريءَ جي منهن ڏسڻ ۾ ئي گم هو ۽ کيس خبر نہ هئي تہ هو ڪٿي آهي. سينو عشق سان لبريز، زبان گونگي ۽ سندس دل شوق کان ئي پئي تڙپي. جنهن وقت سندس اکيون معشوق جي منهن ۾ ڪتل هيون ۽ موسيقارن جو سريلو آواز ڪنن ۾ پئي آيو ۽ سندس دل ۽ دماغ خوشبوءِ کان معطر هئا. تنهن وقت انهيءَ ڇوڪريءَ ان کي هڪڙو شراب جو گلاس پياريو ۽ دل کولي چمي بہ ڏنائينس. ان جون اکيون ڇوڪريءَ جي منهن ۾ لڳل هيون ۽ پاڻ ان اڳيان حيران هو ۽ چاڪاڻ تہ سندس زبان ٻولي نٿي سگهي، تنهن ڪري ان اڳيان ڳوڙها ڳاڙيندو ۽ ڪنڌ نوائيندو رهيو. هوڏانهن ڇوڪري بہ هر وقت سندس منهن تي لڪين لڙڪ وهائيندي، سندس چپن کي چميون ڏيندي، سندس وارن سان راند ڪيڏندي ۽ سندس جادوءَ پريل اکين ۾ گم ٿيندي پئي ويئي. هو مست غلام معشوق اڳيان. اکيون ڪليل، بيهوش پيو هو تان جو اچي صبح ٿيو. ليڪن صبح جي منڙي هير وري هن کي سمهاري ڇڏيو ۽ پوءِ انهيءَ حالت ۾ کيس آٽي پنهنجي جاءِ تي پهچايائون. جڏهن ڪجهہ هوش سنڀاليائين، تڏهن ڪجهہ شور ڪرڻ ۽ پريشان حاليءَ جو مظاهرو ڪرڻ لڳو ۽ پنهنجا ڪپڙا ڦاڙڻ، وار پٽڻ ۽ مٽي تي مٽي وسائڻ لڳو. جڏهن ڪائنس ان بابت پڇيو ويو، تڏهن جواب ڏنائين تہ مان هن قصي کي ظاهر ڪري نٿو سگهن. هيءُ هڪ عجيب راز آهي، جو ڪڏهن وقوع ۾ ئي نٿو اچي سگهي. هوءَ هڪڙي خواب جهڙي حالت هئي، ليڪن نہ ظاهر نہ باطن. اها نہ تہ هڪ گهڙيءَ لاءِ دل تان محو ٿئي ٿي ۽ نہ وري مان ان جو ڪو پتو ئي تو لڳائي سگهان. مون هڪ اهڙي حسين هستي ڏٺي، جنهن جهڙي دنيا ۾ آهي ئي ڪانہ. مون جيتوڻيڪ ان کي ڏٺو پر منهنجو ڏسڻ

نہ ڏسڻ جي برابر آهي. هاڻي مان هنن ٻن حالتن جي وچ ۾ پريشان ۽ حيران آهيان!

## هڪڙيءَ ماءُ جي ڪهاڻي

هڪڙي ماءُ، پنهنجي نياڻيءَ جي قبر تي پئي رني تہ هڪ عارف هي ڏسي چوڻ لڳو: هيءَ عورت مردن کان بازي کٽي ويئي، ڇالاءِ جو برخلاف اسان جي هوءَ چڱيءَ طرح سمجهي ٿي تہ ڪنهن گم ڪيل شيءِ کان پري پيتي آهي ۽ ڪنهن کان هن کي ايتري بي صبري آهي. اها مبارڪ زال آهي جا اصل حال کي ڄاڻي ٿي ۽ ان سان گڏ ان کي بہ جنهن لاءِ روئڻ جڳائي. مشڪل ۾ تہ مان آهيان جو رات ڏينهن مصيبت ۾ پيو آهيان ۽ هي معلوم نہ اٿم تہ آخر ڪنهن ڪاڻ روئان ٿو ۽ نہ اها ئي خبر اٿم تہ مان ڪنهن کان نکڙي پري پيو آهيان.

## هڪڙي صوفيءَ جي ڪهاڻي

هڪڙو صوفي، جيئن وجي رهيو هو تيئن ڪنهن شخص جو آواز ڪنين پيس، جو چئي رهيو هو تہ، مون پنهنجي ڪنجي وڃائي آهي، جيڪڏهن ڪنهن لڌي هجي تہ ڏئي، جو منهنجو در بند پيو آهي، آخر مان ڪيترو وقت ٻاهر ويٺو رهندس. صوفيءَ هي ٻڌي کيس چيو: جڏهن تون دروازي کي ڄاڻين ٿو تڏهن اهو ڪافي آهي، ڀلي بند پيو هجي، ضرور ڪو نہ ڪو اچي ان کي کوليندو. تنهنجو ڪم تہ آسان آهي، ليڪن مشڪل ۾ مان اچي پيو آهيان جو حيرت کان منهنجي جان جلي رهي آهي. منهنجي ڪم جو نہ آهي منهن نہ سر، نہ ان جو ڪو دروازو آهي ۽ نہ ڪا ڪنجي. ڪاش! هيءُ صوفي هميشه تلاش ۾ ڊوڙندو رهي ها ۽ هڪ ڏينهن وڃي ان دروازي کي لهي کولي ها!

## نصرآبادي شيخ جي ڪهاڻي

نصرآبادي شيخ ۾ جڏهن عشق جو درد پيدا ٿيو تڏهن توڪل سان چاليهہ حج ڪيائين. ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد ڪنهن شخص کيس ڏٺو تہ، سندس وار اڇا ٿي ويا آهن، جسم ڳري لاغر ٿي ويو آهي ۽

ڪيس هڪڙي گوڏ ۽ زنار بدل آهي. شيخيءَ جي ڪا بہ دعويٰ نٿي ڪيائين ۽ آتش خاني جي چوڌاري پئي ڦريو. راوي چوي ٿو تہ جڏهن مون ڪانئس ان جو سبب پڇيو، تڏهن جواب ۾ چيائين تہ منهنجو معاملو ڏاڍو نازڪ پئجي ويو آهي. ۽ حيرت جي اهڙي تہ باهہ لڳل آهي. جنهن نہ فقط منهنجو ننگ ۽ ناموس، مگر اگر تگر سڀ ساڙي ناس ڪري ڇڏيو آهي. ۽ مان پنهنجي ڪم ۾ ماڳهين ڇريو ٿي پيو آهيان.

## مريد جو پير کي خواب ۾ ڏسڻ

هڪڙو نئون مريد، پنهنجي پير کي خواب ۾ ڏسي چوڻ لڳو تہ مان تنهنجي جدائيءَ ۾ ڳري رهيو آهيان، ۽ هتي حيرت ڪان منهنجي دل سڙي ويئي آهي. هٽي تون پنهنجي حال ۾ خبر ڪر (تہ ڇا ڏٺئي؟) پير ٻڌايس تہ مان هن جهان ۾ بيحد حيران ۽ مست آهيان ۽ هميشه ڏندين آڱريون اٿم. آخرت ۾ جا حيراني درپيش اچي ٿي، تنهنجي اڳيان دنياوي حيراني ڪجهہ بہ نہ آهي.

## فقر ۽ فنا جي واديءَ جو بيان

حيرت جي واديءَ کان پوءِ فقر ۽ فنا جي وادي اچي ٿي. جنهن بابت ڪجهہ چوڻ ئي مناسب نہ آهي. سالڪ هن هنڌ پهرين ئي قدم ۾ گم ٿي وڃن ٿا. ۽ اها عين فراموشي، گونگائي، ٻوڙائي ۽ بيهوشيءَ جي وادي آهي. هي ٻئي جهان انهيءَ (واديءَ جي) سمنڊ جا ڇٽ آهن. پلا جڏهن سارو سمنڊ جنبش ڪندو، تڏهن هي ڇٽ ڪيئن ٿا رهي سگهن؟ جو بہ هن سمنڊ ۾ گم ٿيو سو هميشه لاءِ آرامي ٿيو. هن راحت پرئي سمنڊ ۾ سواءِ گمشدگي ۽ سرگردانيءَ جي ٻيو ڪجهہ نہ آهي. ها، جڏهن انهيءَ گمشدگيءَ کان سالڪ کي رهائي ملي ٿي، تڏهن گهڻائي راز ڪيس معلوم ٿي وڃن ٿا. هاڻي مان تو کي بہ چار نصيحت پريون آکاڻيون ٻڌايان ٿو.

## معشوق طوسيءَ جي آکاڻي

هڪ رات معشوق طوسيءَ پنهنجي مريد کي چيو تہ تون سدائين ڳرندو رهہ. جڏهن تون عشق اندر سارو ڳري ويندين، تڏهن ڪمزوريءَ

ڪان وار وانگر ٿي وبندين. ۽ پوءِ جڏهن تنهنجي شخصيت وار مثل سنهي ٿي ويندي. تڏهن اها تنهنجي جاءِ بہ وچي محبوب جي زلفن ۾ ناهيندي. جو شخص خوديءَ ڪان فارغ ٿيو سو جهٽڪ فنا ٿيو ۽ جو فنا ٿيو سو باقي رهيو.

## هڪڙي عاشق جي آڪا ٽي جو گهٽو پئي رُنو

هڪڙو عاشق. هڪ ڏينهن ڏاڍو روئي رهيو هو. جڏهن ڪنهن ان جو سبب پڇيس. تڏهن جواب ڏنائين تہ. مون ٻڌو آهي تہ سيان قيامت ڏينهن الله تعاليٰ چاليهہ سال لاڳيتو پنهنجي بندن کي زيارت ڪرائيندو. ڪا گهڙي اهي لوڪ هوش ۾ بہ ايندا ۽ ناز ۾ پرورش وٺي وري عاجزيءَ ۾ ڪري پوندا. تنهن ڪري مان هن ڪري روئان ٿو تہ. جڏهن مان هوش ۾ ايندس. تڏهن انهيءَ هڪڙيءَ گهڙيءَ کي ڇا ڪندس؟ انهيءَ غم کان تہ چاهيان ٿو تہ. پاڻ کي ماري ڇڏيان (مارڻ گهرجي). جڏهن مان پاڻ کي پاڻ کان خالي ڏسندس تڏهن مان خدا تعاليٰ سان هوندس. ورنہ ڏاڍو خراب ۽ بڇڙو نظر ايندس. بس جنهن وقت خودي کان آزادي حاصل ٿي. تنهن وٽ اها بي خودي مون لاءِ عين خدائي هوندي.

## پتنگن جو شمع جي ڳولا ۾ گڏ ٿيڻ

هڪ رات. سڀ پتنگ اچي هڪ هنڌ ڪنا ٿي چوڻ لڳا تہ اسان مان هڪڙو اهڙو هجي جو وڃي اسان جي مطلوب جي ڪا خبر وٺي اچي. انهن مان هڪڙو اٿي. هڪ محل اندر وڃي. شمع جي نور کي پري کان ڏسي. واپس اچي پنهنجي سمجهہ آهر ان جي تعريف ڪيائين. ليڪن منجهن هڪڙو واقفڪار موجود هو جنهن هي ٻڌي چيو تہ. هن کي شمع متعلق ڪا آگاهي ڪانهي. وري هڪڙو ٻيو روانو ٿيو ۽ روشنيءَ کي ڏسندي ئي ڪٽي پاڻ کي شمع تي سٽيائين ۽ ان تي پر هڻندي هڻندي آخر مغلوب ٿي ڪِري پيو ۽ موٽي اچي شمع سان پنهنجي وصال جي ڳالهہ ٻڌايائين. ليڪن ان واقفڪار ان کي بہ رد ڪندي چيو تہ. هيءَ خبر پهرينءَ جيان اڻپوري آهي. آخر ۾ ٽيون جوش

۽ خروش سان اٿي وڃي سڏو ان باهہ تي ويٺو ۽ ان سان بغلگير ٿي پاڻ کي فنا ڪري ڇڏيائين. جڏهن هو ساري جو سارو باهہ جي لپيٽ ۾ اچي ويو تڏهن ان جا سڀئي عضوا باهہ وانگر ڳاڙها ٿي ويا. واقفڪار جڏهن هن کي پري کان ڏٺو تہ شمع ان کي همرنگ بنائي ڇڏيو آهي، تڏهن چيائين: هيءُ واقعي سچو پتنگ آهي.

اي عزيزا! جيستائين تون جسم ۽ جان کان بيخبر نہ ٿيندين، تيستائين هڪ گهڙي بہ پنهنجي محبوب جي سڌ نہ لهندين.

## هڪڙي شخص جو صوفيءَ کي ڪياڙيءَ وارو ڌڪ

هڪڙو صوفي، جيئن بي فائدو پئي ويو تيئن هڪڙي سنگدل، ڪياڙيءَ تي مُڪ هڻي ڪڍيس: هي ڏسي، اُن کي چوڻ لڳو تہ جنهن کي تو مُڪ هنئي آهيَ، سو ٽِڙي ٽيهہ سال ٿيا تہ هن جهان کان موڪلائي چُڪو آهي. انهيءَ شخص کِلي چيس تہ تنهنجي هيءَ دعويٰ قطعاً غلط آهي. ڀلا مري ويل بہ ڪڏهن ڳالهائيندو آهي؟ تو ۾ جيستائين وار برابر خودي موجود آهي، تيستائين، تنهنجو انهيءَ منزل تي پهچڻ ڏاڍو مشڪل آهي.

## هڪڙي درويش جو هڪ حسين شهزادي تي عاشق ٿيڻ

هڪڙي بادشاهہ کي يوسف مثل خوبصورت پٽ هو جڏهن بہ هو گهوڙي تي سوار ٿي باهر ميدان ۾ ايندو هو تڏهن ان جي چئني طرفن کان سندس سپاهي اگهاڙيون ترارِيون کنيو هلندا هئا. ۽ جو بہ ان ڇوڪري ڏانهن نظر کڻي نهاريندو هو تنهن کي يڪدم پڪڙي سزاياب ڪندا هئا. اتفاق سان هڪڙو درويش ان تي عاشق ٿي پيو. مگر عاشق بہ اهڙو جو جهان جي خبر ئي نہ رهيس. رات ۽ ڏينهن انهيءَ گهٽيءَ ۾ پيو غم جا ڳوڙها ڳاڙيندو هو ڇالاءِ جو هو ڪڏهن اتان لانگهائو ٿيندو هو. هڪڙي مسڪيني، جو گهر ۾ لولو بہ نہ ليي ۽ وري اهڙي شهزادي سان عشق!

هڪڙي ڏينهن شهزادو جيئن وڃي رهيو هو تيئن اهو فقير ڪيس ڏسندي ئي نعرو هڻندي بيهوش ٿي ويو ۽ چرين وانگر پاڻ کي پٿرن

تي سٽينڊي رتو رت ٿي ويو. هڪڙي ملازم کي جيئن اها خبر پئي، تيئن سڌو وڃي بادشاهہ کي ٻڌايائين. بادشاهہ غيرت کان اهڙو تہ جلي ويو جو فورن ان کي ڦاسي چاڙهڻ جو حڪم ڏنائين. پوءِ جنهن وقت هن کي ڦاسي چاڙهڻ لڳا، تنهن وقت هن سجدي ڪرڻ لاءِ وزير کان مهلت گُهري، ۽ سجدي ۾ وڃي ٻاڏائڻ لڳو تہ اي منهنجا الله! هاڻي جڏهن بادشاهہ مون کي بي گناهہ ماري ٿو تڏهن تون هڪڙي مهرباني ڪرينم، ۽ اها هيءَ تہ هن کان اڳ جو منهنجي جان بيخبريءَ ۾ نڪري وڃي، تہ تون مون کي ڇوڪري جي جمال جو مشاهدو ڪراءِ تہ هن کي هڪ ڀيرو ڏسي پاڻ گهوريان. اي منهنجا پروردگار! تون لکن جون حاجتون پوريون ڪرين ٿو مون غريب جي بہ هيءَ هڪڙي حاجت پوري ڪر.

وزير، جو پوشيده طور هي ٻُڌي رهيو هو تنهن ۾ خود احساس پيدا ٿيو ۽ روئندي وڃي هي سارو قصو بادشاهہ کي ٻڌايو. بادشاهہ تي بہ چڱو اثر پيو ۽ ان کي معاف ڪرڻ لاءِ آماده ٿيو ۽ پنهنجي پٽ کي چيائين تہ هو هينئر جو هينئر وٽس وڃي ساڻس نرمائي ڪري، ۽ دلداري ڏئيس ۽ پاڻ کان ڪيس پري نہ ڪري. جڏهن شهزادو سوريءَ جي ويجهو آيو تڏهن ان کي مٿيءَ ۾ اونڌو ڀيل ڏسي، پاڻ کي روڪي نہ سگهيو ۽ سندس اکين مان لڙڪ نار نار ٿي وهڻ لڳا. ان کي جهجهي مهربانيءَ سان پاڻ ڏانهن سڏيائين، مگر هن غريب شهزادي جو آواز نہ ٻڌو ۽ جڏهن ڪنڌ مٿي ڪنيائين، تڏهن ان کي سامهون ڏسي تاب جهلي نہ سگهيو ۽ آخري دم ڪٽندي، چوڻ لڳو: اي بادشاهہ! جڏهن تون، مون کي هن طرح ماري ٿي سگهئين، تڏهن هن بزدل لشڪر کي وچ ۾ آڻڻ جي ڪا ضرورت ڪانہ هئي. بس ائين چوندي ئي هو گم ٿي ويو چٽڪ هوئي ڪونہ.

## هڪڙي شخص جو حضرت نوريءَ کان سوال

هڪڙي نيڪ شخص، حضرت نوريءَ کان پڇيو تہ خدا تعاليٰ تائين پهچڻ لاءِ اسان ڪاڻ رستو ڪيئن ڪلندو؟ ان کيس جواب ڏنو تہ انهيءَ وٽ پهچڻ لاءِ اسان کي ٻهريائين روشني ۽ باهہ جا ست درياءَ پار

ڪرڻ گهرجن. جڏهن تون انهن سيني مان لنگهي پار پوندين. تڏهن هڪڙي مڇي يڪدم توکي پاڻ ڏي ڇڪيندي ۽ اها مڇي اهڙي آهي جا جڏهن سيني مان آهه ڪڍي ٿي، تڏهن اڳين ۽ پوين سيني کي ڳهي وڃي ٿي.

## پکين جو سيمرغ جي راهه ۾ روانو ٿيڻ

هيءَ ڳالهه ٻڌي، واديءَ جا سيئي پکي جگر جي خون ۾ اونڌا ٿي ڪري پيا ۽ گهڻا ته انهيءَ منزل تي ئي مري ويا. ڇاڪاڻ ته ڪين معلوم ٿي ويو ته هيءَ راهه طئه ڪرڻ سڀ ڪنهن جو ڪم نه آهي. جيڪي بچيا، تن انهيءَ رستي تي حيرانيءَ سان قدم رکيو ۽ ڪيئي سال ان جي هيناهين ۽ متاهين پار ڪرڻ ۾ پنهنجيون عمريون ئي ختم ڪري ڇڏيائون. انهن کي انهيءَ رستي ۾ ڪئين مشڪلاتون پيش آيون، جن جي شرح گهڻو طويل آهي. پڇاڙيءَ ۾ پکين جي انهيءَ ولر مان ڪي ٿورڙا وڃي ان دربار تائين رسيا. ڪي سفر ڪندي درياءَ ۾ ٻڏي مُئا، ڪي آفتاب جي گرميءَ کان جلي ڪباب ٿيا. ڪين کي رستي ۾ ڦاڙيندڙ جانورن ڪائي ڪپائي ڇڏيو ڪي رُڃ ۾ اُڃ کان پريشان ۽ عاجز ٿي ڪِري پيا. انهن مان ڪن ته چريائيءَ ۾ اچي آپگهات ڪيو ۽ ڪي ته سخت بيماريءَ ۾ مبتلا ٿي پوئتي رهجي ويا، ۽ انهن ۾ گهڻا اهڙا به هئا جي رستي جي عجائبات کي ڏسي، اتي ئي موهجي ۽ رڪجي ويا، ۽ طلب ترڪ ڪري عيش عشرت ۾ لڳي ويا. آخرڪار فقط ٽيهه پکي وڃي انهيءَ هنڌ پهتا، جن کي نه پر رهيا نه ڪنب، بيمار، ڪمزور، دل شڪسته، مرٽينگ حالت ۾ هئا. ڇا ڏسن ته هڪ اهڙي دربار آهي جا هر وصف ۽ صفت، ادراڪ ۽ عقل کان بالاتر آهي، جتي استغنيٰ جي بجلي اهڙو پئي چمڪي، جنهن هزارن جهانن کي هڪ پلڪ ۾ پئي ساڙيو. هي عجب ۾ پئجي ويا، جڏهن ڏنائون ته هزارين سج، چنڊ ۽ تارا حيرت زده هڪ ذري مثل نچندا نظر اچن ٿا! اهڙي نظاري کي ڏسي هو چوڻ لڳا: جڏهن هن دربار اندر سج به هڪ معدوم ذري مثل آهي، تڏهن اسين اتي ڪيئن ڏسڻ ۾ ايندا سين. افسوس! اسان رستي جي ساري تڪليف اجايو سر تي کنئي. هيءَ ته اها شيءِ ٿي ڪانهي جنهن جو

اسان گمان ڪيو هو (يعني اها ساڳي شيءِ آهي جا اسين پاڻ آهيون ۽ نہ ڪا غير). هتي تہ هزارين آسمان بہ هڪ ذري مثل آهن. اسان هجون خواهہ نہ هجون، ان کي ڪهڙي پرواهہ؟ جڏهن اهي سڀيئي پکي بيدل ۽ اڌ مُئا ٿي پيا، تڏهن محو ٿي ويا. جنهن کي بہ ڪو زمانو گذري ويو.

## هڪ معزز نقيب جو پهچڻ

آخرڪار انهيءَ عالي دربار کان هڪڙو مانوارو نقيب آيو ۽ تيهن پکين کي نهايت پريشان حالي ۽ بدحواسيءَ ۾ ڏسي، ڪانئن پڇڻ لڳو تہ توهان جو نالو ڇا آهي، ڪهڙو شهر آهي، ۽ هن هنڌ ڪهڙي ڪم لاءِ وينا آهيو. سڀني جواب ڏنو: اسين هتي انهيءَ ڪاڻ آيا آهيون تہ سيمرغ اسان جو بادشاهہ ٿئي، ڪنهن مدت کان وٺي اسين هن رستي تي هلندا رهيا آهيون، ۽ اسان مان بيا تہ سڀ مري ويا ۽ باقي وڃي ٽيهہ بچيا آهيون، ۽ اهو سڀ انهيءَ لاءِ تہ اسان کي انهيءَ جي دربار ۾ حضوري جو شرف حاصل ٿئي. اسان تہ ائين سمجهون ٿا تہ بادشاهہ خود اسان جي رنج ۽ غم کي وڏيڪ وقت لاءِ پسند نہ ڪندو ۽ مهرباني ۽ محبت جي نظر سان ڏسندو. هي ٻڌي، نقيب کين جواب ڏنو: توهان هن جهان ۾ رهو يا نہ رهو، هو هميشه لاءِ مطلق بادشاهہ آهي، هن کي ڪنهن جي پرواهہ! اڙي حقير ۽ ذليل، توهان واپس موٽي وڃو! پکين غريبن جڏهن اهڙو سخت جواب ٻڌو، تڏهن ڏاڍا نااُميد ٿيا ۽ انهي ٿي مهل ڄڻڪ هميشه لاءِ مري ويا. چوڻ لڳا: ههڙو وڏو بادشاهہ اسان کي ڪٺي خواري سان روانو بہ ڪري تہ اها خواري نہ بلڪ عزت آهي.

## مجنونءَ جي ثابت قدميءَ جو قصو

هڪڙي دفعي، مجنونءَ چيو: جيڪڏهن ساري دنيا ڪٺي هر گهڙيءَ منهنجي تعريف ڪري، تہ بہ مون کي اها قبول نہ آهي. مون لاءِ ليليٰ جون گاريون ئي بس آهن. هن جي هڪ گار مون وٽ سون تعريفن کان پياري آهي ۽ انهيءَ جو نالو ٻنهي جهانن کان وڏيڪ سنو. جيڪڏهن توکي معشوق جي پٿر تي ڪا چڙ لڳي تہ، اهو تولاءِ انهن موتين کان وڌيڪ سنو آهي، جي توکي ڪنهن غير کان ملن.

اي پيارا، منهنجو مذهب تہ اجهو هي آهي. جيڪڏهن محبوب خاطر خواري سهٽي تي پوي تہ ڪهڙي وڏي ڳالهہ. ان ڪان پوءِ اهو سڙيل تولو چوڻ لڳو: اسان جي دلين ۾ هن (معشوق) باهہ لڳائي آهي. پيلا، ڪڏهن پتنگ بہ باهہ ڪان پري ٿيندو! ان جي حضوريءَ جو شرف ئي باهہ ۾ ملي ٿو. جيڪڏهن اسان کي يار جو وصال نہ ئي ميسر ٿئي، تہ بہ اسان جي خواهش اها ئي آهي ۽ رهندي تہ هو اسان کي جلائيندو رهي، ۽ جيڪڏهن هن تائين پهچڻ لاءِ ڪا راهہ ئي نہ آهي تہ اسان کي بہ هيءَ راهہ ڇڏي ڪا ٻي راهہ وٺڻي ئي ڪانهي.

## پڪين جي پتنگن سان گفتگو

سيني پکين پاڻ ۾ پتنگ جو قصو ڇيڙيو ۽ اچي ان ڪان پڇڻ لڳا تہ جڏهن شمع جو وصال تون نہ تو ماڻي سگهين، تڏهن پوءِ جان اجايو ڇو تو ضايع ڪرين؟ هن ڳالهہ تي پتنگ کي نہ فقط رنج ٿيو پر مست بہ ۽ فورن جواب ڏنائين: مان هن تائين نہ رسان تہ هن جي هميشه پڇا ڪندو رهان.

اهي جي ان جي عشق ۾ سچا مرد ٿي آيا، سي تہ ساروئي درد سان پرجي آيا، پوءِ اگرچ ڪٺي محبوب وٽ استغنيٰ حد ڪان زياده آهي تہ ان جي مهربانيءَ جو بہ ڪو ڪاٿو ئي ڪونهي.

هن نيٺ اچي دروازو کولي سوين پردا پري ڪيا ۽ جڏهن پردا هٽي ويا، تڏهن نورئي نور وچي رهيو. انهيءَ پوءِ ڪمال مهربانيءَ سان کين پنهنجي قريب عزت ۽ مان سان ويهاريو. بعد ۾ انهن جي اڳيان هڪ چٺي رکي، کين پڙهڻ لاءِ چيو. انهيءَ قوم جيٰ ان چٺيءَ جو مضمون مثال جي طور هن پريشان حال ڪان ئي معلوم ٿي سگهي ٿو.

## پائرن جو يوسف کي وڪرو ڪرڻ ۽ بعد ۾ پشيمان ٿيڻ

يوسف، جنهن جي حسن ڪان خود چمڪندڙ تارن بہ سپند سوزي پئي ڪئي، تنهن کي سندس ڏهہ پائر ڪنهن طريقي وڪڻڻ لڳا. مصر جي مالڪ جڏهن ان کي انهن ڪان خريد ڪيو تڏهن ڪانئس وڪري جي چٺي بہ لکارائي ورتي. وري جڏهن عزيز مصر، يوسف کي ان ڪان

خريد ڪيو تڏهن اها (خريداري جي) رسيد بہ ڪانئس حاصل ڪئي.
آخر جنهن وقت يوسف بادشاهہ ٿيو، تنهن وقت قحط ماريل سندس ڏهہ ئي ڀائر، سندس خدمت ۾ آيا، ليڪن ان کي سڃاڻي نہ سگهيا (ڇا لاءِ جو يوسف جي منهن تي اڪثر نقاب رهندو هو). حضرت يوسف انهن کي چيو تہ مون وٽ عبراني زبان ۾ هڪڙو خط آهي، سو جيڪڏهن اوهان مان ڪو پڙهي ڏئي تہ، مان ان کي گهڻو سون ڏيندس، ۽ ڇاڪاڻ تہ هو سيئي عبراني ڄاڻندا هئا، تنهن ڪري ڪانئس خط ونڻي جڏهن منجهس نهاريائون، تڏهن ڏڪڻي وٺي ويو. نہ ان کي پڙهي ئي ٿي سگهيا ۽ نہ ان متعلق ڪجهہ چئي ٿي سگهيا. غم ۽ ارمان ۾ پئجي ويا ۽ زبان بيهي وين. جڏهن حضرت يوسف ان حيرانيءَ جو ڪانئن سبب پڇيو تڏهن چوڻ لڳا: اسان جي سرن جو ڪٽجي وڃڻ هن خط پڙهڻ کان اسان لاءِ صدبار بهتر آهي.

جنهن يوسف کي اهڙي لاپرواهي ۽ بي توجهيءَ سان وڪڻي ڇڏيو، تنهن واقعي يوسف جي جان کي خواريءَ ۾ جلايو. اڙي ناڪس فقير! تون هي سمجهين نٿو تہ هر گهڙيءَ هڪڙي يوسف کي وڪڻي رهيو آهين. جڏهن تنهنجو بادشاهہ خود يوسف هوندو، تڏهن تون ان وٽ هڪ ڏينهن اُڇيو ٻُڪيو ننگو ۽ پينو ٿي ايندين.

جڏهن انهن ٿيهن پکين ان سبق سيکاريندڙ خط جي مضمون کي ڏٺو، تڏهن ان ۾ پنهنجن سمورن اعمالن کي منجهس ذري پرزي لکيل ڏسي، ڏاڍو پشيمان ٿيا تہ، هاءِ افسوس! اسان يوسف جهڙي بادشاهہ کي هٿ وٺي فراموش ڪري ڇڏيو (وڃائي ويٺاسون).

## پکين جو خط پڙهڻ بعد فنا ٿيڻ

جڏهن پکين جون جانيون شرم ۽ حيا کان بالڪل فنا ٿي ويون، تڏهن انهن کي خدا وندي دربار ۾ ٻيهر جانيون مليون ۽ سندن سينا سيني پراڻن خيالن کان پاڪ ۽ صاف ٿي ويا. ان وقت جهان جي سيمرغ جي منهن جو عڪس، ٿيهن پکين جا منهن ڏيکاري رهيو هو. هي ڏسي سيئي حيران ٿي ويا ۽ سمجهي نہ سگهيا تہ آيا هو اهو سيمرغ آهي يا اهو سيمرغ هو پاڻ آهن. بهرحال پاڻ کي مڪمل سيمرغ ڏٺائون

۽ اهو سيمرغ اُهيئي ٿيهه پکي هئا ۽ نڪا ٻي شيءِ. جڏهن ٻاڻ ڏي ٿي نهاريائون، تڏهن اهو سيمرغ هنن ٿيهن جي علاوه ٿي ڪين نظر آيو ۽ جڏهن وري ٻنهي طرف پئي ڏٺائون ته، ٻيئي هڪ پئي نظر آيا (هڪڙوئي سيمرغ پئي نظر آيا). هي، هوهو ۽ هوهي هئا. جهان ۾ اهڙي ڳالهه ڪنهن ٻڌي ئي نه هوندي. جڏهن هو سڀ حيرت ۾ ٻڏي ويا ۽ ڪجهه سمجهي نه سگهيا تڏهن بي زبان ٿي ان درگاهه کان "مان" ۽ "تون" جي راز بابت پڇڻ لڳا. اتان پڻ بي زبان جواب آيو: اسان جي هيءَ دربار سج وانگر آهي، جو به اتي اچي ٿو سو پاڻ کي ئي ان ۾ پسي ٿو. توهين هتي ٽيهه پکي آيا، تنهن ڪري آئيني ۾ به ٽيهه ظاهر ٿيا. پر جيڪڏهن وڌيڪ مثلن، چاليهه اچن ها ته اهي به آئيني اندر اوترائي نمودار ٿين ها. هاڻي جڏهن توهين ٽيهه بيدل، بيخبر ۽ بي جان وجي رهيا (بچيا) آهيو تڏهن اسان کي به ٽيهن پکين سان گهٽي مناسبت آهي، ڇالاءِ جو حقيقي سيمرغ اسان ئي آهيون. هاڻي توهين سيئي مون ۾ محو ٿي وڃو ۽ بي انتها عزت ۽ مانُ پايو. آخر ٿيو به ائين، اهي سيئي ان ذات اندر هميشه لاءِ ايئن محو ٿي ويا. جيئن پاڇو سج ۾ محو ٿي ويندو آهي.

## منصور حلاج جي خاڪ تي هڪ عاشق جو ويهڻ

چون ٿا ته جڏهن منصور جلي خاڪ ٿي ويو، تڏهن هڪڙو عاشق اچي ان خاڪ تي ويٺو ۽ کائنس (خاڪ کان) پڇڻ لڳو: اهو شخص جو "اناالحق" چوندو هو سو ڪٿي آهي؟

اي عزيز! جو ڪجهه تو چيو يا ٻڌو، سمجهيو يا ڏٺو سو سڀ محض هڪ افسانو آهي ۽ هاڻي جڏهن هيءَ ٿُلُ دنيا تنهنجي رهائش نه آهي تڏهن محو ٿي وڃ. حقيقي سج سدائين پيو چمڪي، تنهنڪري نه ذرو هئڻ گهرجي نه پاڇو.

## فنا ۽ بقا

جڏهن انهن پريشان حال پکين کي انهيءَ وادي اندر لکين ورهيه گذري ويا، تڏهن انهن کي ڪُلي فنا جي سپرد ڪيو ويو ۽ انهيءَ فنائي

ڪان پوءِ ڪين بقا جو جامو پهرايو ويو. هن دنيا ۾ فنا ۽ بقا جي ڪنهن ڪي ڄاڻ ئي ڪانهي ۽ هيءُ راز مرڻ بعد ئي معلوم ٿيندو. البت تون هيءَ ڳالهه سمجهي ڇڏ تہ جيستائين تون وجود ۽ عدم جي درميان آهين، تيستائين تون هن حقيقت کي پروڙي نہ سگهندين. هيءَ منزل گهڻو ڏورانهين آهي، جنهن لاءِ فقط جان ئي رستو ناهي سگهي ٿي، تنهن ڪري تون پهريائين ان کي مطيع ڪر ۽ نيست ٿي وڃ تہ جيئن بعد ۾ هست ٿين.

## بادشاهه جو وزير جي پٽ تي عاشق ٿيڻ

هڪڙو روءِ زمين جو بادشاهه، پنهنجي وزير جي حسين پٽ تي عاشق ٿي پيو. هو ڇوڪرو ڇاڪاڻ تہ ڇوڏهينءَ جي چنڊ مثل هو تنهنڪري بادشاهه بہ ان جي عشق ۾ اهڙو گرفتار ٿي پيو جو هڪ گهڙي بہ ان ڪان سواءِ آرام نٿي آيس. رات ۽ ڏينهن ان سان گڏ گذاريندو هو ۽ ساڻس راز ۽ نياز جون ڳالهيون ڪندو رهندو هو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪا گهڙي پلڪ ڪٿي اک ڪان پري ٿئي تہ، هو غيرت ڪان ان جو سر قلم ڪري ڇڏي. انهيءَ ئي بادشاهه جي پاڙي ۾ هڪ خوبصورت پري پيڪر ڇوڪري رهندي هئي، تنهن تي وري هو ڇوڪر عاشق ٿي پيو. هڪ رات بادشاهه ڪان چوريءَ اچي، هن ان ڇوڪريءَ وٽ رهاڻِ ڪئي. جڏهن (پيتل) بادشاهه پنهنجي نشي مان هوش ۾ آيو تڏهن ڇوڪري کي نہ ڏسي، ان جي تلاش ۾ نڪتو ۽ آخر ان ڇوڪريءَ سان ان کي گڏ ويٺل ۽ هڪ ٻئي سان دليون ملايل ڏسي سڙي ويو. مست هڪ طرف، عاشق ٻئي طرف ۽ بادشاهه ٽئين طرف، سو ڪڏهن پنهنجي معشوق جو ٻئي سان ويهڻ برداشت ڪندو؟ هي ڏسي بادشاهه کي ڏاڍي منيان لڳي تہ، هن مون جهڙي بادشاهه کي ڇڏي وڃي (بيوقوفيءَ ڪان) ٻئي کي چونديو آهي، سو حڪم ڪيائين تہ، ڪيس فورن ٻڌي ڪل لاهي، پوءِ سوريءَ تي چاڙهيو وڃي، تہ جيئن هن ڪان پوءِ جو بہ بادشاهه جو رازدار ٿئي، سو ڪڏهن بہ ڪنهن ڏي نظر ڪٿي نہ نهاري.

وزير کي جڏهن پنهنجي پٽ جي خبر ملي، تڏهن متي وسائيندو ڊوڙندو آيو ۽ اچي انهن نوڪرن کي چوڻ لڳو جي سندس پٽ کي مارڻ

لاءِ تيار بيٺا هئا، تہ اڄ رات بادشاهہ نشي ۾ آهي ۽ علاوه ان جي ڇوڪري اهڙو ڪو گناهہ بہ نہ ڪيو آهي، تنهن ڪري توهان هن فعل کان باز اچو. ورنہ جنهن مهل هو هوش ۾ آيو، تنهن مهل پنهنجي ڪئي تي ڏاڍو پشيمان ٿيندو ۽ اوهان مان ڪنهن کي بہ جيئرو نہ ڇڏيندو. ليڪن انهن جواب ڏنو تہ هو جيڪڏهن هتي ايندو ۽ مقتول کي نہ ڏسندو تہ اسان سيني کي سوريءَ چاڙهيندو. ٻيو ڪو چارو نہ ڏسي وزير فورن هڪڙي قيديءَ کي وٺي آيو، جو قتل جو سزاوار هو ۽ ان جي ڪل لهرائي ڪيس سوريءَ تي لٽڪائي ڇڏيو ۽ پنهنجي پٽ کي پردي اندر لڪائي رکيائين. ٻئي ڏينهن جڏهن بادشاهہ هوش ۾ آيو، تڏهن نوڪرن کي گهرائي ڪائنئن ان ڇوڪري جو حال پڇيائين، جنهن تي هنن ساري ڳالهہ ڪري ٻڌايس. ان تي باددشاهہ ڏاڍو خوش ٿيو، ليڪن ڪجهہ ڏينهن پڄاڻان پنهنجي محبوب کي نہ ڏسي، پنهنجي ڪئي تي پشيمان ٿيڻ لڳو. يلا، اهو جو رات ڏينهن يوسف جهڙي سان گڏ خلوق ۾ گذاريندو هو، سو هاڻي ان جي جدائيءَ ۾ ڪيئن ٿو ويهي سگهي؟ بس، لباس بدلائي نيرو ڪيائين ۽ بند ڪمري اندر ويهي ڳوڙها ڳاڙڻ لڳو. سندس ننڊ ويندي رهي ۽ کائڻ پيئڻ جي اشتها موڪلائي وئي. قصو مختصر، هو انهيءَ سوريءَ جي پاسي ۾ پورا چاليهہ سال روئندي رڙندي اُڃ ۽ بُک ۾ گذاري ڳري وار مثل سنهو ٿي ويو.

ان کان پوءِ هن هڪ رات ان ڇوڪري کي خواب ۾ ڏٺو تہ هو سارو ئي رتوچاڻ ٿيو پيو هو. جڏهن بادشاهہ ان بابت ڪائنس پڇيو، تڏهن جواب ڏنائين: تنهنجي دوستيءَ سبب منهنجو هيءُ حال ٿيو آهي. تو مون غريب جي بيگناهہ ڪل لهرائي، يلا، ڪڏهن ڪو عاشق پنهنجي معشوق سان اهڙو برتاءُ ڪندو آهي؟ هينئر مان توکان منهن موڙيان ٿو تہ جيئن قيامت ڏينهن توکان بدلو وٺان. بادشاهہ هي خطاب ٻڌي ڇرڪ ڀري اٿيو ۽ زارو زار روئڻ شروع ڪيائين ۽ چوڻ لڳو: اي محبوب! جيڪڏهن مون کان خطا ٿي آهي تہ تون معاف ڪرينم. مون کان هي سڀ غفلت ۽ مستيءَ ۾ ٿيو هو. هينئر تہ مان تو بنا هڪ گهڙي بہ نٿو گذاري سگهان. موت جو ڪو ڊپ ڪونهيم، ليڪن پنهنجي ظلم ۽ ستم کان سچ پچ گهبرايان ٿو.

اي الله. منهنجي جان حيرت ۽ اشتياق ۾ جلي ويئي آهي. مان وڏيڪ جدائيءَ جو تاب سهي نٿو سگهان. تون مهرباني فرمائي منهنجي جان وٽ. ڇالاءِ جو هينئر مون ۾ ڪا طاقت ئي نہ رهي آهي. ائين چوندي خاموش ٿي ويو ۽ خاموشيءَ ۾ بيهوش ٿي ويو. ان وقت وزير پنهنجي پٽ کي سينگاري بادشاھ ڏانهن روانو ڪيو. هو جڏهن بادشاھ وٽ آيو. تڏهن ان اڳيان زمين تي ڪِري هنجون هارڻ لڳو. بادشاھ خاڪ ۾ پئي ليٽڙيو ۽ ڇوڪرو خون ۾. بس هيءَ عجيب ڳالھ هئي. ان راز کان سواءِ عاشق ۽ معشوق جي ٻيو ڪو واقف ئي ڪونهي.

## ڪتاب جي خاتمي متعلق

اڙي عطار! تو جهان کي رازن جي مشڪ سان پري ڇڏيو آهي. تنهنجي شعر ۾ واقعي عاشقن جو سرمايو آهي. جهڙيءَ طرح روشني سج وٽ ختم آهي، تهڙيءَ طرح پکين (عاشقن) جون ٻوليون ۽ انهن جون منزلون تو وٽ ختم آهن. اڙي سالڪ، تون منهنجي ڪتاب ۽ شعر کي درد (۽ عاجزيءَ) جي نظر سان ڏس تہ جيئن توکي منهنجي بہ درد جو يقين ٿي وڃي؛ ڇالاءِ جو اهو جو منهنجي ڪتاب کي درد جي نظر سان ڏسي ٿو سوئي خوش نصيبي ۽ سعادت ماڻي ٿو. جنهن بہ منهنجي ڪتاب کي پڙهيو سو ڪم وارو ماڻهو ٿيو ۽ جنهن ان کي سمجهيو ۽ ان جي رنگ ۾ رڱجي ويو سو ڪامياب ۽ فائز ٿيو. هيءَ ڪتاب عام ۽ خاص ٻنهي لاءِ نفع بخش آهي. منهنجي نظم جي هڪ عجيب خاصيت هيءَ آهي تہ ان کي جيترو زياده پڙهجي ٿو تيترو زياده فائدو پهچائي ٿو. ڪو بہ شخص ويندي قيامت تائين مون جهڙو ڪلام لکي نہ سگهندو. مان حقيقت جي سمنڊ مان موتي ڇٽڪاري رهيو آهيان ۽ مون وٽ گويائي ختم آهي. جيڪڏهن مان مري بہ وڃان ۽ هيءَ ساري دنيا درهم برهم ٿي وڃي تہ بہ مان پنهنجي ڪلام سبب قيامت تائين باقي آهيان ۽ ماڻهو جيستائين هي جهان آهي، تيستائين مون کي ياد ڪندا رهندا. هي ڪتاب جيڪڏهن ڪنهن ي جي ڪا رهنمائي ڪري ۽ سندس آڏو غير ۽ گمراهيءَ جا پردا هٽائي تہ منهنجو مقصد پورو ٿيو ۽ منهنجو رنج ۽ غم ويندو رهيو. هاڻي جهڙيءَ طرح گذريل زماني ۾ بزرگن پنهنجي ڪلام

سان ستل دلين کي جاڳايو. تهڙي طرح مون بہ انهن ستلن کي پنهنجي جان جي پکيءَ جو جلوو ڏيکاريو (حتي المقدر مون بہ انهن کي جاڳائڻ جي ڪوشش ڪئي). مون پاڻ کي چراغ وانگر خوب جلايو تڏهن مس وڃي جهان لاءِ هڪ روشن شمع ثابت ٿيس. (هھڙي ڪم لاءِ سدائين جگر جو خون پيٽو پوي ٿو).

## هڪڙي ديندار جو سڪرات ۾ پوڻ

جڏهن هڪڙي ديندار جي سڪرات جو وقت آيو تڏهن چوڻ لڳو تہ جيڪڏهن مان هن کان اڳ ڄاڻان ها تہ ٻڌڻ، ڳالهائڻ تي ڪيترو شرف ۽ فضيلت رکي ٿو تہ مان ڪڏهن بہ پنهنجي عمر ڳالهائڻ ۾ ضايع نہ ڪريان ها. نيڪيءَ جي ڳالهہ ڪٽي سون وانگر آهي، مگر ماٺ ۾ رهڻ انهيءَ کان وڌيڪ پلو آهي. الله وارا هميشه ڪم کي ڄاڻن ۽ نہ اسان وانگر رڳو ڳالهہ کي سڃاڻن. ڇا لاءِ جو اهو ماڻهو جو ڪم ۾ لڳل آهي سو خود مست ۽ خاموش آهي ۽ جو بيڪار آهي سو اجايو پيو وقلي ۽ بڪواس کان جوش ۾ هوندو آهي.

## سڪندر جو موت ۽ ارسطوءَ جي گفتگو

جڏهن سڪندر مري ويو تڏهن ارسطا طاليس چوڻ لڳو: اي بادشاهہ، جيستائين تون دنيا ۾ جيئرو هئين، تيستائين تون ماڻهن کي نصيحت ڪندو رهئين، مگر اڄ ڏينهن جي نصيحت انهن لاءِ نهايت ڪافي ۽ سبق سيکاريندڙ آهي، ڇالاءِ جو حال جي نصيحت قال جي نصيحت کان هميشه زياده مؤثر هوندي آهي.

اي دل! مون پکين (عاشقن، عارفن) جون سڀ زبانون ٽوڪي کولي ٻڌايون. هاڻي تون غفلت ڇڏي فهم ۽ فراست کان ڪو ڪم وٺ. سيمرغ جي اڳيان انهيءَ شخص، واقعي اڪسير بڻايو (ڪامياب ٿيو) جنهن سيني پکين جي ٻوليءَ کي سمجهي ورتو.

اي عزيز! يوناني فلسفي اندر تون روحاني دولت ڪٿي سڃاڻي سگهندين؟ جيستاين تون انهيءَ فلسفي کان پاڻ کي الڳ نہ ڪندين، تيستائين تون دين جي فلسفي کان واقف ٿي نہ سگهندين. مان

(پنهنجي معرفت جو) قسم ڪٿي ٿو چوان ته. منهنجي نزديڪ ڪفر جو "ڪاف"، فلسفي جي "ف" کان وڌيڪ محبوب ۽ پسنديده آهي. مديني جي فلسفي، يوناني فلسفي کي شڪست فاش ڏيئي ڇڏي آهي. تون انهيءَ فلسفي کي ڌوڙ ۾ ملائي، وچي دين جي راهه اختيار ڪر، جا صحيح ۽ سالم آهي.

## هڪڙي شخص جو ڪنهن صوفيءَ کان سوال پڇڻ

هڪڙي پيرسن، صوفيءَ کي چيو: تون ڪيستائين الله وارن جي ڳالهه ڪندو رهندين؟ ان جواب ڏنس: الله وارن جي ڳالهه ڪرڻ منهنجي زبان کي ڏاڍي مني لڳي ٿي.

جيڪڏهن مان (عطار) ڪٿي انهن الله وارن مان نه آهيان، ته به ڪم از ڪم انهن جي ڳالهه ٻولهه ته ڪندو رهان. مان جيڪڏهن.انهن جي وات ونان ها ته شعر گوئيءَ ۾ پاڻ کي چو غرق ڪريان ها، ليڪن مان معذور آهيان، جو جڏهن ڏٺم ته ملڪ ۾ ڪو رازدار ئي نه آهي، تڏهن مناسب سمجهيم ته شعر ۾ راز ظاهر ڪري، پنهنجي دل وندرائيندو رهان.

دل جي تونگري منهنجي لاءِ جان افزا آهي ۽ قناعت منهنجو هڪ غير فاني خزانو آهي. الله تعاليٰ جو شڪر آهي جو مان ڪنهن نالائق جو ٿورائتو نه آهيان. مان نه ته پنهنجي دل تي ڪنهن جو بار رکان ۽ نه هر ڪميٽي کي آقا سڏڻ لاءِ تيار آهيان. مون ڪڏهن به ظالم جو طعام نه کاڌو ۽ نه ڪتاب ۾ پنهنجو تخلص رکيو اٿم. منهنجي بلند همت منهنجو مددگار آهي ۽ منهنجي بدن جي غزا منهنجي روحاني طاقت آهي. جڏهن مون کي عارف لوڪن پنهنجي طرف سڏيو تڏهن هاڻي منهنجو انهن خود غرضن ۽ خود پسندن سان ڪهڙو تعلق؟ مان جڏهن سيني ماڻهن کان آزاد ٿي ويس، تڏهن سوَن مصيبتن هوندي به گهڻو شاد ۽ خوش رهيس.

## هڪڙي پاڪ دين جي مرڻ وقت گفتگو

هڪڙو عارف، موت جي وقت چوڻ لڳو ته جڏهن مون وٽ هن راهه (آخرت) جو سامان ڪونهي، تڏهن شرم جي پگهر سان هڪ ٻڪ

مٽيءَ جو ناهيو اٿم ۽ انهيءَ مٽيءَ مان هڪ سر بنائي اٿم. علاوه ان جي هڪڙو شيسو ڳوڙهن سان پريل بہ پاڻ وٽ اٿم ۽ هڪڙي پراڻي گودڙي بہ ڪفن لاءِ چونڊي رکي اٿم. هاڻي جنهن مهل مان مران تنهن مهل توهان مون کي ڳوڙهن سان غسل ڏيئي، بعد ۾ اها سِرَ منهنجي مٽي هيٺان رکي ڇڏجو. جڏهن توهان ائين ڪيو تڏهن توهان ڏسندؤ تہ منهنجي قبر تي ڪڪر، ويندي قيامت تائين افسوس جو مينهن وسائيندو رهندو.

## هڪڙي پاڪ دين جي ڳالهہ

هڪڙي پاڪ دين چيو تہ، مان پورن ٽيهن سالن کان پنهنجي عمر بيخوديءَ ۾ گذاريان ٿو. مان پاڻ کان ائين بيخبر آهيان، جيئن حضرت اسماعيل عليه السلام پنهنجي سر ڪٽائڻ وقت بيخبر هو. ڀلا، ان شخص جي ڪهڙي حالت هوندي، جنهن جي ساري عمر حضرت اسماعيل عليه السلام جي بيهوشيءَ جي گهڙيءَ وانگر گذري ٿي! ڪڏهن شمع مثل انتظار ۾ جلان ٿو تہ، ڪڏهن بهار جي ڪڪر جيان نار وهايان ٿو. اهو شخص جو مون تي ٻاهر کان نظر ڪندو سو منهنجي سيني جي اندروني حالت کي ڇا سمجهي سگهندو؟ هاءِ افسوس، منهنجي عمر اجائي ويئي ۽ هينئر سواءِ عاجزي ۽ لاچاريءَ جي ٻيو ڪجهہ بہ نہ رهيو آهي.

## هڪڙي جوان مرد جو شبليءَ کي خواب ۾ ڏسڻ

جڏهن شبلي رحہ هن دنيا مان رحلت فرمائي ويو تڏهن هڪ جوان مرد ڪيس خواب ۾ ڏسي، ڪانئس اتان جو حال پڇيو. جواب ڏنائين تہ جڏهن حساب ۾ منهنجو معاملو تمام سخت ٿي ويو ۽ هن مون کي پنهنجو دشمن ڏٺو ۽ منهنجي ضعيفيءَ، نااُميديءَ ۽ عاجزيءَ جو پورو مشاهدو ڪيو تڏهن ان کي منهنجي لاچاريءَ تي رحم اچي ويو ۽ پنهنجي ڪرم سان مون کي بخشي ڇڏيائين.

اي عزيزا جنهن وٽ ڳوڙهن جو دريا آهي، سو پلي هن منزل ۾ پير پائي. هتي جو سمر سواءِ عجز ۽ افلاس جي ٻيو ڪونهي.

## هڪڙي پير جو فرشتن جي جماعت کي رستي ۾ ڏسڻ

هڪڙو پير جيئن هڪڙي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو هو تيئن ملائڪن جي هڪ جماعت منهن پئجي ويس. انهن درميان ڪا رائج الوقت روڪڙ بہ پئي هئي، جنهن کي هڪ ٻئي کان پئي کسيائون. جڏهن پير کانئن انهيءَ روڪڙ بابت پڇيو تڏهن انهن مان هڪڙي جواب ڏنو: هڪڙو درد مند هتان وڃي رهيو هو جنهن پنهنجي پاڪ دل مان هڪ آهہ ڪڍي ۽ زمين تي چند ڳوڙها ڳاڙيا. اسان هينئر انهيءَ سرد آهہ ۽ گرم ڳوڙهن کي هڪ ٻئي کان کسي رهيا آهيون.

## ابو سعيد جي هڪ مست سان ملاقات

هڪڙي دفعي ابو سعيد سالڪن جي جماعت سان گڏ پنهنجي خانقاه ۾ وينو هو تہ هڪڙو مست پريشان حاليءَ ۾ روئندو اندر آيو ۽ اچي اجايو سجايو راڳ ڳائڻ لڳو. شيخ مهربانيءَ ۽ شفقت سان کيس سمجهايو تہ تون رو نہ، شور بند ڪر ۽ منهنجو هٿ وٺي کڙو ٿي. مست جواب ۾ چيو: اي شيخ، الله تنهنجو مددگار هجي، دستگيري (مدد ڪرڻ) تنهنجو ڪم نہ آهي. جيڪڏهن هر شخص کان دستگيري ممڪن هجي ها تہ ڪِولِ بہ اميريءَ جو دم هڻي ها. هيءَ ٻڌي شيخ تي وجد طاري ٿي ويو ۽ چوڻ لڳو: اي منهنجا مولا، تون سڀ ڪجهہ آهين، مان عاجز آهيان، تون منهنجي دستگيري ڪر.

## هڪڙي شخص جي گفتگو

هڪڙي شيخ چيو تہ جيڪڏهن قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ مون کان سوال پڇندو تہ تو دنيا مان ڪهڙو سامان آندو آهي تہ مان جواب ڏيندس: مان قيد خاني مان ڇا ٿي آڻي سگهيس؟ مان تہ مفلس ۽ ڪنگال ۽ تنهنجي رستي جو قيدي آهيان ۽ تو ۾ هيءَ اميد رکان ٿو تہ تون مون کي سيني آلودگين کان پاڪ ڪري، مسلمانيءَ سان خاتمو ڪرينم، ۽ جو ڪجهہ چڱو يا بُرو ڪيم سو سڀ معاف فرمائينم. جڏهن سواءِ ڪنهن معاوضي جي منهنجو پيدا ڪرڻ جائز آهي، تڏهن تنهنجو مون کي مفت معاف ڪرڻ بہ سزا وار آهي.

## نظام الملڪ جي سڪرات جي ڳالهه

نظام الملڪ پنهنجي پوين پساهن ۾ هو، تڏهن چوڻ لڳو ته، اي الله، مان ته هينئر خالي هٿين وڃي رهيو آهيان، تون مون کي ان شخص جي طفيل معافي ڏي، جنهن کي مون جڏهن تنهنجي ڳالهه ڪندي ڏٺو تڏهن ان جو هر طرح سان خريدار بڻجي ويس ۽ ان جي پوري مدد ۽ امداد ڪيم. هن آخري گهڙيءَ ۾ تون ان جي محابي منهنجو خريدار ٿي ۽ منهنجي مدد فرماءِ.

## حضرت سليمان عليه السلام جو هڪ منڊي ڪولِ ڪان سوال پڇڻ

حضرت سليمان عليه السلام ايتري عظمت جي باوجود هڪ منڊي ڪولِ کان عاجزيءَ سان سوال پڇيو ته: غمن ۾ زياده ڪهڙي مٽي ڳوهي ويئي آهي. ان جواب ڏنس: سوڙهيءَ قبر ۾ اها آخري سِرَ جا جڏهن خاڪ سان ملي وڃي ٿي، تڏهن سڀيئي اميدون ختم ٿي وڃن ٿيون.

## ابو سعيد مهنه جي خادم سان گفتگو

حضرت ابو سعيد مهنه، هڪڙي ڏينهن حمام ۾ هو، سندس نوڪر جو هڪ بي عقل ۽ ناتجربيڪار هو تنهن شيخ جي بدن جي ميراڻ کي ڇڪي، ان جي ڪلهن تي آٿي، سندس منهن اڳيان ڪنو ڪيو ۽ بعد ۾ ڪانئس پڇيائين: هاڻِ ٻڌاءِ ته جوان مردي ڇا کي چوندا آهن. شيخ جواب ڏنس: ميراڻ کي لڪائڻ ۽ ماڻهن جي اکين اڳيان(جي روبرو) آڻڻ کي ئي جوانمردي چوندا آهن. اهو ٻڌي هن فورن سندس پيرن تي ڪِري معافي گهري.

## ڪتاب جو ختم

الله سائينءَ جا لک احسان ۽ مهربانيون جنهن مون ناچيز لاءِ پنهنجي مدد ۽ توفيق جون سڀ راهون کولي ڇڏيون، نتيجي ۾ هي ڪتاب اڳاري ڏينهن منجهندجو تاريخ 20 — رمضان المبارڪ سن 583 هجريءَ ۾ لکجي پورو ٿيو. منهنجو اهو سارو وقت دل جي صفائيءَ، ذوق، آرام ۽ خوشيءَ ۾ گذريو. بلاشبہ عطار سيني سالڪن ۽ عارفن متعلق گفتگو ڪئي آهي. جيڪڏهن تون به انهن مان آهين ته ان کي نيڪيءَ سان ياد ڪر.

پکين جي پارليامينٽ

خواجه فريدالدين عطار رحه/ پروفيسر غلام حسين جلباڻي



هي ڪتاب ظاهر ۾ ته ننڍين ڪهاڻين ۽ ڳالهين تي ٻڌل آهي، پر منجهس ڏاهپ ۽ عقل جا انيڪ راز سمايل آهن.

”پکين جي پارليامينٽ“ اصل فارسي ٻوليءَ ۾ ’منطق الطير‘ جي نالي سان خواجه فريدالدين عطار رح جي لکيل مشهور مثنوي آهي.

هي ڪتاب تصوف جي راهه ۾ دل ۽ خيالن جي پاڪيزگيءَ لاءِ هڪ ڪسوٽي جيان آهي. نفس ۽ شيطان جهڙن دوکيبازن کي سُڃاڻڻ لاءِ هي اهڙي نموني ننڍين ڪهاڻين، قصن ۽ ڳالهين تي ٻڌل آهي، جو پڙهندڙ لاءِ ڏاڍي دلچسپي رکي ٿو.

هي ڪتاب پڙهندڙ نه رڳو ذاتي طرح لُطف وٺي ٿو، پر ڪچهرين ۾ اُهي ڳالهيون ٻُڌائي وندر جو سامان مهيا ڪري سگهي ٿو. انهيءَ ڪري ئي هن ڪتاب جون ڳالهيون، جتي به ڪچهريون ٿين ٿيون، اُتي دلچسپيءَ سان ٻُڌايون وڃن ٿيون.

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاغَر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهه ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڃي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهه ٽائي ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَڻ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوي، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)